ڪتاب جو نالو: شاهہ ۽ سچل جا سنيها
موضوع: شاهہ ۽ سچل بابت مضمون
ليکڪ: استاد حيدري چانڊيو
ڇاپو: پهريون، جنوري 2017ع
ڳاڻيٽو: 1000
ڪمپوزنگ: شاهجهان سولنگي
ٽائيٽل: عرفان ميمڻ
ڇپائيندڙ: ايلسا پبليڪيشن، حيدرآباد
قيمت: /300

# ارپنا

پنهنجي محبوب ساٿي عبدالواحد آريسر جي نالي
جيڪو مون کان گهڻو ڏُور هليو ويو آهي،
پر ساڻس بي شمار قُرب واريون ڪچهريون،
منهنجي ذهن ۾ محفوظ آهن.

۽

پنهنجي پياري پُٽ طالب حسين جي نالي،
جيڪو نهايت حليم سياءُ وارو نوجوان هو،
پر عمر کان اڳ ۾ راهہ رباني وٺي هليو ويو.

ڪُنڌي ڪَلين وِچ ۾، جڏهن هَنيائون
موت نہ ماريائون، پر ڏور وِجهي ويا ڏُک جي.

(شاهہ)

**استاد حيدري چانڊيو**

## سنڌ سلامت پاران :

سنڌ سلامت **ڊجيٽل بوڪ ايڊيشن** سلسلي جو نئون ڪتاب **”شاھہ ۽ سچل جا سنيھا“** اوھان اڳيان پيش آھي. شاھہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست تي لکيل مضمونن تي مشتمل ھي ڪتاب استاد حيدري چانڊيو جو لکيل آھي.

سنڌ جي مٽيءَ مان گل وانگر ڦُٽل، ساھتي پرڳڻي جو استاد حيدري چانڊيو لطيف ۽ سچل جي پيغام جي خوشبوءِ کي جھر جھنگ ڦھلائيندڙ اُھو جاکوڙي ڪردار آھي، جيڪو شعور سان پيار ڪري ٿو، سن جي مَٽيءَ جو پاٽي پي، ھُن شاھہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست جي ڏات جا گُل پنھنجي جھوليءَ ۾ ڪنيا آھن.

ھي ڪتاب ايلسا پبليڪيشن، حيدرآباد پاران 2017ع ۾ ڇپايو ويو. ٿورائتا آھيون پياري نواز آريسر جا جنھن ڪتاب سنڌ سلامت ڪتاب گھر ۾ اپلوڊ ڪرڻ لاءِ موڪليو.

اوھان سيني دوستن، پائرن، سڄڻن، بزرگن ۽ ساجاھہ وندن جي قيمتي مشورن، راين، صلاحن ۽ رھنمائي جو منتظر.



**محمد سليمان وساڻ**
**مينيجنگ ايڊيٽر (اعزازي)**
**سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام**
sulemanwassan@gmail.com
**www.sindhsalamat.com**
**books.sindhsalamat.com**

# فهرست

## پبلشر پاران

سنڌ جي مٽيءَ مان گل وانگر ڦُٽل، ساهتي پرڳڻي جو استاد حيدري چانڊيو لطيف ۽ سچل جي پيغام جي خوشبوءِ کي جهر جهنگ ڦهلائيندڙ اُهو جاکوڙي ڪردار آهي، جيڪو شعور سان پيار ڪري ٿو، سن جي مَٽيءَ جو پاڻي پي، هُن شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست جي ذات جا گُل پنهنجي جهوليءَ ۾ ڪنيا آهن.

هُن صحافت جي ميدان ۾ رهي بہ پنهنجي سڃاڻپ ناهي وڃائي، صحافت ۾ جتي روز جون خبرون ۽ موجوده صورتحال تي مضمون، تبصرا ۽ تجزيا لکي، هر صحافي توڙي ليکاري، آڱر وڍرائڻ وارن شهيدن جي قطار ۾ پاڻ کي شامل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، اُتي استاد حيدري اهڙي روايت کي ٽُڏي، پنهنجي اُن السني آواز کي بُلند ڪيو جنهن هميشہ سُتل رُوحن کي جاڳايو آهي. اُن آواز ۾ پيار جي نرمي بہ آهي تہ زنجيرن کي ٽوڙڻ جي سگهہ بہ آهي. محبوب جي اڳيان ڪنڌ جُهڪائڻ جي عاجزي بہ تہ دشمن اڳيان ڳاٽ اُوچو ڪري ڳالهائڻ جي جُرئت بہ آهي.

هي آواز وقت ۽ حالتن کي بدلائڻ جو آهي، پنهنجي روشن مستقبل کي سنوارڻ جو بہ آهي. ڪاش! استاد حيدريءَ جي هن راز کي ڪنهن صوفي راڳيءَ جي لفظن وانگر ڪو سمجهي.

هن عشق جي انداز کي سمجهڻ تہ ڏُکيو آ.

مختلف اخبارن ۾ استاد حيدريءَ جا لکيل هي مضمون آءٌ پنهنجي اداري پاران ڇپرائي پڌرو ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪري رهيو آهيان. اُهي مضمون، جيڪي هُن گُلن جي صورت ۾ سالن کان پنهنجي ساهہ ۾ سانديي رکيا هُئا، اُنهن مضمونن کي استاد حيدري، ڪنهن اخبار جي سُرخي يا روزمره وارو ڇپجندڙ ڪالم سمجهي ضايع نہ ڪيو. هُن کي پنهنجي لکڻين تي پورو يقين هو تہ هي مُنهنجا مضمون، هڪ ڏينهن جا نہ پر صدين جو آواز آهن. ڀٽائي، جيڪي ڪردار پنهنجا ڪيا ۽ جن ڪردارن سان هُن شاعريءَ ذريعي گُفتگو ڪئي، اُنهن ڪردارن کي حيدري چانڊيي پنهنجي ڌرتيءَ جي ميراث سمجهي امانت طور سانديي رکيو ۽ اڄ جڏهن هُن جا ٽڙيل پکڙيل ڪالم ڪتابي صورت ۾ ڇپجي هڪ گُلدستي جي صورت اختيار ڪري رهيا آهن تہ مون کي يقين آهي تہ هُن جي زندگيءَ جا هن پيرسنيءَ ۾ سمورا ٿڪ لهي ويندا. هُن جو هڪ خواب ساڀيان ماڻي چُڪو آهي، جيڪو هُن ڪيترن ئي سالن کان ڪنهن عاشق وانگر پنهنجي اکين ۾ محبوبہ جيان سجائي رکيو هو. سندس هيءُ ڪتاب ’شاهہ ۽ سچل جا سنيها‘ هڪ روادار سنڌ جو پيغام آهي، جيڪو يقيناً نئين سنڌ جي شعوري تعمير ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪندو.

**واحد ڪانڌڙو**

حيدرآباد۔ سنڌ

# ليکڪ پاران

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ ۽ سچل سرمستؒ جي سنيهن کي سهيڙڻ لاءِ جڏهن مواد گڏ ڪيو تہ اهو ايترو وڏي ويو جو هڪ مان ٻہ ڪتاب ٿيا. هڪڙو تہ "شاهہ ۽ سچل جا سنيها" ۽ ٻيو "شاهہ جون سورميون". هي مواد گڏ ڪري ڇپرائڻ منهنجي زندگي جو هڪ خواب هو جيڪو هاڻي ساڀيان ٿي ويو آهي.

شاهہ لطيف ۽ سچل سرمست جا سنيها انسانيت جو پيغام آهي. جيڪو انسان ۾ حب الوطني جو جذبو پيدا ڪري ٿو. اهڙي پيغام کي مون پنهنجي وس آهر ڦهلائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اخباري دنيا سان سلهاڙيل هئڻ سبب ڪيترائي مضمون لکيا، جن کي آئون سنڀاليندو آيس جيڪو هينئر ڪتاب جي صورت اختيار ڪري ويو آهي. ان کان سواءِ منهنجي آتم ڪٿا بہ لکيل آهي جيڪا هنن ٻن ڪتابن يعني "شاهہ سچل جا سنيها" ۽ "شاهہ جون سورميون" کانپوءِ ڇپرائيندس.

بهرحال آئون ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي نامياري عالم ۽ اديب سائين حميد سنڌيءَ لکيو آهي جنهن جو ٿورائتو آهيان، هن مون کي دل سان مانُ ڏنو جيڪو عمر ڀر ياد رکندس. علي نواز آريسر جو بہ شُڪر گذار آهيان، جنهن ٿورڙي وقت ۾ مهاڳ لکي ڏنو. گڏوگڏ واحد ڪانڌڙي جا ٻڻ احسان آهن، جنهن پنهنجي اداري ايلسا پبليڪيشن پاران ڪتاب ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي. آخر ۾ لطيف سائين جي هيءَ سٽ تہ:

"ٿورا م ٿورا مون تي ماروئڙن جا"

**استاد حيدري چانڊيو**

نوان جتوئي

ضلعو نوشهروفيروز سنڌ

# مهاڳ

مشهور روسي شاعر رسول حمزه توف پنهنجي ڪتاب ’ميرا داغستان‘ ۾ لکيو آهي تہ:

”اک ڪُلندي ئي بستري تان اُٿي ايئن نہ پڇو جڻ ڪنهن زهريلي شيءِ ڏنگ هنيو هُجي، پر سڀ ڪان پهرين اُن خواب ۾ جي باري ۾ سوچيو جيڪو اوهان جي اکين ڏٺو آهي.“

هن روسي شاعر جي انهي ڳالهہ سان متفق ٿيندي آءٌ پڻ ان راءِ جو آهيان تہ اسان جو ماڻهو انهي خواب طرف ڌيان بلڪل ناهي ڏيندو جيڪو خواب هُن جي اکڙين ۾ پلجي رهيو هوندو آهي، جيڪو خواب سُنهرو بہ بڻجي سگهي ٿو جي اُن متعلق اسان سوچڻ شروع ڪريون. چاڪاڻ جو اسان جي صوفي شاعرن اسان کي اهو ئي پيغام ڏنو آهي تہ جاڳندا رهو ۽ هميشہ عمل جي ميدان ۾ رهو. هن وقت جڏهن منهنجي هٿن ۾ ساهتي پرڳڻي جي سُڄيت ۽ ڪاهوڙي انسان مٺل حيدريءَ جو هيءُ مجموعو **”شاهہ ۽ سچل جا سنيها“** موجود آهي تہ آءٌ اهو سوچي رهيو آهيان تہ لطيف جي سنڌيءَ ۾ شاعري نہ ڪري ها تہ سنڌي ٻولي اڄ عالمي ٻولين ۾ شمار ٿي سگهي ها! اهو ئي بنيادي سوال آهي، جنهن تي سنڌي قوم کي سوچڻو آهي ۽ اُنهي تي عمل ڪرڻو آهي. شاهہ لطيف ۽ سچل سنڌي شاعريءَ جا سج آهن ۽ اُنهن جي شاعراڻي نگاهہ ۾ جيڪا سنڌ جي تصوير چِٽيل آهي، سا ڌُنڌلي بلڪل بہ ڪانهي، اُها چِٽي، صاف ۽ روشن آهي. هنن ٻنهي شاعرن نہ فقط سنڌي ٻوليءَ کي اَوج تي رسايو پر هي ٻئي سنڌي ٻوليءَ سان گڏ سنڌي سونهن جا بہ محافظ آهن. جن پنهنجي شاعريءَ وسيلي سنڌ جي هر شيءِ کي ڳايو ۽ اُن کي امر ڪيو هي. سائين مٺل حيدري پنهنجي هن تحقيقي ۽ تخليقي مجموعي ۾ اُنهن سڀني ڳالهين ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي، جيڪي سنڌ ۽ سنڌي قوم جي حُسناڪيءَ جي باري ۾ آهن. پوءِ اُهو حسن سنڌ جي موسمن جو هُجي يا نينهن نظارن جو، وڻن جي سرسراهٽ جو هُجي يا پکين

جي منڙن ٻولن جو ٻوٿن جي ڊگهين ۽ نہ کُٽندڙ قطارن جو هُجي يا سنڌ جي مارو ماڻهن جي مُرڪن، ٽهڪن، ٽڪي جي وَر ڪٽي جي ڪستوري ۽ چاپئين ڏاڙهيءَ جو هُجي، اُنهن سڀني ڳالهين کي ذهن ۾ رکي مٿل هي تخليق اسان جي سامهون آندي آهي. هن ڪتاب ۾ شاهہ سائين ۽ سچل جي پيغام وسيلي هُن آزاد سنڌ جي خوبصورت تصوير چِٽي آهي ۽ مذهبي انتها پسنديءَ کي خوب ننديو آهي. مٿل بنيادي طور قومي ڪارڪن آهي، جنهن ڪري هن شاهہ ۽ سچل جي شاعريءَ مان اُهي نُڪتا چونڊيا آهن، جيڪي آزاديءَ ڏانهن وٺي وڃن ٿا، جن ۾ ملير ۽ مارُن جون ڳالهيون آهن، جن ۾ هر ۽ پاجاري، ڪوڏر ۽ ڪُهاڙيءَ جا قصا آهن، جن ۾ وطن ۽ ويڙهيچن جو واسُ آهي، جن ۾ سنڌ ۽ محبت جو ميلاپ آهي، جن ۾ شعور ۽ ساڃاهہ جو سنيهو آهي، جن ۾ ڪنڌ ڪپائڻ ۽ ڪپڻ جا هوڪا آهن، جن ۾ سُورمن ۽ سُورمين جي بهادري، عظمت ۽ وڏائيءَ جا گُڻ ڳايل آهن. ان حوالي سان مٿل لکيو آهي تہ شاهہ سائين سنڌ جو علمبردار شاعر هو ۽ هر مذهبي ڪٽرپڻي کان ڪوهين ڏُور هو ۽ اهو ئي پيغام هن پنهنجي شاعريءَ ۾ اسان کي ڏنو آهي:

”هُو عظيم محبِ وطن، عظيم سياح، عظيم شاعر، عظيم مفڪر، عظيم فيلسوف، عظيم صوفي ۽ عظيم محبتي هو. سندس اُهي خاصيتون چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر اونداهيءَ کي روشنيءَ ۾ تبديل ٿيون ڪن، انهيءَ ڪري ئي سنڌ جي تاريخ، سنڌ جي تهذيب، سنڌ جي ثقافت صاف سُٿري ۽ روشن آهي. يٽائي گهوٽ پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌي قوم کي، سنڌ جي تاريخ کي پڙهڻ، پروڙڻ، اُن کي سمجهڻ، سمجهائڻ ۽ دنيا اڳيان نِروار ڪرڻ جو سبق ڏنو آهي، انهيءَ تاريخ کي مذهبي ڪٽر پڻي کان پاڪ صاف ٿي ڏسبو تہ اُن تاريخ ۾ موهن جو دڙو بہ آهي، موهن جي دڙي جون ناچڻيون بہ آهن، موهن جي دڙي جا بُت بہ آهن، راءِ سهيرس ۽ مها راجا ڏاهر کان وٺي، دودي سومري، ڄام نظام الدين کان وٺي، دُولهہ درياهہ خان، صوفي شاهہ عنايت ۽ مخدوم بلاول تائين، سڀ جا سڀ هڪ ئي مقصد لاءِ هڪ ئي صف ۾ نظر ايندا ۽ شاهہ جي شاعريءَ ۾ مسجد ۽ مندر ٻئي گڏ نظر ايندا.“

آءٌ مٿي جي مٿين ڳالهہ سان سهمت ٿيندي اهو چوندس تہ شاهہ لطيف، سچل توڙي سنڌ جي ٻين آفاقي شاعرن جو پيغام عالمِ انسانيت جو پيغام آهي، جنهن ۾ محبت جون نهرون وَهندي نظر اچن ٿيون، جنهن ۾ سنڌوءَ ماتا جي پويترتا پلٽا کائيندي نظر اچي ٿي ۽ سنڌ جون تهذيبي روايتون ان محبت جو بنيادي مرڪز آهن. اها سنڌ جي روايت آهي، جو مسجد ۽ مندر ٻئي گڏ گڏ نظر اچن ٿا، اها سنڌ جي محبت آهي جو لطيف جو جوڳين، سامين سان سنگ عالمي شهرت رکي ٿو اهو سنڌ جو ڪلچر آهي، جو هندو- مسلم ۾ ڪو ويڇو نہ آهي. آءٌ اها ڳالهہ دعويٰ سان چوان ٿو تہ اهڙو سنڀنڌ ٻي ڪنهن بہ ڌرتي، ٻي ڪنهن بہ قوم وٽ وِرلي مِلندو، تنهن ڪري اسان کي انهن صوفي شاعرن جي ڏنل پيغام تي هلڻو پوندو، ان مان ئي جدوجهد جا نوان گس سِڪڻا پوندا، ان سلسلي ۾ سچل بابت لکيل مٿل جو هيءُ خيال ڪيڏو نہ فڪري پسمنظر رکي ٿو:

”عام طور سمجهيو ويندو آهي تہ تصوف زندگيءَ کي ترڪ ڪرڻ جو ٻيو نالو آهي. صوفي کي غطل فهميءَ وچان اهڙو شخص سمجهيو ويندو آهي، جيڪو دنيا کي ترڪ ڪري، لوڪان لِڪي، ڪنهن ڪُنڊ ۾ جُهنڊ هڻي، ذڪر فڪر ۾ پاڻ کي وِساري ويهي رهي، رلي ڳچيءَ ۾ ست رنگي ٽوپي پائي، ڏنڊو هٿ ۾ يا ڪندري ڪلهي تي رکي، نشي ۾ غافل بڻجي، ٻار ٻچا وِساري رُلندو پِنندو، در در جا ڌِڪا کائيندو وَتي. سچل سائينءَ جي نظر ۾ صوفي اُهو آهي، جيڪو پنهنجي اصلاحي شعور جي لحاظ کان صحيح سماجي نظام کي قائم ڪرڻ لاءِ سُونهين جي حيثيت رکي، صوفي هڪ اهڙو صاحب نظر آهي، جيڪو نہ رُڳو سچائيءَ جي ڄاڻ رکي، پر پنهنجي ڄاڻ جي لافاني لاٽ سان اجتماعي زندگيءَ کي جرڪائي، سُڌاري وغيره.“

واقعي تصوف زندگيءَ کي ترڪ ڪرڻ جو نالو ناهي، پوري دنيا جي صوفي ازم ۾ هڪ بہ اهڙو صوفي نہ ملندو جيڪو پنهنجي وطن ۽ ويڙهيچن کان ڪوهين ڏُور رهيو هُجي، پنهنجي ڌرتيءَ جي ڏُکن، سُورن ۽ اُن جي سُونهن کان غافل رهيو هُجي، ڇاڪاڻ جو صوفي ڪنهن بہ قوم جو

سُونهون هوندو آهي، قوم کي ڏس ۽ گس ٻُڌائيندو آهي. اسان جي سنڌ جي صوفي شاعرن اسان کي سنڌ جي سونهن ڏيکاري آهي، اُن جا جلوا پسايا آهن، حقيقي حُسناڪيءَ کان آشنا ڪيو آهي. سنڌ جي سونهن کي اُجاڙيندڙن کان خبردار ڪيو آهي، حق جو هوڪو ڏيندي اُنهن جي رستا روڪ ڪئي آهي. مٿئين واري ڳالهہ جي تائيد ڪندي تاج جويو سچل متعلق لکي ٿو تہ:

”جيڪي عالم سچل جي درويشانہ زندگي، فقيري ۽ بزرگيءَ واري حيثيت کي ئي اهميت ڏئي، سندس دنياوي لاڳاپن کان لاتعلقي جو اظهار ڪن ٿا، اُهي سچل جي اصل عظمت کي گهٽائن ٿا ۽ هن جو واسطو انساني سماج کان ڪٽي کيس صرف بزرگ ۽ درويش ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. پر سچل جو نہ رُڳو پنهنجي سماج سان واسطو هو پر هُو پنهنجي دَور جي انسانن کي جاگيرداري رسمن، رواجن جي ٻنڌڻن کان بغاوت ڪري آزاد ۽ خوددار انسان بنجڻ جو سڏ ڏئي ٿو. منجهن خوداعتمادي ۽ خودداري پيدا ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو.“

استاد حيدري جي ڪيترن ئي مضمونن ۾ اهڙين ڳالهين جو تذڪرو ملندو ۽ خاص ڪري شاهہ ۽ سچل جي شاعريءَ جو قومي پسمنظر ۾ اڀياس ڪيو اٿائين تہ جيئن سنڌي قوم پنهنجي قومي فرضن ۾ ڪا گوتاهي نہ ڪري، ڪا گوهي نہ ڪائي. شاهہ سائينءَ تي جيتوڻيڪ ڪيترن ئي عالمن لکيو آهي، ۽ اُن جي ڪلام جي ڇنڊڇاڻ بہ ڪئي آهي، ڪيترن شاهہ کي مذهبي شاعر قرار ڏنو آهي، ڪيترن شاهہ کي عشقيہ شاعر قرار ڏنو آهي، پر سنڌ جي قومي ڏاهي ۽ دانشور عبدالواحد آريسر پنهنجي ڪتاب ’وريا واهرو‘ ۾ شاهہ سائينءَ جي شاعريءَ کي ٻن حصن ۾ ورهايو آهي:

”منهنجي خيال ۾ لطيف جي شاعريءَ کي اسان ٻن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا: هن جي شاعريءَ جي هڪ حصي جو تعلق ذاتي واردات، شخصي پيڙائن ۽ ذاتي ذوق سان آهي. جنهن ۾ صوفيانہ اصطلاح، جمالياتي رجحان، شخصي پريںءَ پسڻ جي تن اندر تئونس ۽ محبوب سان وصال جون ڪي

انوکيون، دلڪش ۽ روح ريجهائيندڙ خواهشون ۽ جانب جي جمال جي جلون جي رنگ برنگي تصوير آهي. سندس شاعريءَ جو اُهو حصو سندس زندگيءَ جي ابتدائي دور سان واسطو رکي ٿو. هن جي شاعريءَ جي ٻئي حصي يا ٻئي دَور جو سنئون سڌو لاڳاپو ۽ ڳانڍاپو سنڌي قوم ۽ سنڌي عوام سان آهي. انهيءَ دور جي شاعريءَ کي اسان دعوتي، تبليغي ۽ ترغيبي شاعري سڏي سگھون ٿا. اُن ۾ حُب الوطني آهي، ساٽيھہ جي سِڪ ۽ سُڪار جون ڳالهيون آهن؛ جدوجهد ۽ قربانيءَ ۾ حصو وٺڻ لاءِ للڪارون آهن، ڪوٽ ڪيرائڻ، ڪڙن ڀڃڻ ۽ زنجير ڇِنڻ جون ترغيبون آهن، ثقافتي ۽ تهذيبي ورثن کي سانڍڻ لاءِ هدايتون آهن. آزادي ماڻڻ ۽ ضميرن کي زنگ کان بچائڻ جون تدبيرون آهن، سنڌ جي ثقافتي تاريخي ۽ معاشي خوشحالي ۽ جاگرافيائي وسعت جون روايتون آهن، ظلم ۽ جبر کي نهوڙڻ لاءِ گڏيل عوامي طاقت پيدا ڪرڻ جون پُڪارون آهن.“

استاد منل حيدري نهايت باريڪ بينيءَ سان شاهہ ۽ سچل جو فڪري اڀياس ڪيو آهي، ۽ موضوعن جي چونڊ بہ سُني ڪئي اٿس، جن جي پنهنجي جداگانہ اهميت آهي، اُنهن ۾ خاص ڪري ’شاهہ جي حُب الوطني ۽ آزاديءَ جو پيغام‘، ’شاهہ جون سُورميون‘، ’شاهہ سائينءَ جي طبقاتي ۽ قومي جدوجهد‘، ’شاهہ جي شاعريءَ ۾ پورهيت جي پچار‘، ’سچل سرمست جو پيغام سچ جو سنيهو‘، ’سچل سائين جو مذهبي ڪٽرپڻي خلاف جهاد‘ اهم آهن. ۽ هن اُنهن پاسن کي اُکوليو آهي، جن تي لکڻ کان اسان جي محقق هميشہ ڪن لاٽار ڪئي آهي. منهنجي نگاهہ ۾ هيءُ ڪتاب شاهہ ۽ سچل جي قومي پرچار واري نُڪتي کي پڌرو ڪري ٿو جيڪو سنڌ جي اُسرندڙ ٽهيءَ لاءِ لاپائتو ثابت ٿيندو.

**علي نواز آريسر**
حيدرآباد

**تاريخ**
08_12016_1

# ڀٽائي گهوٽ جي هڪ بيت جي شرح

جي لُوڻ لِڱين لائين، ڄيري ڄيري ڄم،
مُون ڪُر آڳي نہ ڳيو، اهڙو ڪو جهو ڳم،
جان جان دعويٰ دَم، تان تان پِرت پَنهوارن سِين.

مهراڻ جي ماٿريءَ جي سدا حيات ۽ جڳ مشهور شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي بيتن جي اُونهي اپياس سان، اُنهن ۾ وڏي سمجهہ جو ساگر نظر ايندو، جنهن مان دل جي دليري، اِرادي جي پُختگي، يقين، محڪم ۽ سچائيءَ جا سچا موتي مِلندا. سُهڻي لطيف جي اُنهن بيتن ۾ جيڪي نصيحت جا نُڪتا سمايل آهن، جي اُنهن تي ويهي لکجي تہ وڏن وڏن دفترن جي درڪار رهندي، اُن ڪري مون فقط مٿيون هڪ بيت سُر مارئيءَ مان شرح لاءِ چونڊيو آهي. انهيءَ لاءِ تہ هن ديس جي ديسي ماروئڙن جو نانءُ سُنهري اکرن ۾ لکجي ۽ سندن مان ۽ شان تي سندن ايندڙ نسل فخر سان ڳاٽ اوچي ڪُهمي سگهي. شاهہ سائين، مارئيءَ جي رُوپ ۾ حُب الوطنيءَ جو عجيب نقش چِٽيو آهي، اِئين چئجي تہ شهنشاهہ ميداس وانگر، شاهہ سائين جنهن بہ شيءِ کي پنهنجي شاعريءَ لاءِ چُونڊيو آهي، اُن کي سچو سون بڻائي ڇڏيو اٿس. مارئيءَ جي جذبن ۽ وِلولن جي تصويرن ذريعي، وطن سان محبت ۽ پيار جي پيغام سان تہ سُهڻي لطيف ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي. سندس سُر مارئيءَ کي پڙهڻ سان شفيع المذنبين رحمت العالمين، حضرت محمد صلعم جي حديث، 'حُب الوطن مِن الايمان' جي ياد تازي ٿئي ٿي، ۽ ادب وِچان ڪنڌ جُهڪي ٿو پوي، ۽ زبان دل جي تصديق ڪندي چوي ٿي تہ: جيئي لطيف جي حُب الوطني! ٿر جي غريب نياڻيءَ مارئي، جڏهن عمر بادشاهہ جي ڪوٽ ۾ اچي قيد ٿي، تڏهن سندس ڪِل ۽ خوشيون، روج راڙي ۾ تبديل ٿي ويون. ۽ عمر بادشاهہ جي ڪنهن لالچ لوڀ دڙڪي دهمان ۾ نہ آئي، هن کي ملڪ ۽ ملڪي ماروئڙن کان سواءِ ٻي ڪا ڳالهہ

ياد ڪانہ هُئي. جيتوڻيڪ غريب مارئيءَ جا ماروئڙا، عمر جھڙي وڏي بادشاهہ سان پُڄي نہ ٿي سگھيا. ٿر جا مجبور ماروئڙا رَڙندي رَڙندي لاچار ۽ بيوس بڻجي، پنھنجي نياڻيءَ مارئيءَ کي وِساري ويھي رهيا. پر مارئيءَ کي پنھنجا ٿري ماروئڙا اصل نہ وِسريا. هُن کي پنھنجي ٿري ماروئڙن جي سِڪ ايڏو تہ ستايو جو ڏينھن رات، صبح شام، روج ۽ راڙي ۾ ٿي گذاريائين. ٿري ماروئڙن وٽ هُن جي کاڌ خوراڪ ۽ پوشاڪ بلڪل سادي سودي هُئي. عمر بادشاهہ مارئيءَ کي کائڻ لاءِ اُوچا اُوچا طعام ۽ پھرڻ لاءِ اُوچا اُوچا لباس پائڻ لاءِ اُوچا اُوچا زيور ۽ هيرا جواهر اڳيان آڻي رکيا. پر ٿر جي سادي سودي نياڻي مارئي، عمر بادشاهہ جي اُنھن سيني شين ڏانھن اک کڻي نھاريو بہ ڪين تہ عمر بادشاهہ جون اُهي شيون ڪھڙيون ٿينديون آهن؟ بس مسڪيني هُن جو مٽيو هُئي. ٿر جي هڪ غريب نينگري مارئيءَ جي اخلاق جي بُلندي ڪيڏي نہ حيرت ۾ وجھندڙ آهي، جو هي، "اِيءُ نہ مارُن رِيت، جو سَيڻ مَٽائين سَون تي!" تي بلڪل ثابت قدم رهي، پنھنجي ٿري ماروئڙن جي لوئيءَ جي لڄ رکي. مائيءَ جي قربانيءَ جي لاثاني لَچڻ کي ڏسي، يقين سان چئي سگھجي ٿو تہ جيڪي انسان حق ۽ سچ تي ثابت قدم رهن ٿا، اُنھن جو مددگار خود خدا آهي، جن جو مددگار پاڻ الله بڻجي، تہ پوءِ هُو ڪنھن بدنيت ظالم ۽ جابر جي اڳيان ڪنڌ جُھڪائي نٿا سگھن. جھڙيءَ طرح ٿر جي غريب گھراڻي جي غريب نياڻيءَ هڪ وڏي ڏاڍي ڏُوتي حاڪم وٽ، اڪيلي سِر ڪوٽ ۾ قيدياڻي هُوندي بہ، هُن جي دل کي ڪو لوڏو ڪونہ آيو ۽ پنھنجي اِرادي تي ثابت قدم رهي، هيڏي ساري حاڪم جون لوڀ لالچون ۽ دڙڪا دهمان ڪيس محڪم اِرادي کان هٽائي نہ سگھيا. ڀلا هٽائين بہ ڪيئن! مارئيءَ جي دل جون پاڙون، ملير جي مٽيءَ ۾ مضبوطيءَ سان کُتل هُيون. ۽ ملير جا ٿري ماروئڙا سندس زندگيءَ جو سرمايو هُئا. اُنھن کي پنھنجي ذاتي لالچ تي وِساري ويھڻ وڏو عيب هو. وڏي لعنت هُئي ۽ وڏي بي شرمائي جھڙي ڳالھہ هُئي. هُن سون تي سَيڻ نہ مٽائڻ واري قول ڪردار تي قائم رهڻ سڀ کان افضل ٿي سمجھيو. تنھن ڪري جيئن ئي مٿس سُور سختيون ٿي وِڌيون ويون. تيئن هُن ۾ خانداني

شرافت ۽ نسلي عظمت نِروار ٿي ٿئي. سندس رَڳن ۾ عزت عظمت، عصمت، غيرت، شرافت ۽ همت جو درياهہ اُٿلي ٿي پيو.

عمر بادشاهہ، جيڪو سندس حُسن تي موهجي، تڪليف ڪري، کيس ملير مان زوري زبردستيءَ کڻي پنهنجي ڪوٽ ۾ اچي قيد ڪيو هو ۽ کيس اُهي خواب ڏسڻ ۾ ٿي آيا تہ اڄ نہ سڀاڻي، مارئيءَ سان لانئون لهي گهوٽ بڻبس، تنهن جڏهن ڏٺو تہ مارئي، مُنهنجي ڏسيل ڪنهن بہ لالچ لوڀ جي ڦندي ۾ نٿي اچي، تڏهن ڪاوڙ ۾ اچي، ظلم زبردستيءَ جو دٻاءُ وجهڻ شروع ڪيو. اُن وقت مارئي ويچاري بنا ڪنهن ڊپ ڊاءُ جي، عمر جهڙي هيڏي ساري حاڪم سان مهاڏو اٽڪائي بيهي رهي، هن سِر جو سانگو لاهي، عمر بادشاهہ کي جيڪي چيو. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ، ملير ڄائي مارئيءَ جي واتان عمر بادشاهہ کي جيڪو منهن ٽوڙ جواب ڏنو، اُن جو مطلب هن طرح سان آهي: اي عمر بادشاهہ! تو مون کي بيگناهہ ديس ۽ ديس واسين کان ڌار ڪري پاڻ وٽ اچي قيد ڪيو آهي، آءٌ، تہ ۾ پنهنجن مٽن ماروئڙن، جهانگيئڙن، سانگيئڙن، سانبيئڙن ۽ ڏوٿيئڙن سان ڏاڍي آزاديءَ واري زندگي گذاريندي هُيس، پر تُنهنجي ڪوٽ ۾ غلاميءَ واري زندگي اصل پسند ڪانهي! تُنهنجي محلن ماڙين، وڳن، چرين، مِنين ست رَڄين، پلنگ پٿراڻين ۽ ٻين لالچن تي سجڻ ۽ ساٿيهہ وساري ويهي رهڻ کان مون کي موت بهتر آهي! ماروئڙا ۽ ملير وِساري ويهي رهڻ مُنهنجي وس جي ڳالهہ ڪانهي، مون کي ڪنهن بہ لالچ لوڀ ۾ ڦاسندو نہ ڏسي، تو مون تي ظلم ڪرڻ شروع ڪيا آهن. جي تون اُنهن ظلمن ڪرڻ کان نہ ٿو مُڙين تہ پوءِ توکي هاڻ اجازت آهي، تون ڀلي مون کي مار ڪُٽ، ظلم زيادتيون ڪر، ايتري قدر جو مُنهنجو چَم چِيري چِيري چَهڪ ڏئي، اُن ۾ لُوڻ وجهي ڇڏ! تنهنجو ظلم مُنهنجي هڏ چم، گوشت پوشت تي هلي سگهي ٿو پر مُنهنجي دل رُوح تنهنجي وس کان ٻاهر آهن. منهنجي رُوح تي حڪمراني، تہ ۽ تري ماروئڙن جي هلي سگهي ٿي، ٻيو ڪوبہ ظالم/جابر منهنجي رُوح تي حڪمراني

ڪري ئي نٿو سگهي! منهنجي رُوح کي ٿر ۽ ٿري مارُوئڙن کان سواءِ ٻي هنڌ، ڪِٿي بہ ٽڪاءُ ڪونہ ايندو. منهنجي رُوح کي ٿر ۽ ٿري مارُوئڙا پسند آهن، جيئن تون ڪرڻ ٿي چاهين، اِئين هرگز نہ ٿيندو. تون پنهنجي دل مان اِها خوش فهمي ڪڍي ڇڏ تہ، ڪا مارئي تنهنجي داٻي ۾ اچي، پنهنجي نيڪ مقصد تان ڪا هٿ ڪڻندي، يعني ديس ۽ ديسي مارُوئڙن کي وساري منهنجي ٿي، موٽ ويهي رهندي، اها ڳالهہ بلڪل اڻٿيڻي آهي، ڇو تہ ملير ۽ مارو وساري تو سان شادي ڪري ويهي رهڻ جهڙو ڪِنو ڪم منهنجي بنياد مان، اڳ اصل ڪونهي ٿيو. اُنهي ڪري آءٌ بہ اهڙو بُرو ڪم ڪانہ ڪنديس. آءٌ ديس ۽ ديسي مارُوئڙن کي وساري ويهي رهڻ کي نهايت شرم ۽ بي حيائيءَ واري ڳالهہ ٿي سمجهان، تون ڀلي مون تي ظلم ڪندو رهہ، پر جيستائين منهنجي سسيءَ ۾ ساهہ آهي، تيستائين پنهنجي مارُن جي ڏنل ’ٿري مڱيندي‘ جي محبت جي دعويٰ ڪندي رهنديس، تو جهڙي ڏارئي بادشاهہ کان مون کي پنهنجو غريب ٿري مڙس ۽ هزارين بلڪ ڪروڙين ڀيرا ڀلو آهي. آءٌ جيئنديس بہ اُن جي محبت ۾ ۽ مرنديس بہ اُن جي محبت ۾، تو جهڙا لکين ڪروڙين بادشاهہ پنهنجي ٿري مڙس ۽ ٿري مارُوئڙن مٿان قربان ڪري ڇڏيان! منهنجي ملير جي مٽيءَ ۽ ملير جي مارُوئڙن جهڙو ڪنهن کي ڪانہ ٿي سمجهان.

نيٺ عمر بادشاهہ کي مارئيءَ جي حُب الوطنيءَ جي اڳيان هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا، پٽائي گهوٽ سُر مارئيءَ جي هن بيت ۾ اسان کي آزاديءَ جي مضبوطي، دلي دليري، يقين محڪم، بي ڊپائي، توڪل ۽ ظالم اڳيان ڪنڌ نہ جهڪائڻ جو هڪ سهڻو سبق ڏنو آهي. هي بيت اسان سڀني سنڌي مارُوئڙن کي، حق سچ جي راهہ تي پهچڻ لاءِ هڪ روشن شمع جو ڪم ٿو ڏئي، پر ائين چوڻ سان ڪو بہ وڏاءُ نہ ٿيندو تہ پوري ڪائنات جي دُکي انسانن لاءِ شاهہ سائينءَ جو هيءُ بيت ڇوٽڪاري لاءِ هڪ اڪثير جي حيثيت رکي ٿو، هن مان راهہ ڀٽڪيلن کي راهہ ملي ٿي. هي سچ جي

روشنيءَ جو بنياد آهي، جنهن سان وجايل رستو آسانيءَ سان ملي سگهي ٿو. شاهہ سائينءَ مارئي جي رُوپ ۾ اسان کي اهو سبق ڏنو آهي تہ ڪوبہ ڏاريو عمر جو روپ وٺي، مارئيءَ وانگر اسان کي ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ بند ڪري، ظلم ۽ زيادتيون ڪري، لوڀ لالچون ڏئي، دڙڪا دهمان ڏئي، پر اوهان حق جي راهہ [آزادي] تان اصل هٽ نہ ڪڍجو!

[4 فيبروري 1991ع روزاني عبرت ۾ ڇپيل]



# شاهہ جي حُب الوطني ۽ آزاديءَ جو پيغام

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح گهوٽ شاعرن جي سرتاج ڪي، جيڪر سُورمين جو شاعر چئجي تہ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو. شاهہ سائينءَ جي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ، سندس قصن ڪهاڻين ۾ مُکيہ ڪردار، گهڻو ڪري عورتون ئي آهن. هن مان صاف ظاهر آهي تہ شاهہ سائينءَ ڪي انساني سَياءَ ۽ دنيا جي اَڪيچار آزمودن مان پروڙ پئي تہ، عورت جيتوڻيڪ مرد کان ظاهر ۾ ضعيف نظر ٿي اچي، پر منجهس دليري، قرباني، اِرادي جي پُختگي ۽ قول تي قائم رهڻ جي اهڙي حيرت ناڪ خاصيت آهي، جا مردن ۾ ملڻ مشڪل آهي. تڏهن تہ هُن پنهنجي دل جو ترجمان، سهڻي، سسئي، ليلا، مومل، نوري، مارئي ۽ سورٺ کي بڻايو ۽ اُنهن جي واتان ئي اڻ کُٽ آيتن جو پيغام اسان تائين پهچايو. شاهہ سائينءَ پنهنجي شخصيت اُنهن سُورمين ۾ پلٽي پڌري ڪئي آهي، اُهي سندس جدا جدا رُوپ ۾ آهن. سندس سيني سُورمين جي اداڪاري نهايت نصيحت ۽ غيرت جو مجموعو آهي، پر مارئيءَ جي سيرت دوران شاهہ سائينءَ جيڪا حُب الوطنيءَ جي بينظير تصوير پيش ڪئي آهي، تنهن ۾ مارئي سيني سُورمين کان سَوائِي نظر پئي اچي، لوئيءَ جي لَڄ بچائڻ خاطر هُن جو "ايءُ نہ مارُن رِيت جو سَيڻ مٽائين سون تي،" چئي ثابت قدم رهڻ وارو ڪردار 'چوڏهينءَ جي چنڊ' جهڙو روشن آهي، جنهن سان راهہ ڀٽڪلين کي راهہ مِلي ٿي. سندس دلي اٿاهہ ساگر ۾ ساٽيهہ جي سِڪ، نمايان نظر ايندي. عمر بادشاهہ مارئيءَ جي حُسن جي هاڪ ٻُڌي، کيس ملير مان زوريءَ کڻي اچي عمر ڪوٽ ۾ بند ڪيو ۽ هُن کي رهڻ لاءِ محل ماڙيون، کائڻ لاءِ اُوچا اُوچا طعام، پيئڻ لاءِ خوشبودار مِنا مِنا شربت، پهرڻ لاءِ ويس وڳا ۽ سُمهڻ لاءِ پلنگ پٽراڻيون ڏنيون، پر اُنهن سيني

شين کي جُهوپڙين ۾ رهندڙ مسڪين غريب ڳوناٺي ڇوڪريءَ اک کڻي بہ نہ نهاريو. عمر بادشاهہ ماروئيءَ کي پنهنجي ڪرڻ لاءِ ڪيترائي حيلا هلايا، پر هُوءَ عمر بادشاهہ جي ڪابہ ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار نہ ٿي، هُن کي عمر بادشاهہ جي ست رڃين کان ملير جو ڏُٿ وڌيڪ پسند هو. هُن کي بادشاهي شربتن کان ملير جي تلائن ۾ گڏ ٿيل پَلُر جو پاڻي وڌيڪ پيارو ۽ پسند هو. هُن کي بادشاهہ جي ريشمي ويس وڳن کان وڌيڪ ملير جا اُوني کُهرا کٿا ۽ لوبون گهٽو پسند هُيون، عمر بادشاهہ جي پلنگ پٿراٽين کان هُن کي ملير جي پٽن جي ٿڌڙي واريءَ جو وِڇاڻو وڌيڪ پسند هو. هُن کان پنهنجو ملڪ ملير ۽ ملڪي ماروئڙا اصل نہ وِسريا. پاڻ کي عمر بادشاهہ جي محل ماڙين ۾ ڪوٺن ۾ قيد سمجهي، وڏي وات اوڇنگارون ڏئي پئي روئندي ۽ رڙندي هئي. عمر بادشاهہ کيس نِت نيون نيون لالچون ڏيندو رهيو ۽ کيس پَٽِ راڻيءَ بڻائڻ لاءِ چيو پر ملير ڄائي مسڪين نياڻيءَ اخلاق جو دامن هٿان نہ ڇڏيو. عمر بادشاهہ کيس ويجهو وڃي ڏُتارڻ جي ڪوشش ڪئي، پر مارئي پنهنجي ملڪ ملير ڏي مهاڙ ڪري زارو زار روئي ريهون ڪري پئي چيو تہ: اي عمر بادشاهہ! تنهنجا سيئي سُک، آءٌ سوريءَ ۽ موت ٿي سمجهان. آءٌ هڪ غريب ماروئڙن جي ملڪيت آهيان، ظلم زبردستيءَ سان آءٌ تنهنجي زال ڪانہ بڻبيس! منهنجي مٿي تي، جيڪا مون کي پنهنجي مسڪين ماروئڙن ڪٿيءَ جي لوئي پهرائي آهي، سا مان ڪانہ لاهيندس! اي عمر بادشاهہ! هرو ڀرو اشرافن جي پاڪ دامن کي، ظلم جا زنجير وِجهي پنهنجو نہ ڪر. شاهہ سائين مارئيءَ جي واتان هن طرح چَوِرايو آهي تہ:

ڪيو مهاڙ ملير ڏي، روءِ اُڀي چوءِ
سهج سوري پائيان، سومرا سندوءِ
مِلڪ ماروءَ جي آهيان، جور نہ ٿِيان جوءِ

يا

ڪيو مهاڙ ملير ڏي، اُڀيائي آهي،

جا مٿي ڏِنيس مارئي، سا لوئي نہ لاھي،
سومرا! ساھي، سُتي وِجھہ سنگھرون.

مارئيءَ جو پنھنجي ملڪ ملير ۽ ماروئڙن سان اھڙو تہ پيار ھو جو عمر بادشاھہ جي ڪنھن بہ لالچ لوڀ ۾ نہ آئي، ھُن کي پنھنجن مسڪين ماروئڙن جي سِڪ سَتائيندي ٿي رھي. ھُن پنھنجي ذاتي لالچ خاطر مُلڪي ماروئڙن کي ڪونہ وِساريو ۽ِلا وساري بہ ڪيئن؟ ھي ڄائي نپني ملير ۾ ھُئي، سندس ماروئڙا بہ ملير ۾ ئي ڄاوا نِپنا ھُئا ۽ ملير جي مٽيءَ ۾ ئي دفن ٿيل ھُئا، ھي ملير جي ڌُٽ تي پلجي وڏي ٿي ھُئي، ھن جي سيني اندر ملير جي مٽيءَ، ملير جي ڪکن پنن لاءِ وڏي عزت ھُئي، ھن جي دل جون پاڙون ملير جي مٽيءَ ۾ مضبوطيءَ سان کُتل ھيون، ھن ٿي چيو تہ جھڙي ريت ڪپڙي کي سنھي سُئيءَ سان ٽوپو ڏئي ڳنڍي سوگھو ڪبو آھي، تھڙي طرح منھنجو ساھہ ملير جي ملڪي ماروئڙن سان سِبجي سوگھو ٿيل آھي. اي عمر سومرا! مون کي ملير جا گولاڙا ۽ گاھہ ياد پيا ٿا پون، ھِت تو وٽ مُنھنجو فقط بُت/جسم آھي، مُنھنجي دل منھنجو رُوح اَباڻن پکن ۾ آھي، تُنھنجي ڪوٽ ۾ ھن مجبور بندياڻيءَ جو خاڪي جسم آھي. شاھہ سائين، مارئيءَ کان مُلڪي محبت جو داستان اِجھو ھن طرح بيان ڪرايو آھي، چوي ٿي تہ:

سنھي سُئيءَ سِبيو، مُون مارن سين ساھہ
ويٺي ساريان سُومرا، ھت گولاڙا ۽ گاھہ
ھِينئون مُنھنجو ھُت ٿيو، ھِت مٽيءَ ۽ ماھہ
پکن مَنجھہ پساھہ، قالب آھي ڪوٽ ۾!

مارئي پنھنجي ملڪي ماروئڙن جي ڳاٽ اوچي رکڻ خاطر ظالم حاڪم جا سيئي سُور سختيون سھندي رھي، مگر ظالم جي ظلم اڳيان جُھڪي اصل نہ. چو تہ ظالم جي اڳيان جُھڪڻ پاڻ لاءِ ۽ مُلڪي ماروئڙن لاءِ ھُن عيب ٿي سمجھو. جيئن مٿس سختي تي ٿئي، تيئن ھُن ۾ غيرت ۽ ھِمت وڌي ٿئي، ۽ عمر بادشاھہ سان مخاطب ٿيندي چيائين تہ: اي عمر سومرا! ھي

تُنهنجا مِڙئي هنڌ مڪان، ٿول ٽِڪاڻا، پنهنجي مُلڪي ماروئڙن بنا جيڪر ساڙي خاڪ ڪري ڇڏيان، هر ڪاشيءِ پنهنجي اصليت ڏانهن ٿي موٽي، آءٌ پنهنجن ماروئڙن لاءِ پٽي ٿي سِڪان، شل پنهنجي ماڳ تي موٽي وڃي، پنهنجو وطن ملير ڏسان! شاهہ سائين، مارئيءَ واتان چَوِرائي ٿو تہ:

هِي هَنڌَ ماڙيون هَاڻِ، سَاڙيان سڀ ڏيهِيَنِ ري،
ڪُل شيءِ يَرجِعُ اِلٰيٓ اَصَلِه، ٿي جِهجان جهانگينِ ڳاڻِ،
پِرِي پنهنجي پَاڻِ، پَسان مُلڪ مَلير جو.

مارئي جڏهن کان عمر جي ڪوٽ ۾ اچي قيد ٿي، تڏهن کان هُن کائڻ پيئڻ بلڪل گهٽائي ڇڏيو هو:

پَلي ٻُک پَرَم جي، شل نہ وڃي شَانُ،
جي الله ڏئي ايمان، تہ گوڏا ڏئي گذارجي!

تي ثابت قدم رهي، فاقاڪشيءَ ۾ گذارڻ لڳي، جنهن ڪري سندس چنڊ جهڙو چهرو ڪومائجي ويو. عمر بادشاهہ کي جڏهن اِها خبر پئي تہ مارئي، مُنهنجا ڀوڙ پُلاءَ نہ ٿي کائي، تڏهن حيران ٿي مارئيءَ کان پُڇيائين تہ: ”ٿُون هي کاڌا ڇو نہ ٿي کائين؟ ڇا تُنهنجي مائٽن جو کاڌو مُنهنجي هن کاڌي کان وڌيڪ سُٺو آهي؟“ مارئي جواب ۾ چيو تہ: ”هائو! منهنجي غريب مارُن جو کاڌو، تُنهنجي کاڌي کان هزار ڀيرا بهتر آهي!“ عمر بادشاهہ چيو تہ: ”اُهو ڪهڙو کاڌو آهي؟“ مارئي جواب ۾ چيو تہ: ”مُنهنجا ٿري اباڻا، روزانو جهنگ مان ڏُٿ آڻي کائيندا آهن، يعني سانيئن جا سٽا ڊير ڪري سُڪائيندا آهن ۽ لُنب کي وري چانورن وانگر چاڙهي کائيندا آهن، اُهو کاڌو اهڙو تہ لذيذ ۽ سُٺو آهي، جو عمر بادشاهہ تُنهنجا پُلاءَ ۽ ست رَڇيون اُن ٿري ڏُٿ جي مقابلي ۾ ڪُجهہ بہ ناهن.“ شاهہ سائين، مارئيءَ جي زباني هن طرح بيان ٿو ڪري تہ:

آڻين ۽ چاڙهين، ڏُٿ ڏِهاڙي سُومرا،
سَٽا ڪيو سيد چئي، سائون سُڪائين،
مُنهنجا لُنب لطيف چئي، چانور ڪيو چاڙهين،

پُلاءَ نہ پاڙين، عمر آراڙي سين!

مارئي عمر ڪوٽ ۾ قيد دوران ڪاٽڻ تہ ڇڏي ڏنو ھو پر ڪِل خوشي بہ هُن ڪان موڪلائي وئي هُئي. عمر بادشاھہ جي ھر چيز ڪان هُن کي نفرت ٿي وئي هُئي، هُن کي ڪيترا پيرا پَٽ ريشم جا اُوچا اُوچا وڳا آڇيا ويا. پر هُن اُنھن ڏي نِھاريو بہ ڪونہ تہ اُھي ڪھڙا ٿيندا آھن. هُن کي پنھنجي مائٽن جيڪو ٿري لباس پهرايو ھو اُھو ئي ڪيس پسند ھو ڏارين جا ويس وڳا هُن لاءِ ڏاريا هُئا. تنھن ڪري پنھنجن مائٽن واري ٿري لباس (جيڪو ميرو ۽ پراٽو ليڙون ليڙون ٿي ويو ھو) تي گذارو ڪرڻ، پاڻ لاءِ وڏو اعزاز ٿي سمجھائين. عمر بادشاھہ ڪيس ويس وڳا پائڻ ۽ ڳُنوار ٻڌڻ لاءِ ٿي چيو تہ، مارئي جواب ڏئي ھينئن ٿي چيو تہ: اي عمر بادشاھہ! هِت اچڻ سان مان مارُن جي ميارڻ ٻڌجي وئي آھيان! اِھي اڇا ڪپڙا ۽ ڳاڙھا ڪپڙا، مُون جھڙيون ميارن واريون ڪيئن پھرينديون، جن جي وَر، وارثن کي ٿر ۾ عام ماڻھن مِھڻا ڏنا ھوندا! آءٌ پنھنجي وَر واري آھيان، آءٌ اُن کي ڇڏي ڏيان تہ پوءِ سَتُر واري ڪيئن چئبيس! مارُن جا مون کي جيڪي سڳڙا ڳچيءَ يا ٻانھن ۾ پيل آھن، سي تُنھنجي سون ڪان بہ سوايا ٿي سمجھان، اُن ڪري اي عمر بادشاھہ! پنھنجا پٽ جا ويس وڳا ۽ سونا زيور مون کي نہ آڇ! مون کي پنھنجي اباڻن جي لوئي تمام پياري آ ھي. شاھہ سائينءَ اُن واقعي جو مارئيءَ ڪان اِجھو ھن طرح بيان ٿو ڪرائي تہ:

عمر! اڇا ڪپڙا، ڪاڻياريون ڪيئن ڪن،<br>
جنين جا ٿرن ۾ وَر ٿا ويڙ سَهَن،<br>
هُو جي حق پچن، سي ڪيئن سَتيون سومرا!

يا

سون برابر سڳڙا، ماروءَ سندا مُون،<br>
پٽولا پنھوارَ کي، عمر! آڇ مَ تُون،<br>
وَرُ لوئي لُون، ڏاڏاڻن ڏنيامر جا!

مارئي ظالم بادشاهہ جي هر سهولت کي ٺُڪرائي، قيد ۾ سُور سختيون سهندي رهي، آخر ايتري تہ ضعيف ٿي وئي، جو سندس بچڻ جو آسرو بلڪل گهٽجي ويو. اُن وقت پنهنجي حقيقي مالڪ کي ٻاڏائي چيائين، منهنجا رب! شل ائين نہ ٿئي، جو آءٌ هن ظالم جي قيد ۾ ئي مري وڃان ۽ مُنهنجو جسم زنجيرن ۾ ئي جَڪڙيو رَهي، اي منهنجا مالڪ! آءٌ پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجي ٿر ملڪ وڃان، ٿر ڏِسان، اُتي پهچڻ کان پوءِ پلي منهنجا ڏينهن پورا ڪري ڇڏجانءِ. شاهہ سائين، مارئيءَ کان حُب الوطنيءَ جو بيان اِجهو هن ريت ڪرايو آهي تہ:

اَلا! اِئين مَ هوءِ، جيئَن آءٌ مَران بند ۾،
جُسو زنجيرن ۾، راتو ڏينهان روءِ،
پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مَر پُڄَنِم ڏينهڙا.

مارئي جيسين عمر ڪوٽ ۾ قيد هُئي، تيسين نہ لِڱَ ڌوتائين، نہ وار واسيائين، نہ وري بُت تان اَباڻي لوئي لاٿائين. مارُن جي جُدائيءَ ڪري اُجن بُکن ۾ پاهہ ٿي، آخر اچي موت کي ويجهي ٿي، ۽ عمر بادشاهہ کي پاڻ وٽ گُهرائي کيس روئندي وصيت ڪيائين تہ، جي مان هِت تُنهنجي قيد ۾ مري وڃان تہ مُنهنجي لاش کي ملير موڪلجانءِ تہ جيئَن مُنهنجا ماروءَ مُنهنجي لاش کي وطن جي وَلين جو وَاسُ ڏئي، مُون کي ٿر جي ٿڏڙي مٽيءَ ۾ پورين! عمر بادشاهہ سندس وطن سان محبت، مارُن سان ايڏي سچائي ڏسي، مجبور ٿي کيس آزاد ڪيو ۽ ملير وئي.

[جاڳو اخبار جي 9 جون 1990ع واري پرچي ۾ ڇپيو]



# شاهہ عبداللطيف ءِ سنڌ جي عورت

عورت دنيا ۾ انسان لاءِ لطيف چيز آهي. عورت، جنهن هر دل ءِ دماغ تي هر دَور ۾ اثر وِڌو آهي. دنيا جي وڏن وڏن شاعرن عورت بابت عجيب و غريب ڳالهيون لکيون آهن. عورت خود دنيا جي خاموش شاعري آهي، اهڙي شاعري، جيئن اونداهي رات جو آسمان ۾ تارن جي شاعري، جيئن اونداهي رات جو آسمان ءِ تارن جي چمڪندڙ جهرمر. پر عورت چنڊ جهڙو هڪ اهڙو روشن ستارو آهي، جو انساني دلين تي حڪومت هلائي ٿو ڪيترن ئي شاعرن عورت جي محبت ءِ پيار جي تعريف ۾ بهترين تخيل جو اظهار ڪيو آهي، پر جهڙيءَ طرح سان مهراڻ جي ماڻريءَ جي جڳ مشهور شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ جي عورت جي هر صفت تي روشني وڌي آهي، اُن جو مثال نٿو ملي. جهڙي طرح اونداهي رات ڪان پوءِ روشن ڏينهن ٿئي ٿو جنهن ۾ هر شيءِ صاف چٽي نظر پئي اچي، اهڙيءَ طرح ’سنڌو ديش‘ جي عظيم شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سنڌي عورت ڪان متاثر ٿي پنهنجي شاعريءَ ۾ اُن عورت جي واتان جيڪو نصيحت ڀريو نُسخو اسان کي ڏنو آهي، جنهن ۾ هر دُکي انسان لاءِ راهہ نجات جو ڏس ڏنل آهي، جنهن جا مختصر مثال مختلف سُرن مان پيش ڪجن ٿا، جنهن کي سنڌي سُورمين جو ذڪر چئجي تہ دُرست ٿيندو.

1. **سُر سهڻي:**

سنڌ جي عورت سُهڻي ويچاري، پنهنجي محبوب ميهار سان تہ پيار ٿي ڪري، پر ميهار جي نينهن سان بہ پيار ڪيو اٿس، پنهنجي محبوب ميهار جي نينهن لاءِ دُعا گهري اٿس، شاهہ سائين سُهڻيءَ جي واتان هن ريت دُعا چَورائي آهي تہ:

مينهون هِن ميهار جُون، سڀ بَچن،
وَچون جي ڪرن سين، سدا ٿيون سُونهَن،
مون کي ماٽڪين، تاڙي وِڏو تار ۾!

هُوءَ، جنهن ڪان پنهنجي حياتي بہ وسري وئي هُيس، بس رات ڏينهن ميهار ڪان سواءِ ٻي ڪا وائي وات ڪانہ هُيس، هر وقت، هر گهڙيءَ ائين ٿي چيائين: اي منهنجا پيارا ميهار! منهنجي محبت مُنهنجي اندر ۾ لُڇ پڇ مچائي ڇڏي آهي، ڇڻ منهنجو اندر ڪچجي ڪورجي رهيو آهي، تُنهنجي محبت ۾ ونگي وئي آهيان، تُنهنجي سڪ ۾ سوگهي ٿي وئي آهيان، تو ڪان سواءِ منهنجو جيئڻ مشڪل ٿي پيو آهي. سندس سِڪ جو شاھہ سائين هن طرح بيان ٿو ڪري تہ:

سِڪ تُنهنجي سُپرين، ڪپي ۽ ڪوري،
سَگهان نہ چوري، ڏاڍو نيَر نِينهن جو!

هِن سنڌي عورت جي سِڪ ۽ محبت کي سلام هُجي، جنهن درياھہ جي دهشت، تار تانگهي جو ڪو خيال نہ ڪيو، آخر محبت ۾ مري ميهار تان جان قربان ڪري اَمر بڻجي وئي.

2. سُر سسئي:

سنڌ جي عورت سسئي جو پنهنجي وَر پُنهل سان جيڪو پيار هو سو هر عورت لاءِ مشعل راھہ آهي. هن عورت پنهنجي وَر سان پيار ڪري پنهنجي امڙ (سنڌ) جي سينڌ سَنواري عزت پريو ڪري ڇڏيو. اج بہ سنڌ جون عورتون، سسئي جي پُنهل سان پِريت جو مثال ڏينديون آهن، ۽ سسئي جي نقش قدم تي هلڻ هڪ عظيم شان سمجهنديون آهن، ۽ مثال ۾ چونديون آهن تہ، سسئي جهڙي ست ٻي ڪامڻ ڪندئي ڪانہ ڪا! سنڌي عورت سسئي کي ڪيڏيون تڪليفون ٿيون اچن، هن جا پير پِٿون ٿي پون ٿا

۽ هلڻ کان جواب ڏيئي ڇڏين ٿا ته هتن تي هلڻ لاءِ تيار ٿئي ٿي، هٿ رَتو رَت ٿي ٿا پونس ۽ هلڻ جهڙا نٿا رهن ته پوءِ سيني پر سرڻ شروع ٿي ڪري، سينو سرڻ ڇڏي ٿو ڏئي ته چيلهہ پر چُرڻ شروع ٿي ڪري، مطلب ته پنهنجي مقصد تان نٿي هٽي، سواءِ پنهنجي وَر پُنهل جي ٻي ڪا ٻَچار ڪانہ هُيس، پنهنجي جيڏين سرتين کي مخاطب ٿي چيائين ٿي ته، ڪابہ سُکن واري مون سان سينو نہ ساهي، (ريس نہ ڪري) مون سان گڏجي هلڻ جي ڪابہ سَڌ نہ ڪري، جنهن جي اندر ۾ سُور هوندا، دردن ۾ دل ٽُڪرا ٽُڪرا ٿيل هوندي، اُهي جبل جهاڳيندين، شاهہ سائينءَ سسئي کان اجهو هن طرح چَوِرايو آهي تہ:

پيرن پنڌ ڇڏيو تہ گوڏن گِسڪندياس
گوڏن گِسڪڻ ڇڏيو تہ چيلهہ پر چُرندياس
چيلهہ چُرڻ ڇڏيو تہ سيني پر سُرندياس
سيني سُرڻ ڇڏيو تہ نُونڻين پر نڙڪندياس
نونڻين نڙڪڻ ڇڏيو تہ سسي پر سرندياس
سسي سرڻ ڇڏيو تہ هينئن پر هلندياس
جي مليا تہ ملندياس نہ تہ گهوري جان جتن تان.

يا

سُکن واري سَڌ متان ڪا مون سين ڪري
اندر جنين اڌ، ڏونگر سي ڏورينديون!

يا

هيج نہ هوندو جن، سي ڪيئن وندر وينديون
وِهو وِچ رَهن، سهسين سَڌُن واريون!

سسئي جي سچائيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو تہ، سنڌ ڌرتيءَ جنهن سسئيءَ کي پيار سان پاليو سا ڪيترين ئي سسئين کي پالي نِپائي سگهي ٿي، پر نقلي سسئين ڪتان کان ڪتان رُلنديون پٽڪنديون سنڌ جي سچين

سسئين جي حقن تي ڏاڙو اچي هنيو اٿن ۽ سنڌ جي نسل کي بگاڙي تباهہ ڪيو اٿن. سنڌي عورت جو معاشرو نهايت پاڪ صاف هو پر اهڙو واءُ لڳو جو هنج هليا ويا, اُنهن جي جاءِ ڪانگن اچي والاري, جن ڪينجهر ڪٽي ڪِنو ڪيو. اُنهن کي ظاهري تہ پُنهل لاءِ پيار آهي, پر تڪليف سهڻ, گهر تڙ ڇڏڻ لاءِ تيار نہ آهن, اهڙين بد بنياد ڪوڙين ڏُوتين لاءِ پلاري پٽ ڏٽي اڳ ئي چٽي ڇڏيو هو تہ:

ڏُونگر نہ ڏوري, سُکن جُون سَڏون ڪَري,
ويٺي گهر گهورِي, مٿان پِرينِ جِندڙوا!

يا

ڪُوڙيون پُڇن ڪيچ, هوت نہ ڏورين هِتهِين,
جِنين پُنهونءَ سين پيچُ, تن پيرين پنڌ وساريو!

3. سُر مومل راڻو:

سنڌي عورت مومل جي غير موجودگيءَ ۾ راڻي جڏهن سندس پيڻ سُومل کي هنڌ تي سُتل ڏٺو تہ, اُن حالت ۾ راڻي کي غيرت اچي وئي ۽ پنهنجي نشاني لَڪُڻ ڇڏي هليو ويو. مومل محبت جي ماري اُتي ڏٺو تہ راڻي جي نشاني لَڪُڻ پيو آهي, پاڻ ڪاوڙجي هليو ويو آهي. مومل جي اندر ۾ راڻي جي رُسامي باهہ لڳائي ڇڏي, دل جو آڙاهہ ڦُٽي ويس, هيڏي هوڏي لُڇڻ ۽ ڦَٿڪڻ لڳي ۽ دانهون ڪُوڪون ڪري چوڻ لڳي تہ: اي راڻا! پنهنجي رب جي صدقي موٽي اچ, جو تُنهنجي ڪاوڙ مون کي ماري جهوري وِڌو آهي, تُنهنجي سِڪ ۾ ڪاڪ جا ڪانگ اُڏائي رهي آهيان تہ مُنهنجو راڻو مينڌرو ڪڏهن مون وٽ موٽي ايندو! مُون تُنهنجي انتظار ۾ شمع ٻاري, راتين جون راتيون گُذاري, ڏينهن ڪيا آهن. سنڌي عورت مومل جي زباني ڀٽائي سائين هيئن چِٽِرايو آهي تہ:

شَمع ٻاريندي شَبَ, پرهہ ٻاکُون ڪوڙيون,
موٽ مَران تي مينڌرا, راڻا ڪارڻ رَبُ,

**ٽُنهنجي تات طلب، ڪانگ اُڏايم ڪَاڪَ جا!**

مُومل ويچاري، محبوب ڪي پرچائڻ لاءِ وڏا وس ڪيا. وڏا حيلا هلايا، رُئندي رُئندي راتيون گُذاريون، راڻي ءِ سندس سواريءَ واري اُٺ لاءِ ڪئي سِج اُڀاري اوجاڳا ڪيا. مومل جي اهڙي ڪيفيت ڪي ڀٽائي سائين هن طرح بيان ڪيو آهي تہ:

اُڀي اُڀاريام، نَڪَتَ سَڀ نئي ويا،
هڪ مَيو ٻيو مينڌرو، سڄي رات ساريام،
ٻوڙها ٻِل ٻاڙيام، جڏهن سُورج شاخُون ڳَڀيون!

سنڌڙيءَ جي مومل جي سچائي تہ ڏسو جو سندس وَر راڻو رُسي ٿو وڃي تہ، هُوءَ روئي روئي حال ڪان بيحال ٿيو ٿي وڃي، ڪيئي انتظار ٿي ڪري، ڪيس پنهنجي محبوب ڪان سواءِ ڪوبہ آرام ڪونہ ٿو اچي. اج بہ سنڌ جي سرزمين ڪيئي موملون پيدا ڪري، سنڌ جي راڻن لاءِ تيار بيٺي آهي، پر افسوس جو سنڌ جا ڪي راڻا بازاري ءِ رولو مُوملن جي پُٺيان مست لڳا ٿا وتن، سنڌ جي موملن جا حق غضب ٿي ويا آهن، ڪين بنا ڏوهہ جي ڏُهاڳ اچي ويو آهي، اُهي پنهنجن راڻن لاءِ واجهائي رهيون آهن، سندن رُوح رَڙيون رِيهون پيو ڪري، سندن باغ اُجڙي ويا آهن، هُو پنهنجن راڻن جون واٽون نِهارين پيون. رهبر لطيف اُنهن جي زباني هن طرح بيان ڪئي آهي تہ:

راڻي جي رِهاڻ ڪي، رُوح ڪري رِيهون،
باغ سَڙي ٻُٺ ٿيا، جِت وَڻ جيون وِيهون،
ڪاڪ مٿي ڪيهون، پسو پرڏيهين جيون.

يا

راڻو ڪا رات ويو، ٻُجهي ڳالهہ ڪري،
سوڍي رِي سَرتِيُون! هَڏ نہ سَاهہ سَري،
وَڃي مَان وري! آسَائِتي آهيان!

4. **سُر ڪاموڏ:**

سنڌڙيءَ جو حاڪم ڄام تماچي، جڏهن ڪينجهر ڪناري شڪار لاءِ آيو ۽ نُوريءَ تي نظر ٿي پويس تہ خود شڪار ٻڻجي ٿو وڃي ۽ هڪدم ملاحن کان نُوريءَ جو سَڱ وٺي شادي ٿو ڪري، سنڌ جي نياڻيءَ نوريءَ جي سُهڻي صورت ۽ سُهڻي سيرت ڄام تماچي تي جادوءَ جو اثر ڪيو ۽ هڪدم ڪيس پَٽ راڻي چُونديائين. تڏهن بہ سنڌ ڄائي نوريءَ نماڻي کي ڪا وڏائي من ۾ ڪانہ ٿي، پنهنجي وَر ڄام تماچيءَ کي عاجز ۽ ادب سان هٿ ٻڌي عرض ڪيائين تہ: ”تُون ذات جو سمو آهين ۽ آءٌ مُهاڻي گهٽ ذات آهيان، مُون ۾ عيبن جي گهڻائي آهي، متان ٻين راڻين جا مُهاندا ڏسي، مُون غريب مُهاڻيءَ کان مُنهنڙو مَتائي ڇڏين!“ پيلاري پٽ ڏٺيءَ سنڌي عورت نوريءَ جي عاجزيءَ هن طرح بيان ڪئي آهي تہ:

پَسي راڻين روءِ، متان ماڳر متيين!

نوري نماڻيءَ پنهنجي وَر ڄام تماچيءَ کي پنهنجي پِريت ۾ اهڙو تہ سوگهو ڪيو جو هُن کان پَل بہ پَري ڪونہ ٿيندو هو شڪار تي ويندو هو تہ نوريءَ کي ساڻ ڪري ويندو هو. نُوريءَ ٻيڙي هلائيندي هُئي ۽ ڄام تماچيءَ جي هٿ ۾ ڄار هوندو هو. جنهن سان هُو شڪار پيو ڪندو هو. اهڙيءَ ريت ڏينهن جا ڏينهن، ڪينجهر ۾ شڪار ڪندي گذاريندا هُئا. شاهہ سائينءَ اُن نظاري جي تصوير هن طرح بيان ڪئي آهي تہ:

هيءَ هٿ مڪڙي، ڄام هٿ ۾ ڄار،
سچو ڏينهن شڪار، ڪينجهر ۾ ڪالهہ هو!

اڄ بہ ڪينجهر ڪناري سنڌوءَ ڪيترين ئي نُورين کي جنم ڏنو آهي، پر افسوس آهي جو سنڌ جو ڄام تماچي نظر نٿو اچي. شال ڏٺي تعاليٰ سنڌڙيءَ لاءِ وري ڄام تماچي موڪلي، جيڪو سنڌ جي اَيرن سَيرن جي سار اَچي لَهي ۽ شاهہ سائينءَ جي هي پيشنگوئي پوري ٿي پوي تہ:

گند جنين جي گوڏ ۾، پاٻوڙا پوشاڪ،
اُنهين جي اوطاق، راڄا ريجهي آئيو!

يا

گند جنين جي گوڏ ۾، پاٻوڙا پينام
اُنين کي اِنعام، مجر مِڙوئي ٿيو!

## 5. سُر سورٺ:

ٻيجل وٺ سُرندي وڄائڻ جي اهڙي ڏات هُئي، جو اُن جي آواز تي انسان تہ ڇا، پر جهنگ جا جانور بہ مست ٿي اچي سِر نِمائيندا هُئا. اَنيراءِ بادشاهہ جي جُهونا ڳڙهہ جي بادشاهہ سان ڪنهن ڳالهہ تان اٽڪڻ ٿي پئي، هُن کي مارڻ لاءِ وڏا وس ڪيائين، پر ڪجهہ حاصل نہ ٿيس، پوءِ ٻيجل کي موڪليائين تہ وڃي سندس سِر وٺي. ٻيجل ساز کڻي جُهونا ڳڙهہ پهتو ۽ بادشاهہ جي محلات ٻاهران ويهي سُرندو وڄائڻ شروع ڪيو. ٻيجل جي سُرندي جي تندن سڄي جُهونا ڳڙهہ کي تپائي ڪنيو ماڻهو حيران رهجي ويا، آخر بادشاهہ کي خبر پئي، تنهن ٻيجل کي گُهرائي ورتو. ٻيجل درٻار ۾ پهچي پنهنجو سُرندو تيار ڪري، اهڙو تہ وڄايو جو بادشاهہ مٿس موهجي پيو ۽ کيس چيائين تہ: اي مڱتا فقير! گُهر جيڪو گُهرڻو اٿئي! ٻيجل اُن جي ڪنهن بہ انعام کان انڪار ڪري سِر جي صدا هڻي ويهي رهيو. بادشاهہ کيس پنهنجي سڄي بادشاهي بہ ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو پر ٻيجل چيو تہ آءٌ تنهنجي سِر جو سوالي آهيان! اها ڳالهہ جڏهن راڻي سورٺ ٻُڌي، تڏهن ٻيجل کي منٿ ميڙ ڪري چيائين تہ: اي ٻيجل! توکي وڏا وڏا انعام ٿا ڏيون ۽ هي تاج تخت تُنهنجي حوالي ٿا ڪريون. ٿُون بادشاهہ جو سِر نہ وٺ، موتي وڄ ۾ موتي هِت نہ اڇجانءِ. ڇو تہ تون پاڻ سان موت جو فرشتو وٺيو وتين ٿو. ساهہ وٺندو تو سڄي عمر ڪيترن بادشاهن جي مٿي جا تاج پَٽ تي ڪيرائي ڪنڌ ڪپيا هوندا؟ شاهہ سائين، سورٺ جي زباني هن طرح بيان ٿو ڪري تہ:

ٻيجل تون ٻيهار، شال مَ اچين ڪڏهين،
انئي پهر اَجل جو، اٿئي ڪندو منجهہ ڪپار
جيئن تو سپ ڄمار، هنيا پٽن سين!

ٻيجل فقير سورٺ جي ڪابہ منٿ ميڙ ڪانہ مڃي، ۽ سِر وٺڻ ڪان سواءِ ٻيو ڪو انعام وٺڻ لاءِ تيار نہ ٿيو. آخر راءِ ڏياچ سِر ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو سِر ڏيڻ ڪان اڳ ۾ راءِ ڏياچ، ٻيجل کي چيو اي مڱڻهار فقير! مُنهنجو سِر وڍي تُون راضي ٿي، مُنهنجو سِر، مُنهنجي بادشاهي تُنهنجي تند تنوار مٿان قربان آهن. پر هڪڙي ڳالهہ ياد رکجانءِ جو وري هِت نہ اَچجانءِ، ڇو جو تنهنجي فن جي قدر وارو ڪونہ هوندو؟ اهو نظارو ڀلاري ڀٽ ڌڻي هن ريت چِٽيو آهي:

وَڍِ سِر، ٿي سَرهو، مَڪي آءُ، ڳاءُ
جاجِڪ تو مٿان، مُلڪ مِڙوئي گهوريان!

ائين چئي راءِ ڏياچ پنهنجي سِر جو نذرانو ٻيجل کي پيش ڪيو. جُهونا ڳڙهہ ۾ روڄ راڙو پئجي ويو. سورٺ جهڙيون راجا لاءِ پار ڪڍي پِٽڻ لڳيون، ٻايون دايون، وڏي آواز سان اوچنگارون ڏئي پِٽڪو ڪرڻ لڳيون. شاهہ سائين راجا جي موت تي افسوس هيئن ٿو ڪري تہ:

سَوين سورٺ جهڙيون، اُپيون اَوسارين،
دَايُون دَر مانڊيون ٿيون، ٻايون ٻَاڪارِين،
گُل چِنو گِرنار جو، پَٽڻ ٽِيُون پِٽِين،
ڳوڙها ڳل ڳاڙين، راجا رات رَم ڳِيو!

پڇاڙيءَ ۾ جڏهن راجا جي ڏِڙ ڪي، اُن وقت جي دستور موجب ساڙڻ جي تياري ٿي، تڏهن سنڌي عورت سورٺ ويچاريءَ هار سينگار ڪري پنهنجي وَر راجا راءِ ڏياچ سان گڏ سڙي پنهنجي مُڙس سان اَٿاهہ محبت جو ثبوت ڏئي مثال قائم ڪري ڇڏيو. اڄ بہ سنڌي عورت پنهنجي وَر سان وفاداريءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

### 6. سُر مارئي:

عمر بادشاهہ، مارئيءَ کي ملير مان کڻي اچي، عمر ڪوٽ ۾ قيد ڪيو ۽ هُن کي اُوچي ڪاڏي پيتي ۽ اُوچي لباس جي آڇ ڪئي، پر مارئي اُنهن سڀني طعامن کي ۽ ويس وڳن کي ٺُڪرائي ڇڏيو ۽ پنهنجي لِڱن تان

پنھنجن اباڻن جي لوئي نہ لاٿائين ۽ نہ وري بادشاھي ڪاڏن ڪي ڇَڪي ڏٺائين تہ اُھي ڪھڙا ٿيندا آھن. عمر بادشاھہ ھن ملير ڄائي سباجھڙي سنڌي عورت ڪي پنھنجي ڳرڻ لاءِ ڪيئي حيلا ھلايا، پر سندس دال نہ ڳري، مارئيءَ جو جيڪو پنھنجي وطن ماروئڙن ۽ پنھنجي وَر سان پيار ھو، سو عمر جي ٺٺ ٺانگر ۽ چالبازين ڪان مٿانھون ھو. مارئي پنھنجي ھڪ جيڏين سرتين ڪي ڪونہ وِساريو. پنھنجي ماروئڙن سانگيئڙن ۽ ڏوٿيئڙن ڪي ياد ڪري رَت پئي رُئندي ھُئي. ھن لاءِ ماڙيون بنگلا ھڪ قيد ھو. رات جو اوچنگارون ڏئي پئي رُئندي رَڙندي ھُئي، ھن ڪان ٿري ماروئڙن جا جھوپڙا نہ ٿي وِسريا. عمر ڪي چوندي ھئي تہ: اي عمر بادشاھہ! اُنھن ماروئڙن جي پچار ڪيئن ڇڏيان، مُنھنجو رُوح اُنھن سان گڏ آھي، مون ڪي پنھنجي ماروئڙن جون دل اندر ڄڻ محبت جون ميخون لڳل آھن، مون ڪي ھِت گھڻا ڏينھن ٿيا آھن، جو پنھنجي پنھوارن جا پڪڙا ڏسي ڪانہ سگھي آھيان، ھن سنڌي نياڻيءَ جي زباني پلاري پٽائي ھن طرح بيان ڪئي آھي تہ:

آءٌ ڪيئن ڇڏيان سُومرا، تِن پَنھوارن پَچار،
جَڙ جنينءَ جي جان ۾، لڳي ريءَ لوھار،
ميخون محبت سنديون، ھينئڙي منجھہ ھزار،
پَڪا ۽ پَنھوار، ڏِٺي مُون ڏينھن ٿيا!

سنڌياڻي مارئي پنھنجي وطن سان پيار ڪري ۽ ڌارئي استحصال ڌاڙيل ڪان نفرت ڪري، سنڌين ڪي اھڙو سبق ڏنو آھي، جو اڄ اسان ھن نياڻيءَ جي عظيم ڪارنامي تي ناز ٿا ڪريون ۽ اُن جي نقش قدم تي ھلي، پنھنجي سنڌ ڌرتيءَ سان پيار ٿا ڪريون، پيار بہ ڇو نہ ڪريون! جنھن ڌرتيءَ تي اسان ڄاوا نِپنا آھيون، اسان جا اَبا ڏاڏا ھِت ڄايا نِپنا ۽ ھن ڌرتيءَ منجھہ ئي دفن ٿيل آھن. اسان جا عزيز دوست جُھوپا جُھوپڙين سان اَڏيو ويٺا آھن. ھن ڌرتيءَ مان اسان ڪي ڪاڌ خوراڪ مِلي ٿي، ڪپڙو لَٽو مِلي ٿو، سنڌو نديءَ جو پاڻي، جيڪو مصريءَ ڪان مِٺو ۽ دُنيا جي پاڻين ڪان سُٺو آھي، سو پِيُون

**ٿا. سنڌي عورت مارئي، پنهنجي وطن، پنهنجي ماروئڙن، ۽ ٿري مڙس سان جيڪو محبت جو سبق ڇڏيو آهي، سو هڪ عظيم سبق آهي، ڏٺي شال اسان سنڌ واسين کي مارئيءَ جي نقش قدم تي هلائي.**

[ روزاني عوامي آواز 20 آگسٽ 1991ع واري پرچي ۾ ڇپيو]



حصو ٽيون

# شاھہ جي شاعريءَ ۾ محبت جا موتي...

تاريخ جي روشنيءَ ۾ وسيع النظري، روشن خيالي ۽ باريڪبينيءَ سان ڏٺو ويندو تہ، سنڌ قديم الايام کان وٺي، علم ادب جو تمام سرسبز مرڪز ٿي رهي آهي، مشڪان موچاري ۽ پلاري ڀُونءِ جي ڪُک مان ڪيترن ئي عظيم انسانن جنم ورتو آهي، جن پوري دنيا لاءِ اَمن اَمان، پيار محبت، عزت شرافت، صداقت، انسانيت ۽ آزاديءَ جي پيغام ڏيڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو آهي، اُنهن سچن ۽ عظيم انسانن مان حضرت شاھہ عبداللطيف ڀٽائي گھوٽ بہ ھڪ آهي. ھُو عظيم محبِ وطن، عظيم سياح، عظيم شاعر، عظيم مفڪر، عظيم فيلسوف، عظيم صوفي ۽ عظيم محبتي ھو سندس اُهي خاصيتون چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر اونداهيءَ کي روشنيءَ ۾ تبديل ٿيون ڪن، انهيءَ ڪري ئي سنڌ جي تاريخ، سنڌ جي تهذيب، سنڌ جي ثقافت صاف سُٿري ۽ روشن آهي. ڀٽائي گھوٽ پنھنجي شاعريءَ ۾ سنڌي قوم کي، سنڌ جي تاريخ کي پڙهڻ پروڙڻ، اُن کي سمجهڻ، سمجهائڻ ۽ دنيا اڳيان نِروار ڪرڻ جو سبق ڏنو آهي، انهيءَ تاريخ کي مذهبي ڪٽر پڻي کان پاڪ صاف ٿي ڏسبو تہ اُن تاريخ ۾ موهن جو دڙو بہ آهي، موهن جي دڙي جون ناچڻيون بہ آهن، موهن جي دڙي جا بُت بہ آهن، راءِ سهيرس ۽ مها راجا ڏاهر کان وٺي، دودي سومري، ڄام نظام الدين کان وٺي، دُولھہ درياھہ خان، صوفي شاھہ عنايت ۽ مخدوم بلاول تائين، سڀ جا سڀ ھڪ ئي مقصد لاءِ ھڪ ئي صف ۾ نظر ايندا. شاھہ جي شاعريءَ ۾ مسجد ۽ مندر ٻئي گڏ نظر ايندا. شاھہ سائين مذهبي ڪٽر پڻي، تعصب پرستي ۽ ذات پات جي پليتاڻي کان پاڪ صاف ھو. سندس شاعريءَ جا شُعاع مولا جي ڪُل مخلوق لاءِ يڪسان اڪثير جي حيثيت رکن ٿا. سندس شاعريءَ جي هر سِٽ مان محبت جا بي بها موتي مِلن ٿا، سندس رسالي جو ڳچ حصو سندس سُورمين جھڙوڪ:(1)

سھڻي، (2) سسئي، (3) ليلا، (4) مومل، (5) نوريءَ، (6) مارئي، (7) سورٺ جي سبقن ۾ اچي ٿو جنهن ۾ شاهہ سائينءَ محبت جا موتي ويھي جَڙيا آهن، جن جي محبت جو مختصر بيان هِت پيش ڪجي ٿو.

1. سُر سھڻي:

سھڻي ميھار جي پيتا ڪبي تہ سھڻي محبت جي ميدان ۾ اَلائي ڪيترا پيرا سَوائي نظر ايندي، سندس محبت جي ڪمال جو ڪاٿو ئي ڪونهي، هُوءَ ميھار جي محبت ۾ دل دهلائيندڙ درياهہ ۾ ڪاهجي ٿي پوي، نہ جَر جو خطرو، نہ وري جَر جي جانورن جو خوف اٿس، ڇو تہ محبت وارن لاءِ درياهہ جي هستي مستي ۽ جَر جي جانورن جو خوف ڪا معنيٰ ڪونہ ٿا رکن. هُوءَ سِر جو سانگو لاهي، ميھار جي محبت ۾ نڪري ٿي پوي ۽ چوي ٿي تہ: ”مون کي ميھار جي محبت جي تار لڳل آهي ۽ ميھار کي بہ منهنجي محبت جو احساس آهي،“ اهڙي محبت وارن کي حقيقت ۾ ترڻ وارو ٽُرهو ٻُڏڻ کان بچاءُ نہ، پر سمجهو تہ اُن کي پاڻ سان کڻڻ ئي هڪ بار آهي! اُن محبت جي حقيقت واري حال کي مرشد لطيف هن طرح بيان ڪري ٿو تہ:

پُڇن جي ميھار کي، پُڇي سي ميھار،
ٽُرهو تنين بَارُ، عشق جنين کي آڪرو!

حقيقت ۾ اهو آهي محبت وارن جو مُلڪ، محبت جو درجو ايترو تہ بُلند ۽ بالا آهي، جو ڪوبہ محبت وارن جو مقابلو ڪري ئي ڪونہ ٿو سگھي. هن دنيا جون سڀئي شيون محبت جي سھاري ٿيون لڳن، اُنهن سڀني جي رهنمائي محبت ٿي ڪري، زماني جي هر چيز محبت جي محتاج آهي، اها محبت ئي آهي، جيڪا هڪ چيز کي ٻي چيز ۾ گُم ڪريو ڇڏي. محبت ۾ جو ساهڙ آهي، سا سھڻي آهي ۽ سمنڊ آهي، محبت جي اها ڳالهہ هڪ ڳُوڙهو ۽ اُونهون اسرار آهي. مالڪ خدا، انسان ۽ هي سڄي ڪائنات ئي محبت جو نالو آهي. پٽائي گھوٽ محبت بابت سھڻي واتان اِجھو هن طرح ٿو چَوِرائي تہ:

ساھڙ سا سھڻي، سائر پڻ سوئي،
آھي نجوئي، ڳُجھہ ڳُجھاندر ڳالھڙي.

محبت ھڪ نادر ۽ بي بھا چيز آھي، محبت نفس جي تقدس جو ٻيو نالو آھي، محبت جي تڪميل انسانيت جو معراج آھي، انسانيت جو معراج ماڻيندڙ اُتان اَلا توھار ڪيو گِھڙيو پون، جتان درياھہ جو تيز وھڪرو ھوندو آھي. محبت وارن لاءِ تہ اھا آسان واٽ آھي، آساني ۽ ڪنڌيءَ ڪپر جي واٽ جي ڳالھہ ڪُوڙيون ڪنديون آھن. جن کي ساھڙ جي سِڪ محبت آھي، اُھي گھيڙ پُڇن ئي ڪونہ. اُنھن لاءِ ھيڏو سارو درياھہ ھڪ وِک برابر آھي، اُنھيءَ معراج انسانيءَ جو پتائي گھوٽ سھڻيءَ جي واتان ھيئن ٿو بيان ڪرائي تہ:

جِتان وَھي تِتان واٽ، ڪَپَر پُڇن ڪُوڙيون،
جن کي سِڪ ساھڙ جي، سي گھيڙ نہ پُڇن گھاٽ.
جن کي عشق جي اُساٽ، سي واھڙ پائين وِڪڙي.

2. سُر سھڻي:

شاھہ سائينءَ جي سُورمي سسئي جي پنھنجي وَر پُنھل سان جيڪا محبت ھئي، سا ھر عورت لاءِ ھڪ بھترين سبق آھي، جو اڄ بہ سنڌ جون عورتون سسئي جو مثال ڏئي چونديون آھن تہ، ”سسئي جھڙو سَت ٻي ڪامڻ ڪندي ڪانہ ڪا“ سسئي کي پُنھل جي محبت کان سواءِ ٻي ڪابہ چيز نہ ٿي وڻي، ڪيس جھنگ، جبل جون تڪليفون اچن ٿيون پوءِ بہ پنھنجي محبت واري مقصد تان ھٽ نہ ٿي ڪٽي. محبت يا عشق سندس فطري حق آھي، جا شيءِ فطرت کي پنھنجو نہ ٿي ڪري، اُن جو وجود خطري ۾ ٿو رَھي. جا شيءِ فطرت کي پنھنجو ٿي ڪري سا سدائين دائم ۽ قائم ٿي رَھي. سسئي جو پُنھل سان ھڪ ٿي وڃڻ فطري عمل ھو پُنھل جي جُدائي، سسئي لاءِ موت ثابت ٿي ۽ بنا سوچ ويچار جي جبل طرف ھلڻ شروع ڪيائين، جبل ۾ اڪثر پاڻيءَ جو نالو ئي نہ ھوندو آھي، اُن ھوندي بہ پُنھل جي محبت سسئي

کي هڪ پاءُ پاٽي بہ ڪٽڻ نہ ڏنو ۽ٿي طرف جبل بہ تپي تڪايون پيو ڪري ۽ تپي تپي وڏو تاب پيو ڏيڪاري. ٻيوسين مٿان لُڪ (ڪوسو واءُ) پئي وسي. اي پرين! جتي آءٌ اڪيلي تڪليفن ۾ آهيان، اُتي تون مون کي ويجهو اَچي رَس! پٽائي گهوٽ سسئي جي محبت هن طرح بيان ٿو ڪري تہ:

واقف نہ وٽڪار جي، پاٽي ڪنيم نہ پاءُ
جبل جلدايون ڪري، تِڪ ڏيکاري تاءُ
لَڳي لُڪَ لطيف چئي، معذورن مٿا،
اُتي اوڏو آءُ، جِت هونديس هوت هيڪلي.

حقيقت جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو تہ بندي ۾ پنهنجي خالق جي صفت موجود آ هي، خالق خدا پاڻ هڪ وڏي محبت آهي، دنيا جون سڀ شيون محبت ۾ محبت لاءِ بنايون اٿس، اهو ئي سبب آهي، جو انسان محبت جو حامل ٿي ڪري، محبت ڀري دنيا طرف ڇڪجي وڃي ٿو. ساڳيءَ طرح سسئي کي بہ پُنهل جي سگ سُمهڻ يا ويهڻ نہ ڏنو ۽ محبت ۾ اچي سندس پيڇو ڪندي، جبل جهاڳڻ شروع ڪيائين ۽ پنهنجين سيني سرتين کي چيائين تہ: ”اي منهنجيون پياريون سرتيون! اوهان سيئي سَڏون تہ ڪريو ٿيون، ٻُک ڪاتڻ، پيرين پنڌ ڪرڻ، اوهان جي وس کان ٻاهر آهي، مون سان گڏجي اها هلي جيڪا پنهنجو جيءُ منو نہ ڪري، نہ ئي پنهنجي زندگيءَ لاءِ سوچي، پوءِ اها مون سان گڏجي هلي. مُرشد لطيف ان بابت هيئن ٿو فرمائي تہ:

سَڏائتي سَيڪا، ٻَک نہ باسي ڪا،
جيهي تيهي ذات جي، جُنبش ڳانهي جَا،
مُون سِين هَلي سَا، جَا جيءُ مِنو نہ ڪَري.

[روزاني جاڳو ڪراچي ڇنڇر 12 اپريل 1997ع ۾ ڇپيو.]



حصو ٻيو

# شاهہ جي شاعريءَ ۾ محبت جا موتي

هي حقيقت پڌري پٽ آهي تہ انسان لاءِ سُڪون قلب هڪ وڏي وِٿ آهي، جنهن کان سواءِ دنيا جون سڀ راحتون، دنيا جون سڀ لذتون ۽ سڀ مزا بيڪار آهن. سُڪوني قلب جو ذريعو سواءِ محبت جي ٻيو ڪونهي، سچ تہ محبت جي تڪميل انسانيت جو ٻيو نالو آهي. جڏهن حضرت عزرائيل قبر ۾ ستل سسئيءَ کي سُجاڳ اچي ڪيو، تڏهن سسئي اُهو خيال ٻوڙائيندي پُنهل جي محبت ۾ مست ٿي پُڇيو تہ ڇا مون ڏي پُنهل ماڻهو موڪليو آهي؟ سسئيءَ جي محبت جي زباني مرشد لطيف اِجهو هن طرح بيان ڪئي آهي تہ:

اَچِي عِزرائيل، سُتي جاڳائي سَسئي،
ٿي ٻوڙائي دَلِيل، تہ پُنهون ماڻهو موڪليو.

3. سُر ليلا چنيسر:

ليلا، راجا چنيسر سومري جي پَٽ راڻي هُئي، راجا چنيسر تمام حسين و جميل راجا هو، مٿس ڪيترين ئي حسينائون موهت هُيون، جن مان ڪؤنرو نالي حسينا بہ هڪ هُئي، جيڪا پر پٽ راجا چنيسر جي حُسن جي هاڪ ٻُڌي مٿس موهت ٿي پئي هُئي، ٻي ڪا واهہ نہ ڏسي پنهنجي ياءُ موڪيءَ کي ساڻ ڪري، اتڪل بازيءَ کان ڪم وٺي، ليلا وٽ گهرو نوڪرياڻيون بڻيون، ڪؤنروءَ وٽ هڪ هار هو، جيڪو ليلا کي ڏاڍو پسند آيو هو ۽ اُن هار کي حاصل ڪرڻ لاءِ ليلا هڪ رات لاءِ پنهنجي وَر راجا چنيسر کي وِڪرو ڪيو. راجا چنيسر پنهنجي دوستن سان ڏاڍو پيتو هو ۽ سُمهڻ مهل جڏهن محلات ۾ آيو تہ ليلا هٿ وٺي، پنهنجي مُڙس کي ڪؤنروءَ جي بستري تي وڃي سُمهاريو. چنيسر سڄي رات ڪؤنروءَ سان گڏ گذاري، ڪيس خبر ئي ڪانہ پئي تہ آءُ ڪنهن سان سُتل آهيان! آخر فجر مهل جڏهن

نشي جو خُمار لٿس ۽ پاڪُر ۾ ڪوُنروءَ کي سُتل ڏٺائين تہ پريشان ٿي ويو. پوءِ ڪوُنروءَ سچي حقيقت کيس ٻُڌائي، تہ تنھنجي ليلا توکي ھڪ ھار تي ھڪ رات لاءِ مون وٽ وِڪرو ڪيو آھي! جنھن تي راجا چنيسر کي سخت صدمو رسيو ۽ ليلا کان منھن موڙي ڇڏيو ۽ ڪوُنروءَ جو قُرب ڏسي، کيس پنھنجو ڪٽي ڪيو. جنھن تي ليلا ڏاڍو پڇتايو. ڇو تہ چنيسر جي محبت کان محروم ٿي وئي ھُئي، محبت ھڪ اَزلي بِشارت آھي ۽ اُن جي خوشي اَبدي آھي. محبت واري رستي کي صِراط المُستَقِيم چئجي ٿو. ھن ساري ڪائنات جو قيام ۽ بقا محبت تي ٻڌل آھي. رب پاڪ پنھنجي مخلوق کان محبت کان سواءِ ٻيو ڪُجھہ نٿو گُھري. حقيقت جي اکين سان ڏٺو ويندو تہ محبت ھڪ روشن صُبح نظر ايندو جنھن جي رات ٿئي ئي ڪانہ ٿي. اجا بہ ائين ڪٽي چئجي تہ محبت آبِ حيات جي اُھا بُوند آھي، جنھن سان مُرده جذبا زنده ٿي پون ٿا. شاھہ سائينءَ ليلا جي ليلائڻ، عاجزيءَ ۽ محبت واريون دليون پڄائيندڙ ڳالھيون ڪندي، ليلا کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ: اي ليلا! جنھن کي تو ھار سمجھيو ھو سو تہ سُورن جو ڳٽ ھو جو چنيسر تو تان ھٽ ڪٽي وجي پورھيت ڪوُنروءَ جو پاسو ورتو سُتل مڙس ڪنھن سان اٽبٽت جو ورتاءُ نہ ڪري! اي ليلا! تون ھُئين تہ نھايت سِياڻي ۽ وَر جي بہ سُڌ ھُئي تہ ھُن جو توسان پير ھو ۽ تو وٽ ھارَن جي ڪابہ ڪمي ڪانہ ھُئي، پوءِ بہ تو سمجھيو تہ نئين قِسم جو ھار پائي سُھڻي ٿي ٿيان. گھوٽ کي تہ بيوفا ڪُنوار جو سمورن نمونن جو سينگار نٿو وڻي، ھُو تہ دلين جو پارکو آھي ۽ اندر جو ويچار ٿو پروڙي، ۽ دلين جي پرک ٿو لھي، ھو ٻاھريون ٺٽ ٺانگر نہ ٿو ڏسي، پر اندر جي سچائي ٿو ڏِسي. پڻائي گھوٽ ان سچي منظر کي ھن ريت چِٽيو اٿس تہ:

تو جو پَائيو ھَارُ، سو سُورن سڳڙو،
چنيسر چِت ڪٽي، ٿيو پورھيت جو پَارُ،
اُٽت جو آچار، ڪانڌ ڪنھن سِين مَ ڪري.

**يا**

هُئين تہ گھڻو هوشيار، ڳل بہ هُئي ڪانڌ جي،
تو ڀانئيو موچاري ٿيان، ڳِچيءَ پائي هَارُ،
ڪانڌ ڪوڙي نہ وٺي، سنئين ڀِتن سينگار،
وهپ لهي وينجهار، دليون پرکي داسڙو.

ڏٺو ويندو تہ محبت اُها پاڪ ۽ اڪثير شيءِ آهي، جنهن سان گهايل دلين ۾ شگفتگي ۽ تازگي پيدا ٿئي ٿي. محبت جاني صحبت جو ثبوت آهي، جنهن جي دل ۾ گهڻي ڪان گهڻي محبت آهي، اُنهي کي ئي پاڪ رُوح وارو سمجهيو ويندو آهي، جنهن جي دل ۾ محبت آهي ئي ڪانہ، تنهن کي پليت رُوح وارو سمجهيو ويندو آهي، يعني منحوس! شاهہ سائينءَ، ليلا جي محبت جي مالها کي اهڙي تہ سهڻي نموني سان سَنواريو سينگاريو آهي، جو عقل دنگ رهجيو ٿو وڃي. شاهہ سائينءَ، ليلا کي پنهنجي شخصيت جو پارس لڳائي سون بڻائي ڇڏيو آهي. ڏسو تہ شاهہ سائينءَ، ليلا جي رُوپ ۾ اچي نهايت عاجزيءَ ۽ محبت سان چوي ٿو تہ: اي منهنجا مُحب! منهنجو هوش خطا ٿي ويو، تنهن ڪري مون غلطي ڪئي آهي، پر تون تہ پنهنجي شان کي سُڃاڻج، تون ئي گُمراهہ ٿي ويلن جا توڙ ڪان ئي عيب ٿو ڍَڪين. اي منهنجا ڀُتار! تون ئي عيبدارن، گُنهگارن کي ڍڪيندڙ ۽ بخشيندڙ آهين!

سهسين سهڻيون، من موهڻيون تنهنجون آهن، اُنهن جو تون وَر آهين، اُنهن مان آءٌ بہ هڪ آهيان! اي داسڙا! تون مون کي ڏهاڳ نہ ڏي، متان مان مِهڻي آب نہ ٿيان. اي چنيسر! پاند منهنجي ڳچيءَ ۾، سو تُنهنجي هٿ ۾ آهي، جيئن وڻئي تيئن ڪر، مگر مون کي ڏهاڳ نہ ڏي، مون کي تو مان بخشش جي اُميد آهي، ڀٽائي گهوٽ ليلا جي محبت ۽ عاجزيءَ واري نُڪتي کي هن ريت بيان ڪيو آهي تہ:

جي مَان مُوڙهي مَت، تان پَاڻُ سُڃَاڻِج سُپرين!
اَصل اَواين جا، عيب ڍڪين تون اَت

اي پرين تنهنجي پت، جيئن ولهيون ڏڪين ولها!

يا

ڪُوڙيون تُنهنجون ڳاڻِٽيُون،
تُون ڪُوڙين سَندو ڳانڍُ.
مُون ڪي ڏيل مَ ولها! تہ وَرَ ويجان نہ وِڙ واند.
مُون ڳِچيءَ ۾ پَاند، تو چنيسر هَٿ ۾.

[روزاني جاڳو ڪراچي، ڇنڇر 26 اپريل 1997ع تي ڇپيل]



# شاهہ عبداللطيف ۽ مذهبي انتهاپسندي

سنڌ جي سر زمين جيڪا تمام فضيلتن ۽ برڪتن واري ڀُونءِ آهي، تنهن ڪيترائي قومي هيرا پيدا ڪيا آهن، جيڪي پنهنجي عملي ڪردار سان تاريخ جو حصو بڻجي ويا آهن، جن جي زندگي مشڪل راهہ آهي، اهڙن عظيم انسانن مان شاهہ عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ بہ هڪ آهي. شاهہ سائينءَ جو جنم 1689ع ۾ ٿيو اُهو دَور سنڌين لاءِ غلاميءَ جو دَور هو. سنڌ جا سنڌي حاڪم دهليءَ جي مغل حڪمرانن جا ڏن ڀَرُو ۽ جي حُضوريءَ ڪرڻ وارا هُئا، اُن وقت دهليءَ جو حاڪم اورنگزيب عالمگير هو جنهن کي وقت جي مذهب فروش مُلن مولوين مُحي الدين جو لقب ڏنو هو يعني (دين جو محافظ) اُن دين جي محافظ جي حالت اِها هُئي، جو پنهنجي پيءُ شاهجان کي قيد ڪري پاڻ تخت تي وينو هو. وڏي ڀاءُ دارا شڪوه ۽ ٻين ننڍين ڀائرن کي قتل ڪرائي ڇڏيائين، اُن سان گڏ صوفي سرمد، جيڪو وڏو بزرگ ۽ عظيم انسان هو، تنهن کي بہ شهيد ڪرايائين، مطلب مُلن مولوين جي هٿ ٺوڪئي (محي الدين) اورنگزيب عالمگير جا هٿ بيگناهہ مظلومن جي رت سان رنڱيل هُئا. شاهہ عبداللطيف پنهنجي تيز فهم ۽ دُوررانديش نگاهہ سان ڏسي رهيو هو. اورنگزيب جڏهن وفات ڪئي هُئي، تڏهن شاهہ سائينءَ جي عمر 17 سال هُئي، اهڙيءَ طرح 1696ع ۾ جڏهن سنڌ جي غدار جاگيردارن، پيوتارن، رئيسن، وڏيرن ۽ ميرن پيرن سنڌ جي ڏاريئي ڏاڙيل گورنر اعظم خان پٺاڻ سان ساز باز ڪري، وقت جي مذهب فروش مُلن مولوين کان صوفي حضرت شاهہ عنايت خلاف فتويٰ وٺي شهيد ڪرايو هو، اُن وقت شاهہ سائينءَ جي عمر 28 سال هُئي، ۽ هُو اُهو سڀ ڪُجهہ ڏسندو رهيو تہ مذهبي ٺڳ مُلن مولوين ڏارئي گورنر ۽ سنڌ جي جاگيردارن، پيوتارن، رئيس وڏيرن ۽

پيرن ميرن سان مِلي فتويٰ جاري ڪري، شاهہ عنايت کي ڪيئن شهيد ڪرايو؟ اِهو سڀ ڪجهہ شاهہ عبداللطيف پنهنجي اکين سان ڏسندو رهيو ۽ مشاهدو ڪندو رهيو تہ مُلا مولوي ڪهڙي ريت پيٽ ۽ پئسي تي فتوائون ٽا وِڪڻن، ۽ پنهنجي اعزازن جي خاطر خلق خدا کي گُمراهين جي چڪر بازين ۾ ڪيئن ڦاسائي رکن ٿا، ۽ اهڙيون مذهبي ريتون، رَسمون ايجاد ڪري رکيون اٿن، جن جي ڪري ماڻهن جو مرڻو پرڻو شادي غميءَ جيڪو ڪجهہ بہ آهي، اُنهن نڳن کي ڪارائڻ پيارڻ کان سواءِ نٿو ٿي سگهي، اُنهيءَ ڪري جڏهن انساني ڀلائي ۽ اصلاح لاءِ ڪا ڳالهہ ٿئي ٿي تہ سڀ کان پهرين اُهي مذهبي نڳ ٽولي جا ماڻهو جُبن، دستارن ۾ ويڙهجي، پنهنجن عالمانہ فريبازين جا هٿيار ڪڍي، انساني ڀلائيءَ جو رستو روڪڻ لاءِ اُٿي اڳيان بيهي ٿا وجن، ۽ اهڙو سانگ ڪڍي ٿا رَچائين جو دنيا حيران پريشان رهجي ٿي وڃي. صوفي شاهہ عنايت واري تحريڪ (جو ڪيڙي سو ڪائي) انساني ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ هُئي، جيڪا مُلن مولوين کي نہ وڻي، ۽ وڏو سانگ رَچائي ظلم جو ڀرپور ساٿ ڏئي، شاهہ عنايت کي شهيد ڪرايائون. هن طبقاتي ۽ قومي جنگ ۾ شهيد ٿيل اڳواڻ صوفي شاهہ عنايت شهيد ۽ سندس پوئلڳ شهيد فقيرن جو ڀٽائي گهوٽ تي وڏو اثر ٿيو ۽ ڏک جو اظهار ڪندي چيائين تہ:

وَيا مور مَرِي، هَنج نہ رَهيو هيڪڙو،
وَطن ٿِيو وَري، ڪُوڙن ڪانئيرن جو.

يا

آن ڪي ساٿي ڏِنَئي، جي مُون ويڙهہ وِڃائيا
رُئان رَت مَجُٺَ، هاڻي تَن هوتَنِ ڪي.

ڀٽائي گهوٽ ڏنو تہ صوفي حضرت شاهہ عنايت جي شهادت کان پوءِ بہ مُلا مولوي ماٺ ڪري نہ وينا، هُو سياسي سماجي ڳالهين ۾ هرويرو بہ ٽنگ اَڙائي جائز کي ناجائز ۽ ناجائز کي جائز چئي مذهب جي نالي ۾ ظلم

ڪندا رهن ٿا. ۽ حُسن اخلاق وڃائي، دين کي نمائش طور پيش ڪندا رهن ٿا. تہ جيئن سڀ ڪو سمجهي تہ فلاڻو يا فلاڻو وڏو ديندار آهي، وڏو بُزرگ آهي، وڏو پلارو آهي، حاجي نمازي ۽ سڳورو آهي، وغيره وغيره. ڀٽائي گهوٽ بار بار مشاهدو ڪري ڏٺو تہ مُلن مولوين جي هٺ ڌرميءَ واري مذهب مان، خوف خرابي، ظلم ۽ زيادتيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نصيب نٿو ٿئي، ۽ هُو تباهي بربادي ڪري رهيا آهن. مُلا مولوي مجاور ۽ ڪانءُ عادتن ۾ ٿيئي هڪجهڙا آهن. شاهہ جو مجاور جو اشارو بدنيت پيرن ڏي آهي، ۽ ڪانءُ جو اِشارو فرعون صفت جاگيردارن، ڀوتارن ۽ رئيس وڏيرن ڏي آهي. چوٽي آهي تہ ’ڪانءُ کي لُٽ ۾ مزوا‘ جاگيردار، ڀوتار ۽ رئيس وڏيرا بہ ’ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريوا‘ واري اُصول تي ڪاربند هوندا آهن. ۽ مُلن مولوين جو سٺ ۽ ٻئسن جو حِرس مشهور آهي، جو ڪين ست رَڇيون ڀؤ تي ڪارائي، پوءِ ڪنهن حلوي سيري جي ڪائڻ لاءِ ڇٽبو تہ، چوندا تہ اورتي ڪريو جو ثواب خاطر ضرور ڪائبو جو منو ڪائڻ سُنت آهي! مجاور جي عادت بہ ساڳي آهي، سندس ڍَؤ ٿئي ڪونہ. ڪنهن قبر واري پير تي روزاني هزارين رُپيا گڏ ٿيندا، ڪيئي قيمتي ٻَڙ پيا پَوندا، ٿَندرون پيون ڳُسنديون ۽ ديڳون پيون لَهنديون ۽ چڙهنديون، پر پوءِ بہ مجاور چوندو، ڪُجهہ نہ ٿيو اَڃا گهٽ آهي! هِن ڪان اڃا وڏيڪ اڇي تہ سُنو ٿئي ها! ڪانءُ جي ڪِرت بہ ساڳي آهي، سُنو ڪارائي شهد شُڪر جي وَهندڙ ندين تي ويهاري ڇڏبو، پرسان ڪنهن برتن ۾ ڪا غليز شيءِ وِجهي ڍَڪي رکبي تہ ڪانءُ اُن جو ڍَڪ لاهي، اُن گند ۾ چُهنب ضرور ٻوڙيندو! ڇاڪاڻ تہ هُو عادت کان مجبور هوندو آهي، جاگيردار ڀوتار ۽ رئيس وڏيري جو حِرس بہ ساڳيو هوندو آهي، هُو چاهيندا آهن تہ هر شيءِ اسان وٽ هُجي! اهڙين حالتن کي ڏسي شاهہ سائينءَ کي چَوِڻو پيو تہ:

مُلو مُجاور، ڳانءُ، ٽيئي اڪر هيڪڙي،
هو سيڱ نہ وڃي سامهون، هو نينهن نہ ڳِنهن ناءُ،
جِت ڳُرڙ سندو گانءُ تت ڪُنڏا ڪوئين ڪنڌ کي

بس شاهہ سائينءَ جو ايترو چوڻ ۽ مُلن مولوين ۽ پيرن جي وَٺ وٺان ٿي، وئي، چيائون، ڇا جو شاعر؟ ڇا جو صوفي فقير؟ هي تہ بنهي خارج اسلام آهي، جو مُلن مولوين ديندارن بُزرگن ۽ سڳورن جي پونئيرن، ٻُهاريدارن، مُجاورن کي ڪانءُ جهڙي ڊونڊ ڪائڪ حرام پکيءَ سان مِلائي مشابهت ڏئي، کين بُرو ڀلو بدشد ڳالهايو اٿس، کين وات ۾ هَڏي ڏيڻ جي ڳالهہ ڪري ڏٽيءَ جي در تان ڌِڪارجي ۽ تڙجي وڃڻ جي ڳالهہ ڪئي اٿس. هن بزرگن، ڀلارن ۽ سڳورن جي وات ۾ هڏي ڏيڻ جي ڳالهہ ڪري وڏو ظلم ڪيو آهي! هن تہ ڀلارن جي شان ۾ گستاخي ڪئي آهي! هي تہ شرافت جا سڀئي ليڪا لتاڙي ويو آهي! ابول! ظلم ٿي ويو! بس اُن وقت جي ظاهر پرست مُلن مولوين گادي نشينن، پيرن شاهن ۽ مجاورن جي دانگي پڇي پئي، چؤطرف وٺ پڪڙ ٿي وئي، ڪُفر جون فتوائون جاري ٿي ويون، سڀئي مفت خور مڪار، نڱ تولي جا ماڻهو گڏ ٿي ويا ۽ سڀئي فريبڪارين جا هٿيار کڻي شاهہ سائينءَ جي خلاف اُٿي کڙا ٿيا، چيائون تہ ظلم ٿي ويو شاهہ ڀٽائي اسلام ۽ اسلامي ماڻهن جي شان ۾ گستاخي ڪئي آهي، کيس ڦاسي تي لٽڪايوس! ڪِن چيو تہ وِجهوس ڪاٺ ۾ تہ خبر پويس! ڪِن چيو تہ سنگسار ڪريوس! ڪِن چيو تہ يار مست ملنگ آهي، ڇڏيوس! ڪِن چيو تہ هُو مجذوب آهي، مُلو مُجاور، ڪانءُ ڪِن ٻين شين ڏي اشارو آهي وغيره وغيره. اجا انهيءَ ڳالهہ جي ماٺار مس ٿي، ڀٽائي گهوٽ ڏنو تہ ڏارين جي اِشاري تي ساڳيا ئي مُلا مولوي هڪ رٿيل منصوبي تحت ٽولا ٽاهي، سنڌ جي ڪُنڊ ڪڙڇ ۾ ڪاهجي پيا آهن تہ جيئن هُو سنڌي ماڻهن جي ذهني سُجاڳي ۽ آزاديءَ جي اُڀرندڙ جذبي کي ختم ڪري، کين سُست بيڪار ۽ ڪمزور بنائي ڇڏين. اهڙن مذهبي ٺڳن پنهنجي چالبازي، مڪاري ۽ منافقيءَ سان مذهب جي نالي ۾ سنڌي قوم کي بيوقوف بنائي، هنن کي مذهبي فرقي پرستي، ذاتين، قبيلن جي بنياد تي گروهہ بنديون ڪرائي، ماڻهن ۾ هڪٻئي جي خلاف نفرتن جو ٻج پوکڻ شروع ڪيو ايتري قدر جو هُو هڪٻئي جي خون جا پياسا بنجي ويا، اُنهن

مذهبي نڳن اُهو ٻڌايو تہ هندو ڀيل، ڪولهي، باگڙي، مينگهواڙ اوڏ، جوڳي، شڪاري، هڏڙواڙ وغيره ڪافر آهن، اُهي مذهب اسلام جي خلاف آهن، تنهن ڪري اُنهن سان لڳ لاڳاپا ختم ڪيا وڃن، اُنهن سان واسطو رکڻ يا پلائي ڪرڻ ڏوهہ آهي، ايتري قدر جو اُنهن کي هٿ ٿو لڳي تہ ماڻهو پليت ٿيو وڃي، تنهن ڪري اُنهن پليتن کان پري ڀڄجي، اُنهن سان ڪو واسطو نہ رَکجي! مُلا مولوي مشائخ، پير، شاهہ ۽ مُجاور وغيره اُنهن جا ظاهر ۾ لَڇڻ ڪيترا بہ بُڇڙا چو نہ هُجن، پر پوءِ بہ عام ماڻهن کان پلارا ۽ سڳورا آهن، چو تہ پلارن بُزرگن جو اولاد آهن. مير بحر، مهاڻا، ماڇي، مگڻهار، ڪوري، موچي، سوچي، لوهار، ڪنيار، ڌوٻي، ٻالا ۽ شيخ وغيره گهٽ ذات آهن، پير، پيرزادا، حمزي جو اولاد، ٻروچ اُوچي ذات آهن، سندن اخلاق ڪيترا بہ بُڇڙا، بيحيائي، بدمعاشي وارا هُجن، پر پوءِ بہ هُو اُوچي ذات وارا آهن. سنڌ ۾ اهڙي قسم جي مذهبي ڪٽرپڻي ۽ اُوچ نيچ، ذات پات واري انساني اُصولن ۽ قدرن جي پيالي ڏسي، شاهہ سائينءَ کي اُن جو ڏاڍو ڏُک ٿيو ۽ کيس ماٺ ڪانہ آئي. مُلن مولوين جي اَجاين سجاين ڳالهين تي اعتبار ڪري انسان دشمنيءَ وارا عمل ڪندڙن کي سمجهائيندي چيائين تہ هُو دنيا جي لالچ ۾ اچي حقيقت کان مُنهن موڙي ويٺا آهن، هنن دنيا تي دين وِڪرو ڪري، پاڻ کي حق کان خالي ڪري ڇڏيو آهي، اُنهن کي مُلا مُلا چئو هُو اهڙا شڪار ڪندڙ آهن، هو مرونءَ جي ماس تي ماڻڪن جو سودو پيا ڪن، اهڙن مذهب فروش مُلن تي لعنت هُجي، اهڙن مُلن مولوين لاءِ مرشد لطيف اِجهو هن طرح فرمايو آهي تہ:

مُلا مُلا مَ چَئو هُو آهيڙِي آهِين،
مِرونءَ سَندي مَاهَہ تي، ٿا ماڻڪ مَٽائين،
اُنهن تي آهِين، لَعنتُون لطيف چَئي.

يا

قِريا پَسي قيڻ، کَرين کِير نَہ چَکِيو،
دُنيا ڪَارڻ دِين، وِڃائي وَلهَا ٿِيا.

بس پوءِ تہ وري نئين سِر ٻارڻ ٻَري ويو وٺ وٺان شروع ٿي وئي، تہ شاهہ لطيف ڪھڙي قسم جو صوفي فقير آهي، جو بزرگن کي گھٽ وڌ ڳالھائي، مٿن لعنتون پيو وِجھي! هي تہ اسلام ۽ اسلامي ماڻھن جي خلاف ڪم ڪري رهيو آهي، هي ڇا جو صوفي فقير آهي، هي تہ بنھہ مارڻ جھڙو آهي، هن کي درويش صوفي فقير چوڻ ئي ڏوهہ آهي، هي تہ وڏو بغاوتي ۽ فسادي آهي ۽ ديندارن جو دشمن آهي، نہ ڇڏيوس، پڪڙيوس، ماريوس، جو عالم سڳورن جي شان ۾ گُستاخي ڪري کين گھٽ وڌ ڳالھايو اٿس، کين آهيڙي (شڪاري) چيو اٿس. اڙي ظلم تہ ڏسو هنن لاءِ چوي ٿو هُو مِرونءَ جي ماس تي ماڻڪ ٿا مَٽائين، اڙي قيامت اچي وئي، هُو چوي ٿو تہ مُلا مولوي سوئر جو گوشت ماڻڪن تي خريد پيا ڪن، توبهہ توبهہ اهڙو ڪُوڙ، وري اُنھن تي لعنتون پيو ٿو وجھي. اڙي! آهي ڪو جو هِن دين جي دُشمن کي سمجھائي، ابول! قيامت اچي وئي، اڙي! هي تہ نئين نسل کي بِگاڙي تباهہ ڪندو ابول! پيينگ ٿي وئي، ظلم ٿي ويو پوءِ پٽائيءَ گھوٽ کي هڪڙي شهر کان ٻئي شهر تائين نيڪالي ملي، آخر اُتي بہ کيس ويھڻ ڪونہ ڏنائو ۽ مجبور ٿي کيس جھنگ مُنھن ڪرڻو پيو ۽ عام ماڻھن جي نظر کان ڪجھہ وقت لاءِ غائب ٿي ويو. شاهہ سائين مذهبي ڪٽرپڻي تعصب پرستي ذات پات، اُوچ نيچ جي پليتيءَ کان بلڪل پاڪ صاف هو سندس علم، فھم، فڪر ۽ فلسفي ۾ هن جو ڪوبہ مَٽ ڪونہ هو آهستي آهستي جھنگ ۾ بہ سندس محبتي ماڻھن کيس ڪونہ ڇڏيو ماڻھن جو هي حال هو جو:

ڪُوڙين ڪَن سَلام، اَچي آسَڻُ اُن جي.

عام ماڻھو شاهہ سائينءَ کي سچو سمجھڻ لڳا، اُن ڪري ئي ظاهري طرح مُلا مولوي ۽ ٻيا مخالف کيس ڪوبہ نقصان پھچائي نہ سگھيا، باقي ڳُجھہ ڳوهہ ۾ هُنن وسان ڪين گھٽايو ڪڏهن سرديءَ کان بچڻ لاءِ معجون ۾ زهر ملائي ٿي ڏنائون تہ ڪڏهن وري چڙهڻ لاءِ خطرناڪ تاهڙ گھوڙي ٿي ڏنائون، چوندا آهن تہ جنھن کي رب رکي، تنھن کي ڪير چکي! مُلن مولوين، جاگيردارن، پوتارن ۽ حاڪمن گڏجي گھڻو ئي ڪجھہ ڪيو پر شاهہ

سائينءَ جو وار بہ ونگو ڪري ڪونہ سگهيا. پٺتائي گهوٽ جي بہ مُلن مولوين جي چُر پُر تي خاص نظر هُئي، هُن ڏٺو تہ هو هڪ طرف مذهب جي اڳواڻي ڪندي، پاڻ کي حق سچ جا پيروڪار چَوِرائي رهيا آهن. ٻئي طرف هر ظالم جابر جي حمايت لاءِ مذهب جي غلط تشريح ڪري اُنهن جا ٻانهن ٻيلي بڻجي، انسان دشمني ڪري رهيا آهن. هُن اهڙن مذهب فروش مُلن مولوين کي پاراتا ڏيندي چيو تہ: اي مُلا! 'تُنهنجي شل ماءُ مري ۽ تُنهنجو پٽو سندس پيٽ ۾ ئي قِسي پوي! ڇاڪاڻ تہ حقيقت کي اکين سان ڏسڻ کان پوءِ بہ تون ڏوڙ ٿُبي هٽي ناحق جي طرف هليو ٿو وڃين!' پٺتائي گهوٽ اهڙن حق سچ جي انڪاري مُلن لاءِ هن ريت نِنديو آهي تہ:

مُلا مَرَئِي مَاءُ، پِٽو قِسي پيٽ ۾،
اَکين ڏِسي اَللهُ، ٿُبي هَٽي ڏُوڙَ ۾.

مرشد لطيف مذهب جي نالي انسان دشمنيءَ واري مُلائپ واري عمل کي نهايت نفرت جي نگاهہ سان ڏسي، اُن کي نِنديو آهي، مذهب کي رُڳو زبان سان رسمي ۽ سِطحي طرح نہ، پر يقين ۽ بصيرت سان نرت ۽ سُرت سان مڃڻ جي تلقين ڪئي آهي، عاشقانہ روش ۽ والهانہ انداز سان مڃڻ لاءِ فرمايو آهي، ايمان جي ڪيفيت کي زباني علم گوءِ هجڻ اسلام ۽ ايمان لاءِ ڪارگر نٿو سمجهي، اها علم گوءِ دل ڪهڙي ڪم جي! جا دل دغا، فريب، ٺڳي ۽ دوکي سان ڀريل هُجي، شِرڪ شيطان منجهس خيما کوڙيو ويٺو هُجي، انسان حيات ۽ ڪائنات جي حقيقت ۽ رازن جو ڪو احساس ئي نہ هُجي، پر مُرڳو انسان ذات لاءِ دل ۾ دغا فريب، مڪر ۽ نفرت هُجي، اهڙي مسلمان کي مرشد لطيف مخاطب ٿيندي چوي ٿو تہ: 'تون رڳو منهن ۾ مسلمان آهين، پر تنهنجي اندر ۾ بت تراش آزر ويٺو آهي، جيڪو چارئي پهر ويٺو دغا، فريب، مڪر، ٺڳي، نفسانيت، خيانت، بدمعاشي ۽ بُڇڙائي جا بُت ويٺو گهڙي، تُون رڳو زبان سان وڏا وڏا ڪلما پيو پڙهين، وڏو وات ڦاڙي ذڪر ٿو

ڪرين تہ جيئن ماڻهو توکي نيڪ سمجهن، پر حقيقت ۾ ٿُون اُنهن بُتن جي پوڃا پيو ٿو ڪرين!' مرشد لطيف اهڙن مڪريل ملن لاءِ فرمايو آهي تہ:

اُن پَر نَہ اِيمَانُ، جي ڪلمي گو ڪوٺائين،
دَغا تَنهنجي دِل ۾، شِرڪ ۽ شَيطَانُ،
مُنهن ۾ مسلمان، اندر ۾ آزر آهين!

يا

مُنهن ۾ تہ موسيٰ جهڙو عادت ۾ اِبليس،
اهڙو خام خبيث، ڳَڏِي ڪوهہ نہ ڇَڏِيين!

سنڌ اندر پِٺائي گهوٽ جي دَور کان وٺي هي مشهور آهي تہ، مُلا مولوي مرشد لطيف جا پِٽيل آهن، اڄ بہ ڪو چندي خور ۽ مذهب فروش مُلا مولوي ڪٿان ڪو سٽيو ٽڪر کائي نذرانو وصول ڪري، رياڪار بڻجي حق کي ڇڏي، ناحق جو ساٿ ڏيندو آهي، يا بهشت جا دلاسا، دوزخ جا دڙڪا ڏئي، پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، يا وري مذهبي نفرتون پيدا ڪري ماڻهو ويڙهائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي تہ ڪيترا ماڻهو مرشد لطيف جا لفظ ورجائي چوندا آهن تہ:

مُلا ناءُ موليٰ جو، آخوند سڀ انڌا،
لاهي ڇَڏ لَطيف چَئي، تِن ڪَاڙِين جا کَنڌا،
اُهي اَنڌائي اَنڌا، پِٽين پيرايو ڪِينڪِي!

[روزاني جاڳو ڪراچي، جمعو 30 جون 1997ع ۾ ڇپيل.]



# شاهہ جي شاعريءَ ۾ مزاحمتي پهلو

سنڌ، ايامن کان وٺي عام ادب جو سرسبز مرڪز پئي رهي آهي، هن مشڪان موچاري ۽ پلاري پونءِ جي ڪُک مان ڪيترن ئي عظيم انسانن جنم ورتو آهي، اُنهن عظيم انسانن مان شاهہ عبداللطيف ڀٽائي بہ هڪ آهي. شاهہ سائينءَ جو جنم 1689ع ۾ ٿيو اُن وقت جو دَور سنڌين لاءِ غلاميءَ جو دَور رهيو، سنڌي حاڪم، دهليءَ جي مُغل حڪمرانن جي جي حُضوري ڪرڻ وارا هئا، اُن وقت احمد شاهہ ابدالي ۽ نادر شاهہ دُراني سنڌ تي حملا ڪري، سنڌ کي وڏو ڇيهو رسايو هو. حملي آور رهزنن، سنڌين جي دلين کي جهوري وڌو هو اُن سياسي سماجي ردوبدل ۽ اُٿل پُٿل واري حالت کي شاهہ سائين بصيرت وارين اکين سان ڏٺو ۽ سنڌين جي دلين جا ٽڪر ٽوٽا ڳنڍي جوڙي، اُنهن ۾ نئين سِر ساهہ وِجهي، کين عظيم قومن جي قطار ۾ اچي بيهاريو هو. ۽ خدا کان سنڌ جي آزادي ۽ آسودگيءَ لاءِ غلام شاهہ ڪلهوڙي کي گُهري ورتو هو. جيڪو پوءِ سنڌ جي آزاديءَ جو علمبردار بنيو ۽ سنڌ ۾ آسودگي اچي وئي، اهڙيءَ طرح شاهہ سائين زندگيءَ جي جدا جدا آزمائشن، مرحلن، انساني جذبن، احساسن جو ترجمان ۽ سنڌ جي خوشحالي ۽ سنڌ سُڪار جو دعاگو رهيو، ساڳي وقت ڪل ڪائنات لاءِ پڻ خير گهرندي چيائين تہ:

سَائِينم سَدائِين ڪَرين، مَٿي سِنڌ سُڪارُ،
دوست تُون دِلدار، عَالم سَڀ آباد ڪَرين!

شاهہ سائينءَ جي هن بيت ۾ ڏنو ويندو تہ سنڌ کي سُکي سَتابي واري دعا سان گڏ، هن پوري ڪائنات جي آباد هُجڻ لاءِ دعا خير گُهري آهي. پاڻ سڳورن ائين هرگز ڪونهي چيو تہ ’رُڳو مسلمان سڳورن کي آباد

ڪجاڻ ۽ ٻين کي نہ!‘ اُن سنڌي ماڻهن سان گڏ عالمِ انسانيت لاءِ دعا گُهري آهي. شاهہ جي شاعريءَ خدا جي ڪُل ڪائنات لاءِ هڪ دُعا سان گڏ هڪ عالمي پيغام پڻ آهي. شاهہ سائينءَ جو احسان گهٽ نہ چئبو اُن وقت جي حاڪماڻي ٻولي، جيڪا فارسي هُئي، ۽ شاهہ سائينءَ فارسي جي جي وڏي بهادريءَ سان مخالفت ڪندي چيو تہ:

گولو توءِ غلام، جي تو فارسي سِکيو!

۽ اُن جي جاءِ تي پنهنجي قديم سنڌي زبان ۾ شاعري ڪري، سنڌي قوم کي اُن جي عظمت جو اشارو ڏيندي چيو تہ:

جي تو بيت ڀانئِيا، سي آيتُون آهِين،
نِيو مَن لائِين، پِريان سَندي پارُ ڏي.

شاهہ سائينءَ سنڌ جي تاريخ، تهذيب، ثقافت، متي ۽ سنڌي ماڻهن جي جذبن ۽ احساسن جو شاعر آهي. شاهہ سائينءَ سنڌ جو رُوح روان ۽ سنڌ جو ساهہ پساهہ آهي. شاهہ لطيف سنڌ آهي ۽ سنڌ لطيف آهي. جيڪڏهن ڪو سنڌ کي مڪمل ڏسڻ ۽ اُن کي مڪمل سمجهڻ چاهي ٿو تہ شاهہ سائينءَ جي رسالي کي کولي، اندر جي اکين سان پَروڙي پڙهي، اُن جو اُونهو اِڀياس ڪري، جيڪي سنڌ سجاڻ سياستدان انقلابي بنجي، سنڌ جي خدمت ڪرڻ گُهرن ٿا ۽ سنڌ ۾ انقلاب آڻڻ گُهرن ٿا، تن کي شاهہ سائين جي شاعريءَ مان، اُن انقلاب لاءِ اهڃا گس پنڌ، سُڌ ۽ پيچرا ڳولهڻا پوندا ۽ ڪين شاهہ جي شاعريءَ جو عملي پيروڪار ٿيڻو پوندو، ڇاڪاڻ تہ سنڌ جي مڪمل ڀلائي ۽ بهتريءَ جا سڀ نُسخا شاهہ جي شاعريءَ ۾ محفوظ ۽ موجود آهن. ان سلسلي ۾ شاهہ سائينءَ هن ريت فرمايو آهي تہ:

ڪَڏهن پئجي ڪَن تِي، ڪَڏهن تِجي وَاتُ،
ڪَڏهن تِجي ٻَڪرو، ڪَڏهن تِجي ڪَاتُ.

ڏٺو ويندو تہ شاهہ سائينءَ مٿيون بيت چئي، پنهنجي وسيع النظري، روشن خيالي ۽ سچائيءَ جو ثبوت ڏئي، زندگيءَ جي واٽ کي جرڪائڻ لاءِ

لاٽ جو ڪم ڏنو آهي. شاهہ سائينءَ جي هن بيت مان صاف ظاهر آهي تہ:
پاڻ سڳورن ڪڏهن ڳن بنجي ٻين جي ڳالهين کي ٻُڌڻ، سمجهڻ، پرکڻ،
پُرجهڻ ۽ پَروڙڻ لاءِ چيو آهي، ۽ ڪڏهن وري وات بنجي ٻين کي ٻُڌائڻ
سمجهائڻ لاءِ تاڪيد فرمايو آهي، يعني ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ جي ڳالهہ آهي ۽
ڪڏهن ٻڪر ٿيڻ يعني سَهڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي، ڪڏهن وري خود ٻڻجي
گُهڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي، يعني مرڻ مارڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي. آئون اڄ
سنڌي ٻوليءَ جي مهان ڪوي سنڌ جي سرجڻهار لاڪيٽي لطيف جي شاعريءَ
۾ مزاحمتي پهلوءَ تي مخصوص روشني وجهندس. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي
گهوٽ جي وقت ۾ جڏهن نادر شاهہ دُراني، سنڌ مُلڪ تي حملو ڪيو ۽ اُن
جو لشڪر ٻُڪايل بگهڙن وانگر سنڌ ۾ ڪاهي پيو. شاهہ سائينءَ اهڙو ظلم
زيادتي ٿيندي، سنڌ کي پيلجندي ڏنو تہ ڪيس ڏاڍو ڏُک ٿيو ۽ اُنهن ڏارين
ڏاڙيلن جي مخالفت ڪندي چيائين تہ هي جيڪي اوپرا ماڻهو سنڌ ۾
ڪاهجي پيا آهن، سي مون اڳ ڪڏهن بہ ڏٺا نہ آهن، اُنهن کي پنڻ چيو
وچي ٿو، هو اهڙا تہ بدمزاج آهن، جو منهنجي سنڌي ٻولي سمجهن ئي ڪونہ
ٿا، آءٌ ساڻن سنڌيءَ ۾ ٿو ڳالهايان تہ هُو وري پارسيءَ ۾ ٿا ڳالهائين! اهي
بنيادي طرح ڏاريا ماڻهو آهن، جيڪي اسان جا سڄڻ ٿي نٿا سگهن، ڪين
نقصانڪار سمجهندي، سنڌي ماڻهن کي سجاڳ ڪندي چيو تہ:

آئون سنڌي سمجهان، هو پارسيون پڇن
مون وٿان تن، سرتيون سور پرائيا!

يا

ڏُريان ئي ڏاريان، مِٺ مُئي جَا نہ ٿيا!

موجوده وقت جيان، اُن وقت بہ سنڌ جي ڪن ماڻهن خوف ۽ لالچ ۾
اچي، پنهنجي سنڌي ٻوليءَ کان پاسيرا ٿي، ڏارين وٽ سرخرو ٿيڻ، پاڻ وٽائڻ
خاطر پارسي ڳالهائڻ شروع ڪئي تہ اُنهن کي شاهہ نندينديي شرمائيندي
چيو تہ: اي سنڌيو! خبردار ٿيو اوهان خوف مطلبي چاپلوسي ڇڏي ڏيو، اوهان

کي پنھنجي سنڌي زبان آهي، جيڪا دنيا جي قديم ترين ۽ شاهوڪار زبان آهي، جيڪا دنيا جي قديم ترين ۽ شاهوڪار زبان آهي، عِلم اخلاق جي زيور سان سنواريل سينگاريل آهي، جيڪا ماڪيءَ کان مِٺي زبان آهي ۽ اُها اوهان جي مائُرن جي زبان آهي، جن اوهان کي اُن زبان ۾ لوليون ڏئي وڏو ڪيو آهي، اُها زبان اوهان جي بزرگن جي زبان آهي. حيف آهي اوهان جي حال تي، جو پنھنجين مائُرن ۽ پنھنجن وڏڙن جي سنڌي زبان کي ڇڏي، ڌارين لُٽيرن جي پارسي زبان کي چنبڙي پيا آهيو ۽ اُنھن جا غلام بنجي ويا آهيو جيئن اُجارو پاٽي گُهرندو آهي ۽ بُکيو ماني گُهرندو آهي، پر ڪي اُڃ، بُک جي باوجود بہ خاموش هوندا آهن ۽ ڪنھن اڳيان محتاج نہ ٿيندا آهن، اهڙا ماڻهو خاص ماڻهو سمجهيا ويندا آهن. جيڪي ”پلي بُک پرم جي شال نہ وڃي شان،“ واري چوٽي تي دائم قائم رهندا آهن. اهڙين ڏُکين حالتن ۾ مرشد لطيف پنھنجن سنڌي ماڻهن جي رهنمائي ڪندي ڪين هن طرح مخاطب ٿيندي چيو تہ:

گولو توءِ غلام، جي فارسي سکيو،
ٻڌو جو ٻن ڳالهين، سو ڪيئن چائي چام،
اُجيو تہ آب گُهري، بُکيو تان طعام،
ايءُ عامن سندو عام، خاصن منجهان نہ ٿيو!

سنڌ ۾ ڌارين جي ڦُرلٽ سبب ڏُکر واريون حالتون پيدا ٿي ويون هُيون، سنڌي ماڻهو بُکن ڏُکن ڏوجهرن جو شڪار ٿيڻ شروع ٿيا. شاهہ سائين جيڪو ڀھراڙيءَ جي ماحول جو نِپايل وڏو ڪيل هو، ٻولي توڙي احساسن ۾ سنڌي قوم جي وڏيڪ ويجهو هو، تنھن پسمنظر کي چڱي ريت پروڙي ڏٺو ۽ اُهي هنڌ روبرو گُهمي ڏٺا، جتي ڌارين جي لشڪر ظلم زيادتي تباهي ڪئي هُئي، سنڌ جي چَپي چَپي، رستي، واهڻ، شهر، بازارين، ڀھراڙين گُهمي ڏٺيون، ڪيس هر طرف تباهي نظر آئي هُئي، پنھنجي مسڪين ماروئڙن کي ڏُکويل حال ۾ ڏسي، پاڻ بہ ڏاڍو ڏُکي ٿيو اُن درد جون دانھون ڪندي چيائين

تہ افسوس! جو سنڌي ماڻهو ڌارين جي غلاميءَ ۾ اچي ويا آهن، سندن سُک ۽ آرام تباهہ ٿي ويو آهي، ڏُکن ٻُکن جي وَر چڙهي ويا آهن، سندن ٻنيون ٻارا تباهہ ٿي ويا آهن، سندن شهرن جون بازاريون ويران ٿي ويون آهن، چؤطرف سُج پئي واڪا ڪري، نڪا وونئڻن ۾ ڪپهہ رهي آهي، نہ وري ڪَتَڻ واريون ٽيون ڏِسجن، ڪپڙي ٺاهڻ جا ڪارخانا بند پيا آهن، تباهي برباديءَ کان خوف ۽ هراس کان سواءِ ڪجهہ نظر نٿو اچي، منهنجي ديس واسين جي اهڙي حالت تي منهنجو هينئون پڙ لوڻ جيئن ڳري رهيو آهي، شاهہ سائينءَ پنهنجي جادو بيانيءَ سان الفاظن کي معنيٰ جي معراج تي اِجهو هن طرح پهچايو آهي، چوي ٿو تہ:

نَ سي وونئڻ وِٽَن ۾، نَ سي ڪاتارِيُون،
پَسِئو بازاريون، هِينئَڙو مُون لُوڻ ٿِئي.

ڌارين هٿان سنڌ جي تباهي ڏسي شاهہ سائينءَ کي ويهڻ نہ آيو، هڪدم ماتمي لباس پهري، مٿو اُگهاڙو ڪري، هڪ هٿ ۾ تنبورو ۽ ٻئي هٿ ۾ ڪڙتال کڻي، سنڌ جي سري، لاڙ ڪوهستان ۽ وچولي ۾ ڪاهجي پيو ۽ چپي چپي، وستي واهڻ ۾ پنهنجي شاعري ۽ راڳ رستي سنڌين ۾ سُجاڳي آڻڻ شروع ڪئي، ۽ شاهہ سائينءَ جي سجاڳي جي سڏن ۽ ڪچهري ۾ معنيٰ خيز ۽ ماکي جهڙن مٺن گيتن ۽ سچائيءَ جي شفاف چشمن مان ڪيترائي سنڌي ماڻهو چُڪيون ڀِي چُست ٿيا، ساڻس عقيدت ۽ محبت جو هي عالم هو تہ:

ڪُوڙين ڪَن سَلام، اَچيو آسَڻ اُن جي!

شاهہ سائين اُنهن ماڻهن کي اڄ ڪلهہ جي نام نهاد صوفين وانگر ڳچيءَ ۾ چَڙا وِجهي، چرس ڀنگ پي، نشي ۾ ڌُت ٿي، ڪم ڪار گهر ٻار ڇڏي سڄو ڏينهن پِنڻ ۽ در در جا ڌِڪا کائڻ لاءِ نہ چيو. شاهہ سائين پنهنجي شاعري ذريعي سماجي ڪارج، سنڌ جي تهذيب، قومي اتحاد، آزادي ۽ انساني اتحاد جي رازن رمزن کان واقف ڪري، پنهنجي ڌتڙيل قوم جي رهبري ڪري، سندن دماغن تان جهالت ۽ غفلت جا پردا هٽائي آيل پستي،

سستي ۽ بزدليءَ جي بندن کي ڀڃي وهم، خوف ۽ لالچ جي ڀُوت کي ڀڄائي آزادي ۽ ترقيءَ جي راهہ تي وڌڻ لاءِ ڪوشش ڪري، ڪين سُجاڳيءَ جا سڏ ڪري، همت جا سندرا ٻڌرائي تيار ڪيو. شاهہ سائين پنهنجي جي موتين مالها کي هن طرح سنواريو سينگاريو آهي تہ:

سَڀ نَنگيُون ٿي نِڪرو، لالچ ڇَڏي لوڀ،
سُپيريان جي سوڀ، نِندون گندي نَہ مِلي.

يا

ڀيري ڀيري ٻنڌ، سُوراڻي سَندرو
ڪيچُ پرانهون پنڌ، سُورن رِيءَ نَہ سُٽرو!!

سنڌي ماڻهن جڏهن شاهہ سائينءَ جي ڏنل پيغام کي پروڙيو پرکيو ۽ کيس پنهنجن ڏُکن سُورن ۽ غم فڪر جو ساٿي سمجهيو، تڏهن سندس سڏ تي لبيڪ شاهہ پڪارئي، لبيڪ شاهہ پڪارئي چئي اُٿي کڙا ٿيا، سڄي سنڌ ۾ چؤطرف وارو ڙي وارو ٿي وئي، مظلوم سنڌين جون آهون ۽ دانهون انقلاب جو طوفان ٿي اُٿيون ۽ هُو مزاحمت ۽ مقابلي لاءِ اُٿي کڙا ٿيا ۽ پنهنجن ننگن ۽ دنگن جي حفاظت لاءِ سِرن سان ڪفن ٻڌي اُٿيا. شاهہ سائين سنڌي ماڻهن جي جوش ۽ جذبي کي ڏسي ڏاڍو سَرهو ٿيو ۽ چيائين تہ منهنجن ملڪي ماروئڙن سان اچي مهاڏو اٽڪائيندڙ ڏارين ڏاڙيلن سان، سنڌي ماڻهو اصل پتنگن وانگر ويڙهہ واري باهہ ۾ ڪُڏي ڪاهي پوندا ۽ ويڙهہ جو تاب ڏسي گهبرائيندا اصل نہ! هُو حق سچ لاءِ قربان ٿي ويندا. آزادي سندن فطري حق آهي، جنهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ بنا ڪنهن خوف خطري جي اچي گڏ ٿيا آهن. شاهہ سائين پنهنجن سنڌي جوڌن کي پتنگن سان مشابهت ڏيندي چوي ٿو تہ هُو پتنگن وانگر ولر ڪري گڏ اچي ٿيا آهن. اُنهن ۾ آزاديءَ جي عشق جي باهہ اهڙي تہ نظر اچي رهي آهي، جو ڪُوري واري باهہ کي ساڙي ختم ڪري ڇڏيندا. گويا ان مچ جو وجود جيڪو دشمن جي روپ ۾ آهي، ان جي خاتمي لاءِ اهڙي تہ بهادريءَ سان مُنهن ڏيندا، جو هُو اصل لاءِ ختم ٿي

ويندا, اهڙيءَ طرح حق سچ تي سِر ڏئي دشمن جي باهہ کي مات ڏئي سوڀارا ٿيندا ۽ اُن غلاميءَ واري باهہ جو وجود ئي ختم ڪري ڇڏيندا. قومن جي بقا جو وجود قربانين سان هوندو آهي, اُن سان ئي انساني نسل جو سلسلو جاري آهي, مطلب تہ قومن ۽ ملڪن جي بقا/ سالميت قربانين جي راز ۾ ئي سمايل آهي, اُن لاءِ شاهہ سائين چوي ٿو تہ: تُون پاڻ کي پتنگ ٿو چوائين, تہ پوءِ دشمن جي تخريبڪاري جي باهہ کي اصل لاءِ اچي ختم ڪر, ڇاڪاڻ تہ دشمن جي باهہ, ڪيترن ئي جيءَ جلين کي ساڙي ختم ڪيو آهي, اُن ڪري تون دشمن جي باهہ کي عقل, حڪمت عملي ۽ حوصلي سان اچي ختم ڪر, جيئن ٻيا هن فساد واري باهہ کان بچي وڃن! اُن ڳالهہ جي مرشد لطيف منظر نگاري هن طرح ڪئي آهي تہ:

پَتنگن پَهہ ڪيو, مِڙيا مَٿي مَچ,
پَسي لَهس نَہ لچيا, سَڙيا مَٿي سَچ
سندا ڳِچين ڳچ, ويچارن وڄائيا!

يا

پري پتنگ آئيا, مڙيا مٿي سچ
ساڙيندا سڙي, مٿو ڏيندا مچ کي

يا

پَتَنگ چَوائين پَاڻ کي تہ اَچي آڳ اُجهاءِ,
پَچَڻ گهڻا پَچَائِيا, تُون پَچَڻ کي پچاءِ,
واقف ٿي وِساءِ, آگ نہ ڏجي عام کي.

جنگي حالتن دوران شاهہ سائين پنهنجن سنڌي جوڌن کي هڪ جرنيل جي حيثيت سان دشمن سان ويڙهہ وڙهڻ, پاڻ بچائڻ سوڀاري ٿيڻ وغيره جا طور طريقا سمجهائيندي چوي ٿو اي سنڌي سورهيہ! تُون سوڀ لاءِ ٿو وڙهين تہ دل ۾ جيڪي اجايا وهم وِسوسا اَٿئي, سي بلڪل وساري ڇڏ ۽ ڀالا هڻندو, وڙهندو, دشمن کي ڀاڪُر وِجهي ڏَس. پاڻ بچائڻ لاءِ اڳيان ڍال

ڏئي بيھي نہ رھہ، مُڙس ٿي مقابلو ڪندو رھو تہ پوءِ ئي تون جوڌو جوان سمجھبين! اڳتي چوي ٿو تہ سورھيہ سورھين جي اڇي سامھون بيھي ھڪبِئي کي تراڙيون پيا ھڻن، تراڙين جو ھڪ ٻئي سان ٽڪرجڻ ڪري ڪڙڪو پيو پوي، ۽ چڻنگون پيون نڪرن سورھيہ ھڪ ٻئي کي ھڪلون ڪيو ڏڪن مٿان ڏڪ پيا ھڻن، ۽ ڌِڙ ڌڙن جي مٿان پيا ڪِرن، ڌڙسسين ڪان اڌ ٿيڻ وقت سندن ڦٿڪڻ جو انداز اھڙو تہ آھي، جڻ اُھي ڌڙ ۽ سِر نچن پيا ٿا، جنگ جي ميدان ۾ وڏو گوڙ ۽ شور متل آھي، روج راڙو آھي، سورھين جون ھڪ ٻئي کي ھڪلون آھن! شاھہ سائينءَ ھڪ سنڌي سورھيہ جي ونيءَ کان ھن ريت چَورايو آھي تہ: شل منھنجو وَر جنگ جي ميدان ۾ وڙھي پاڻ ملھائي، ائين نہ ٿئي جو ھُو پُٺي ڏئي پڄي، مون کي يقين آھي تہ ھُو پُٺي ڏئي نہ پڄندو! ڪو چوي تہ ھُو ميدان ڇڏي ڀڳو آھي تہ آءٌ ھرگز اعتبار نہ ڪنديس، منھنجي وَر کي سيني تي ڏڪ لڳل ھوندا ۽ سندس ڦٽن کي چٽيندي مُرڪندي رھنديس، پر جي ڪيس پُٺيءَ ۾ ڏڪ لڳل ھوندا تہ سندس بُزدلي تي لَڄ ۾ مري وينديس، مرشد لطيف سنڌي جوڌي ۽ سندس ونيءَ جي بھادريءَ جو بيان ھن طرح ڪيو آھي تہ:

سُورھيہ مَرين سوپ کي، تہ دِل جا وَھم وِسارُ،
ھَڻ ڀَالا وِڙُھہ ڀَاڪُرين، آڏِي ڊَال مَ ڊَارُ،
مَٿان تيغُ تَرار، مَار تَہ مَتارو ٿِئين.

يا

بَھَادر گَڏيا بَھَادرين، ڪڙِڳ ڪِلول ڪَن،
وِجھن ڌِڙ ڌِڙن تي، ھَاڪارين ھَٽَن،
ڪِرن ڪُونڌر نچن، رِڻ گَجيو راڙو ٿيو.

يا

ڀَڳو آءٌ نَہ چَوان، مَاريو تَہ وِسھان،

ڪانڌ مُنھن ۾ ڏڪڙا، سيڪيندي سُونھان،
تَہ پڻ لَڄ مَران، جي ھونئس پُٺ ۾!

شاھہ سائين ڀونڊ ڪائڪ ڳجھن لاءِ چيو آھي تہ ھُو رات ڏينھن بَر ۾ پيون ٿيون رَھن، ٻُڪن ۾ پاھہ ٿيندي، پنھنجي ٻوليءَ ۾ ھڪ ٻئي ڪان جنگ لڳڻ جو پيون پُڇن تہ ڪنھن طرف ڪا جنگ آھي! اُنھن حرام خور پکين کي بہ سُورھيہ ۽ بھادرن جو ماس وڻندو آھي، ھُو حرام خور ھُجڻ جي باوجود ڀيڄو گيدي، ڪانئرجي گوشت کي عام حرام ڪان بہ وڌيڪ حرام سمجھندي اُن کي نہ ٿيون پسند ڪن، ڇاڪاڻ تہ ھُو گيدي ڪانئر آھن، اُن جي گوشت ڪائڻ کي عيب ٿيون سمجھن، پوءِ ڀلي ڇو نہ ٻُک ۾ پيون مرن، پر ڪانئر جو گوشت نٿيون ڪائين، اُن جو گوشت ڀلي ڪِنو پيو ٿئي، پر اُن جي ويجھي ئي نٿيون وڃن، مرشد لطيف اُن منظر جو بيان ھن طرح ڪيو آھي، چوي ٿو تہ:

ڳجھڙين گارو، راتو ڏينھان رڻ ۾،
پُڇيو پُڇن پاڻ ۾، ڪنھن مُنھن ڪيڏارو،
ڪائين ڪڱ مارو، ڪانئر پيو ڪِنو ٿئي!

شاھہ سائين سنڌ جي جوڌن کي آزاديءَ جي جنگ وڙھڻ لاءِ صلاحون سبق ڏنا، پنھنجي حق حاصل ڪرڻ لاءِ دشمن سان مھاڏي اٽڪائڻ لاءِ چيو ۽ بزدل ڪانئر لاءِ نفرت ڏياري، بھادر بنجي، سينو سُپر ڪري ويڙھہ لاءِ چيو، ساڳي وقت سنڌ جي حاڪم کي خبردار ڪندي چيو آھي تہ اي سنڌ جا حاڪم! سنڌ جون سرحدون محفوظ نہ رھيون آھن، ڌاريا ڌاڙيل سنڌ جون سرحدون پار ڪيو سنڌ ۾ داخل پيا ٿا ٿين، سنڌ جي سرحدن تي وڏو گوڙ شور لڳو پيو آھي، اھڙو تہ مانڌاڻ متل آھي جيئن مانيءَ ۾ مانڌاٽي پئي گھُمي، اي ملاح! (انڌ جا حاڪم) سنڌ ملڪ ۾ ڌارين ڌاڙيلن اھڙو تہ گوڙ شور اچي مچايو آھي، جو توکي ننڊ اچڻ نہ گھرجي، توکي تہ ھوشيار رھڻ گھرجي، تون ھڪ طرف سنڌ جي حڪمرانيءَ جي ھام بہ ھڻين ٿو ٻئي طرف حاڪم ھجڻ جي

باوجود ماٺ ڪيو وينو آهين، توکي پنهنجي ملڪ سنڌ جي ڪا ڳڻتي ڪانهي، اي نادان! تنهنجي سنڌ ملڪ مٿان نامناسب طوفان پيا لڳن ۽ ظلم جا ڪارا ڪڪر ڇانيل آهن، جيڪي ڪڙڪاٽ پيا ٿا ڪن. ترقي ۽ آزاديءَ جون راهون بند ٿينديون پيون وڃن. هي ڏرتي ڏارين ڏاڙيلن ٿامو ڪري ڏني آهي، پوءِ بہ تون ننڊ ۾ آهين! خبردار! تو ڪان انهن ڳالهين جون ضرور پڇاڻو ٿيندو ۽ تو کي اُن جو ضرور حساب ڏيڻو پوندو! مرشد لطيف ٻيڙيءَ جي مشابهت سنڌ سان ۽ ملاح اشارو اُن وقت جي حاڪم ڏي ڪيو آهي. شاهہ سائينءَ سنڌ ملڪ کي مصيبت جي منهن ۾ ڏسي، اُن وقت جي حاڪم کي سُجاڳيءَ جا سڏ ڪندي چوي ٿو تہ ملاح! (سنڌ جا حاڪم) تنهنجي ٻيڙي (سنڌ) اڄ ڪلهہ مصيبت جي مُنهن ۾ اچي وئي آهي، حالتون اهڙيون وڏي ويون آهن، خبر نٿي پوي تہ هُو ٻُڏندي يا ترندي، سندس بچاءُ لاءِ جيڪي جتن ڪيا ويا هُئا، سي ختم ٿي ويا آهن. ملاح پنهنجي اُصول تي نہ رهيا آهن، يعني اُنهن جا رَويا پنهنجي سنڌ لاءِ نيڪ نہ آهن. ڏاريا ڏاڙيل ٻيڙي (سنڌ) ۾ ڪاهجي پيا آهن. خبردار! اي ناکئا (سنڌ جا حاڪم) تنهنجي ٻيڙيءَ (سنڌ) ۾ ڪيترن ئي چورن چڙهڻ شروع ڪري ڏنو آهي، ڪيئي چور اچي گڏ ٿيا آهن. اي مالڪ اي پروردگار!! اهڙين حالتن ۾ جتي وڏا وڏا ٻيڙا ٻڏهي ٿا پون، اهڙين خطرناڪ حالتن ۾ هن ٻيڙي (سنڌ) جو تون ئي واهر وسيلو ٿجانءِ، باقي هنن حاڪمن جو حال ڪونهي! تون ئي واهر وسيلو ٿجانءِ! تون ئي هن مصيبت ۾ گهيريل سنڌ کي ڪيڏي پارڪجانءِ! آمين! شاهہ سائين سنڌ مٿان مصيبت جي وقت ۾ پنهنجي فڪر جو بيان هن طرح ڪيو آهي تہ:

بَندر جَان ٻِئِي، تان سُکاڻيان مَ سُمهو،
ڪَپر ٿو ڪُن ڪَري، جيئن مَاڻِي مَنجهہ مَهِي،
آڏو سُور سَهِي، نِنڊ نَہ ڪَجي ناکُئا!

يا

ٻيڙياتا ٻئي تو نہ ڦَٻنديون ڳالهيُون،

سَڄيون راتيون سُمهين ڀَر سُڪان ڏيئي،
سُڀان سَڀيئي، ڀَار پُڇندئي خَبرُون.

يا

ڏَنگِي مَنجهہ درياهہ، ڪِين ٻُڏي، ڪِين اُپِڙي
هو جي واڍي واٽيا، سي سوهَڻ سَڀ سَريا،
مُعلم مَاڳ نہ اڳهين، فرنگي مَنجهہ ڦِريا،
ملاح! تنهنجي مڪڙي، اچي چور چڙهيا
جتي ڊِينگ ڊِريا، تني تاري تنهنجي!

شاهہ سائينءَ کي سنڌ اندر ڪي اهڙا ماڻهو بہ نظر آيا، جن نسل درنسل ڏاڍ ۽ غلاميءَ کي پاليو نپايو هو. اُنهن جي وسيلي ئي پنهنجو ظلم ڏاڍ مضبوط ڪري ڪين پنهنجو ايجنٽ بنائي رکيو هو. هر ظالمانہ دور ۾ اهڙن ديسي دلالن ڏارين جا ايجنٽ بنجي، پنهنجن تي ظلمن جا پهاڙ پئي ڪيرايا آهن. جيئن اڄ ڪلهہ ديسي دلال نانگن بلائن وانگر ٽِڙيا پکڙيا پيا آهن. جن ۾ جاگيردار، ڀوتار، رئيس، وڏيرا، زميندار ۽ سردار اچي وڃن ٿا. شاهہ سائينءَ جي وقت ۾ بہ ساڳيا اُهي ديسي دلال گهڻائي موجود هئا. جيڪي ڌارئي ظالم جا ذهني غلام بنجي، ظالم جي ظالمانہ مصلحت تحت ٿي هليا. اُهي ماڻهو ظالم ڦورو حاڪم جي پاڇي هيٺ پلجي عدل ۽ انصاف جا دشمن دين ۽ ايمان، شر ۽ حيا، شرافت ۽ غيرت وڪڻي، اخلاق ۽ خودداريءَ کان دامن خالي ڪري، سنڌ تي ڪاهي آيل لُٽيري جي شيطاني گهنڊ تي مست ٿي، اُن ڌارئي ظالم کان وڌيڪ پاڻ ظالم بنجي، پنهنجن تي ظلم ڪري رهيا هُئا. پنهنجي قوم جي ماڻهن کي معمولي کيل تماشو سمجهي ظلم ڪرڻ ۾ ظالم حاڪم کان اڳڀرا هئا. سندن ظلمن تي شيطان بہ شرم کان ڪنڌ جُهڪائي ٿي ڇڏيو. شاهہ سائين ديسي دلالن جا اهڙا ظالمانہ ۽ ڪُڌا عمل پنهنجين اکين سان ڏسي رهيو هو. اُنهن غدارن ۾ شرم ۽ حيا، رحم ۽ ڪرم، ضمير ۽ ايمان، حق ۽ صداقت، غيرت ۽ شرافت جو ذرو بہ نظر نہ ٿي آيو. هُو پنهنجي

قوم جي جلاد کان سواءِ ٻيو ڪُجهه ٻہ نہ هُئا. اُنهن کان چڱائي رکڻ ائين هو، جيئن ٻبرن کان ٻير گهرڻ! اُهي نسل در نسل، ضمير فروش ۽ نڪ نرچا هئا، جن سنڌ ۾ حملي آورن جو ساٿ ڏئي پنهنجي امڙ سنڌ جي تباهي پئي ڪئي. شاهہ سائين سنڌ جي ماڻهن کي هزارين سالن کان وطن، زبان، تاريخ، روايات، سياسي، اقتصادي مفادن جي بنيادن تي هڪ قوم تصور ٿئي ڪيو. بقول حضرت علي عليہ السلام تہ: ”وڏي کان وڏو ڏوهہ قوم سان غداري ڪرڻ آهي!“ شاهہ سائين قوم جي غدارن کي وڏي لعنت سمجهندي، اهڙي غدار کي مِهڻو ڏيندي چوي ٿو تہ، تون ڪهڙو منهن کڻي پنهنجي قوم سان غداري پيو ڪرين، اُن کان تہ بهتر ٿئي تہ تون زهر کائي مري وڃ! اي غدار!! تنهنجي غداريءَ جي ڪري، سنڌي قوم پنهنجو ئي نہ ڪندي، پوءِ تون پاڻ کي ڪهڙي منهن سان سنڌي ٿو سڏائين! شاهہ سائين سنڌ جي اُن وقت جي غدارن کان وٺي، اڄ ڏينهن تائين جي غدارن لاءِ چيو آهي تہ:

هي مُنهن ڏئي ٻن ٿُون وِهُہ کائي نہ مَرين،
تَان جي مَلِير ڄَايُون، توسِين سَڱُ نَہ ڪَن،
پوءِ ٿُون ڪيئن منجهان تِن، پاڻ ڪوٺائين مارئي!

مرشد لطيف اهڙن مذهب فروش مُلن مولوين خلاف بہ جنگ جوٽي هُئي، جيڪي پيٽ ۾ پئسي تي وِڪامجي ظالمن جو ساٿ ڏئي، حق سچ وارن جي خلاف ’واجب القتل‘ جون فتوائون جاري ڪري، کين حق سچ جي راهہ تان هٽائڻ شروع ڪيو هو ۽ دعوتِ حق اصلاح جي ڪا ڳالهہ تي ٿئي تہ اُهي ويڪائو مذهبي ٺڳ ٽولي جا ماڻهو پنهنجي عالمانہ فريبڪارين جا هٿيار کڻي، حق سچ جي رستا روڪ ڪري اهڙو سانگ رَچائي ٿي بيٺا، جو دنيا حيران پريشان رهجيو ٿي ويئي. شاهہ سائينءَ جو چوڻ هو تہ هر شيءِ جي اهميت جو اندازو اُن جي خدمت جي لحاظ کان ڪيو ويندو آهي، جا هن دنيا لاءِ هوندي آهي، پوءِ خدمت جيتري وڏيڪ هوندي آهي تہ اُن شيءِ جو وجود بہ اوترو ئي اهم سمجهيو ويندو آهي، اگر اها شيءِ نقصانڪار ۽ غير ضروري

آهي تہ اُن کي ختم ٿيڻ گُهرجي. شاهہ سائين بار بار مشاهدو ڪري ڏٺو تہ مُلائيت (ملاشاهي) انسانيت لاءِ نهايت هاڃيڪار ۽ زهر قاتل ثابت ٿي هُئي، جنهن لاءِ تاريخ گواهہ آهي تہ دنيا ۾ سڀ کان وڏيڪ خونريزي ۽ بدامني مذهب جي نالي ۾ ٿي آهي. شاهہ سائين جو چوڻ هو تہ وقت دوزخ جي دڙڪن، بهشت جي دلاسن جو ناهي، هي وقت علم، فن، ۽ مشاهدات جو آهي، هي وقت وڏين دستارن پڳڙين ٻَڌڻ ۽ جُبن ۾ ويڙهجي سيڙهجي وڏيون تسبيحون هٿن ۾ ڪري لوڏي هلڻ، ڏگهي ڏاڙهي چڏائي منبر تي ويهي معجزن ۽ ڪرامتن جون فضول ڳالهيون ڪري، مريد خادم وڏائي سَٽيپون مانيون کائڻ، چندا چوڙي، نذر نياز وصول ڪرڻ ۽ پاڻ پُوڄرائڻ جو ناهي، اهڙي قسم جو مذهب اسان جي ڪابہ مدد ڪري نٿو سگهي، اوهان کي گُهرجي تہ عملي طرح امن امان پيدا ڪري عام انسانيت جي ڀلائي ڪريو. ڇاڪاڻ تہ خدمت خلق افضل عبادت جو نالو آهي. پاڻ سڳورن هڪ هنڌ واضح ڪندي چيو آهي تہ:

روزا نِمازون، اِيءُ پڻ چَڱو ڪم،
اُهو ڪو ٻيو فَهم، جنهن سان پَسين پِرينءَ کي.

پرينءَ جي پسڻ لاءِ شاهہ سائينءَ جو اشارو انسانيت جي ڀلائيءَ طرف آهي. مرشد لطيف مذهب جي نالي ۾ مُلن مولوين جي انسان دشمنيءَ واري عمل کي نهايت نفرت جي نگاهہ سان ڏسي، اُن کي سخت ننديو آهي، هن مذهب کي رُڳو زبان سان رسمي ۽ سِطحي طرح سان نہ، پر يقين ۽ بصيرت سان نِرت ۽ سُرت سان مڃڻ جي تلقين ڪئي آهي، عاشقانہ رَوَش والهانہ انداز سان مڃڻ لاءِ فرمايو آهي، ايمان جي ڪيفيت کي زباني ڪلمي گوءِ ۽ دل ڪهڙي ڪم جي؟ جنهن دل ۾ دغا، فريب، ڪوڙ نڱي، دوکي، مڪر ۽ شرارت جي باهہ ٻريل هجي، شِرڪ ۽ شيطان منجهس خيما کوڙيو ويٺو هُجي، انسان کي حيات ۽ ڪائنات جي حقيقت ۽ رازن جو احساس نہ هُجي، رُڳو پيٽ پُوڄا ۾ پُورو هُجي، اهڙي مُنهن ۾ موسيٰ اندر ۾اِبليس ڇاپ مُلا کي ڀِٽائي گهوٽ مخاطب ٿيندي چوي ٿو تہ: اي مُلا! تون رُڳو منهن ۾ مسلمان

آهين، جو ڊگهي ڏاڙهي ڇڏائي جُبن ۽ دستار ۾ ويڙهجي سيڙهجي ڊگهيون آزانون پيو ڏين ۽ وڏي آواز سان ذِڪر پيو ڪرين، انهيءَ لاءِ تہ جيئن ماڻهو چون تہ تون ڪو وڏو الله وارو ۽ بزرگ آهين، پر ائين هرگز ناهي، ڊگهي ڏاڙهي رکڻ، ڊگهيون ٻانگون ڏيڻ، بُلند آواز سان ’الله هُو الله هُوا‘ چوڻ ۽ تسبيح هٿ ۾ ڪري لوڏي هلڻ سان بزرگي ناهي ملندي! اوهان جي مُلائيت جو وڏي وجڻ انسانيت لاءِ خطري کان خالي ناهي، او نياڳا، او چنبڊا، ڇا تو حُضور پُر نُور جو فرمان نہ ٻُڌو آهي، سچو مسلمان اُهو آهي، جنهن جي هٿ ۽ زبان کان ٻيا سلامت هُجن! ۽ چڱو انسان اهو آهي، جيڪو ٻين کي فائدو پهچائي! پر اوهان مُلا مولوي اڪثر انهيءَ فرمان کي وساري مذهبي نفرتون پيدا ڪري، ماڻهو ويڙهائي سڄي ڌرتيءَ کي شيطاني آکاڙو بنائي ڇڏيو آهي. مذهب جي نالي ۾ هر روز هڪ نئين ڪوڙڪي هڻي، نئين کا ڦاسڻي هڻي نوان نوان شڪار پيا ڪريو. اوهان کي مُلا نہ چئجي، مُلا نام موتي جو آهي! اوهان کي آهيڙي (شڪاري) چئجي، اوهان تہ پيٽ ۽ پئسي جي لالچ ۾ اچي حقيقت کان مُنهن موڙي ويٺا آهيو. اوهان دين کي دنيا تي وِڪرو پيا ڪريو. اهو ائين پيا ٿا ڪريو جَڻ مِرونءَ جي ماس تي جڻ ماڻڪن جو سودو پيا ٿا ڪريو. اهڙي ڪُڌي عمل تي اوهان مٿان لعنتون هجن! دين جي نالي ۾ فساد ۽ نفرتون پيدا ڪري، انسانيت لاءِ خطرو بنجي ويل مُلن مولوين لاءِ چوي ٿو تہ:

اُن پر نہ اِيمان، جي ڪلمي گو ڪوٺائِين،
دُعا تنهن جي دل ۾، شِرڪ ۽ شيطان،
مُنهن ۾ مسلمان، اندر ۾ آزر آهين.

—

مُلا مُلا مَ چئو، هُو آهيڙي آهِين،
مِرون سَندي مَاس تي، ٿا مَاڻَڪ مَٽائِين،
اُنهن تي آهِين، لَعنتون لطيف چَئي.

—

ڦِريا پَسي ڦيڻ، ڪَريل ڪِير نہ چَکيو،
دُنيا ڳارڻ ڍِين، وِڃائي وَلهَا ٿِيا؟

شاهہ سائين پنهنجي دَور ۾ سنڌ اندر ڌارين جي ظلم زيادتي بربريت ۽ لُٽمار خلاف جيڪا مزاحمتي جنگ شروع ڪئي هُئي، سا ختم ناهي ٿي، هُو اڄ بہ اسان جي رهبري ڪري ٿو ۽ زندگيءَ جي راهہ تي هلڻ لاءِ اسان کي همت ڏياريندي ’تتي ٿڌي ڪاهہ ڪانهي ويل ويهڻ جي!‘ جو پيغام ڏئي ويو آهي. اُها شروع ڪيل جنگ اڄ جي ڌارئي ڌاڙيل جاري رکي آهي. شاهہ سائينءَ جي دَور ۾ سنڌ اندر ٿيندڙ ڦُرلُٽ ۽ اڄ جي ٿيندڙ ڦُرلُٽ ۾ رات ڏينهن جو فرق نظر ايندو، شاهہ سائينءَ جي دَور واري ڦورو سڀ ڪجهہ ڦُريو هو پر معدنيات ۽ پاڻي ڪونہ ڦريو هو، اڄ جو ڦورو مرشد لطيف واري دَور جي ڦوروءَ کان وڏو ڦورو آهي، اڄ جي ڦورو سنڌ جو پاڻي ڦُري، سنڌ ۾ ڪربلا برپا ڪري ڇڏي آهي. يقين ڪريو تہ سنڌوءَ جو پيٽ مهينن جا مهينا سُڪو پيو آهي ۽ سنڌي ماڻهن جي اهڙي بدحالي ۽ بيوسيءَ تي شاهہ سائينءَ جو رُوح تڙپندو هوندو، وقت جي ظالم ۽ سندس ديسي دلالن لاءِ بد دعا ڪندي چوندو هوندو تہ:

مَتو آهين مَچِ، ٿُلهو تان ٿُونا هٽي،
تو جَا پَانِئِين اَچِ، تنهن پاڻي پُنا ڏِينهڙا!

[روزاني پاڪ ڪراچي بروز آچر 28 اپريل 2002ع ۾ ڇپيو.]



# شاهہ عبداللطيف ۽ سُهڻي

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سهڻي، سسئي، ليلا، مومل، نوري، مارئي ۽ سورٺ جھڙين سورمين جو شاعر آهي! موهن جي دڙي جي مٽيءَ جو شاعر، سنڌ جي سري، وچولي، ڪوهستان ۽ لاڙ جو شاعر، جهنگ، جبل جهاڳي، گونا گون، شاهديءَ وارو شاعر! فرعون جي نسل خورن وطن ۽ زبان جي مضبوط ڳانڍاپي جو شاعر! آزادي ۽ سخاوت جا سبق سيکاريندڙ شاعر! موڪ مِيها، لُلر لاٽي، پَڪن پيرُن، ڳُم ڳنڍير، لُوڙڪ، مريڙي، ڪير مکڻ ۽ مهيءَ جي خوشبوءِ جون ڳالهيون ڪندڙ شاعر! چڙن جي چُونگارن جو شاعرن، مالوندن جي هُونگارن جو شاعر! ڪتي ۽ لوئي، اجرڪ، چُني پوتي، پٽڪي پڳ، چنن چپرن، چونئرن ۾ رهندڙ ماروئڙن جو شاعر! ڪارين ڪکين رڇن ڇڇين، مڏين مهاڻن مکڙين جو شاعر! ڏاگهن ڏونگرن جو شاعر، لاهوت باهوت، جبروت ۽ ملڪوت جو شاعر! مڙهين مڪانن، اوطاقن، اوتارن جو شاعر، پنڌن پيچرن گهٽن گهيڙن جو شاعر، ڪُوپن ڪُونڌرن، بهادرن ۽ جُهونجهارن جو شاعر! سنياسين، آديسين، جوڳين، ڪنوٽين، ڪاپڙين جو شاعر! هارين نارين، ڪنيرن ڪورين لوهارن، سونارن ۽ واڍن جو شاعر! مذهبي ڪٽرپڻي، تعصب پرستي، ذات پات جي پليتائي کان پاڪ صاف شاعر! صوفي لاڪوفي شاعر! هندو مسلمان لاءِ هڪ جهڙي هدايت ڏيندڙ شاعر! سُستي ۽ غفلت مان ڪڍي سچي حياتي اُوچ ۽ عروج تي پهچائيندڙ شاعر! نياز نِوڙت، محبت ۽ انسانيت جو پرچارڪ شاعر! تڪبر هٺ وڏائيءَ کان دور رهي، هٺ جوڙي حق موجود چوڻ کان اڳ، وجود وڃائڻ جو پيغام ڏيندڙ شاعر، سنڌي قوم کي انساني عزت ۽ قومي غيرت ڏياريندڙ شاعر! ’پلي بک پرم جي، شال نہ وڃي شان‘ ۽ ’سون تي سيڻ نہ

متائڻ‘ جون صلاحون ڏيندڙ شاعر! سنڌي ٻوليءَ ۾ شاعري ڪري سنڌي ٻوليءَ کي امر ۽ آيتون بنائڻ وارو شاعر! سنڌ جي ثقافتي تهذيبي ڳانڍاپي وارو شاعر! مطلب تہ انسانيت جي هن عظيم صوفي شاعر جي شاعريءَ ۾ روز ازل جون صدائون گونجندي نظر اچن ٿيون. ڏنو وڃي تہ جهڙيءَ طرح مولانا جلال الدين رومي رحہ جي مثنوي لاءِ مشهور آهي تہ:

مثنوي و مصنوي و مولوي هست قرآن در زبان پهلوي

تهڙي طرح اسان جي سهڻي ڌرتيءَ سنڌ جي صدا حيات شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ جو رسالو پڻ انسان ذات جي زندگيءَ لاءِ هڪ رهنما اُصولن جو انمول خزانو ۽ هدايتن جو اڻ کٽ بحر آهي، جنهن جي هڪ ڦُڙي نصيب ٿيڻ سان اندر جون اکيون کُليو پون. مطلب تہ شاهہ سائينءَ جو رسالو هڪ اهڙو ترياق آهي، جو زندگيءَ جي هر زهر کان انسان کي پاڪ صاف بنايو ڇڏي، يعني بُرابہ ڀلا ٿيو پون. اِهو ئي سبب آهي، جو شاهہ سائين پنهنجي رسالي ۾ ڏنل بيتن متعلق فرمايو آهي تہ:

جي تو بَيت ڀَانئِيا، سي آيَتُون آهِين،
نِيو مَنُ لائِين، پِريان سَندي پَار ڏي.

اِها هڪ زنده حقيقت آهي، جنهن جي تصديق سنڌ جي جيد عالم شهيد عبدالرحيم گرهوڙي ڪندي فرمايو آهي تہ:

آهي عبداللطيف جو اسان تي احسان،
جنهن جوڙي قرآن، سنڌيءَ ۾ صحيح ڪيو!

شاهہ سائين سنڌي ٻوليءَ کي فقيري فيض ۽ عشق جمال سان اهڙو تہ اُجاري اڇو ڪيو آهي، جو ڪنهن بہ دشمن جي دشمنيءَ سان سندس قومي ٻوليءَ واري اهميت ۽ عظمت کي ريٽي ميٽي نٿو سگهجي، ائين ڪٽي ڇٽجي تہ سنڌي ٻولي، لطيفي پارس سان لڳي سون بنجي چُڪي آهي، شاهہ سائينءَ جو اِهو احسان گهٽ ڇٽبو! جو سندس وقت جي حاڪماڻي ٻولي، جيڪا فارسي هُئي، اُن جي وڏي بهادريءَ سان مخالفت ڪندي چيائين تہ:

**تو جو سکيو فارسي، گولو توءِ غلام!**

اُن جي جڳهہ تي پنهنجي سنڌي زبان ۾ شاعري ڪري، سنڌي ٻوليءَ کي جڙ زمين کان مٿي ڪڍي آسمان تي پهچائي، سنڌي قوم کي اَهلِ ڪتاب بنائي ڇڏيو. سڄي دنيا کي اها ڳالهہ تسليم ڪرڻي پئي تہ شاهہ جي شاعريءَ ۾ جيڪو فهم ۽ فڪر موجود آهي، سو ايترو تہ وسيع ۽ مضبوط آهي، جو سنڌي ٻولي دنيا جي عظيم ٻولين مان هڪ ٿي پئي آهي. شاهہ سائين جي شاعريءَ کي واقعي پياري پاڪستان ۾ سياسي تعصب ڪري قومي شاعر تصور نٿو ڪيو وڃي، پر وقت گذرڻ سان جڏهن سڀ شيون پنهنجي اصليت طرف موٽ کائي، پنهنجي جاءِ وٺنديون، پوءِ شاهہ سائينءَ جي اٽمٽ آيتن جي اُونهي اسرار ۽ رُوحاني رازن جي پروڙ پوندي. شاهہ سائين ابن الوقت نہ پر ابو الوقت صوفي شاعر هو هن اعليٰ هستيءَ جو پيغام مڪمل انسان ذات لاءِ هڪ جهڙي هدايت وارو آهي ۽ هر زماني لاءِ فائدي وارو آهي. هن نابوديءَ کي نئين عبد کي اعليٰ ڪرڻ جو ڏس ڏنو آهي ۽ صبر جي شمشير سان ڪيني کي قتلام ڪرڻ جي هدايت ڪئي آهي، ۽ سماجي ناانصافين، اخلاقي اُوڻاين کي دُور ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪيو آهي. ڪٿي وري سُستي غفلت ڇڏي 'ٽٽي ٽڏي ڪاهہ ڪانهي ويل ويهڻ جي!' ڳالهہ ڪئي آهي، ڪٿي وري درد مند دلين جو آئينو بنجي 'پيڙ پيڙي ٻڌ، سورائتي سندرو!' چئي همت ڏياري اٿس. ڪٿي وري اُگهور ننڊ ۾ سُتلن کي سُجاڳيءَ جا سڏ ڪندي چيو اٿس، 'سُتا اٿي جاڳ ننڊ نہ ڪجي ايتري!' ڪٿي وري مذهبي ڪٽرپڻي جو زهر پکيڙيندڙ وحشين لاءِ پيو چوي تہ 'مُلا نام مولا جو آخوند سڀ انڌا!' عام طرح ڪنهن غلط فهميءَ وچان صوفيءَ کي اهڙو شخص سمجهيو ويندو آهي، جيڪو دنيا کي تَرڪ ڪري، لوڪان لِڪي جهنگلي جانورن وانگر جهنگ مُنهن ڪري يا وڏا وڏا چڙا ڳچيءَ ۾ پائي ڀنگ جا ڪُونڊا، چرس جا سُوٽا ۽ آفيم جا روڙا چٻاڙي نشي ۾ ڌُت ٿي نِڪمو بنجي ويهي رهي، يا رلي ڪُلهي تي رُلندو ڀِٽندو وتي! پر شاهہ سائين هڪ اهڙو صاف نظر صوفي هو جنهن سچائي ۽ محبت جي لافاني لاٽ

سان اجتماعي زندگي گذارڻ جي واٽ ڏيکاري ۽ رُوحاني داستان وسيلي خُودي کان خدا تائين رسڻ لاءِ رهبري ڪئي آهي، سندس سَوَن مضمونن ۾ فهم جي خيال کان ڪانهه ڪا حق سچ جي هدايت ۽ ڪونهه ڪو پيغام پوشيده آهي، خاص طرح سندس سُورمين وارن قصن ڪهاڻين ۾ تہ عشق، محبت جو سمنڊ اُڇلون ۽ ڇوليون هڻندي نظر ايندو، هُو عشق ۽ محبت وارن جي ايمان جو استاد ۽ رهبر نظر ايندو. سندس عشق ۽ محبت، فڪر ۽ دليل کان مٿانهون آهي. آءٌ شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ سُهڻي ميهار کي انساني محبت جا بہ روشن مينار سمجهي، سبق آموز ڪردارن متعلق پنهنجي وت ۽ وس آهر ڪجهہ عرض ڪندس، سُر سُهڻيءَ ۾ 'سُهڻي ۽ ميهار' جي محبت جي پيڙا ڪجي تہ سُهڻي محبت جي ميدان ميهار کان الائي ڪيترا پيرا سوائي نظر ايندي، پر پوءِ بہ ميهار جي محبت کي وِساري نٿو سگهجي، سندس محبت جا ڪئي مثال موجود آهن. سُهڻي ويچاري ميهار جي عشق ۾ دل دهلائيندڙ درياهہ ۾ ڪاهجي پوي ٿي، نڪو جَر جي جانورن جو ڪو خوف خطرو اٿس، نہ وري درياهہ جي اُونهي پاڻيءَ جي پرواهہ. عشق محبت وارن لاءِ درياهہ جي هستي مستي يا جَر جي جانورن جو ڪو خوف خطرو ڪا معنيٰ ڪونہ ٿا رکن، هُوءَ سِر جو سانگو لاهي ميهار جي عشق محبت ۾ نڪري ٿي پوي، چوي ٿي تہ مون کي ميهار جي محبت جي تار لڳل آهي ۽ ميهار کي وري منهنجي محبت جي ميخ لڳل آهي، اهڙن محبتي ماڻهن لاءِ حقيقت ۾ تَرڻ لاءِ ترو هو، ٻُڏڻ کان بچاءُ نہ پرائين ڪٽي سمجهو تہ اُن کي ڪٽڻ ئي هڪ بار مثل آهي. محبت جو تمام ۽ تمام بُلند ۽ بالا آهي، جنهن جو مقابلو ڪوبہ ڪري نٿو سگهي، ڇاڪاڻ تہ سُهڻي جي ايمان جي رهبري حضرت عشق ڪري رهيو هو، عشق فڪر ۽ دليل وغيره کان مٿانهون آهي. عشق وارن جا ڪم بہ فڪر ۽ دليل کان مٿانهان هوندا آهن، خبر ئي ڪانہ پوندي آهي تہ اُهي ڪيئن ٿيا؟ خوف خطرن جي باوجود بہ هيڏو سارو درياهہ هڪ ضعيف ۽ نازڪ مزاج عورت آسانيءَ سان پار ڪري ميهار سان وڃي ٿي ملي! اِهو سڀ ڪجهہ حضرت عشق جو ڪمال هو

صدقو ٿيان عشق وارن جي نام تان! ڏنو وڃي تہ سڀ شيون محبت جون محتاج آهن ۽ سڀئي محبت جي سهاري پيون ٽِڪِن. سڀني جي رهنمائي محبت ٿي ڪري، هر شيءِ محبت جي صدقي موجود آهي. اها محبت آهي، جيڪا هر چيز کي ٻي چيز ۾ گم ڪريو ٿي ڇڏي، محبت ئي ساهڙ آهي، محبت ئي سُهڻي آهي ۽ محبت ئي درياهہ آهي! محبت جي اها ڳالهہ هڪ ڳُوڙهو ۽ اُونهون اسرار آهي، جنهن کي محبت وارا ئي سمجهي سگهن ٿا، ٻئي جي جاءِ ئي ناهي! پاڻ مالڪ خدا ۽ هي انسان، جنهن کي پاڻ ئي اشرف المخلوقات جي پڳ پڌرائي اٿس ۽ پنهنجو نائب سڏيو اٿس، اُهو حضرت انسان، هي سڄي ڪائنات، ٿيئي محبت جو نالو آهن. سُهڻي کي ميهار جي محبت هُئي، اُن ڪري درياهہ جو جتان تيز وهڪرو هو اهو ئي هن لاءِ آساني وارو هو. ڇاڪاڻ تہ آسانيءَ واري واٽ ۾ گهيڙ، ڪنڌيءَ ڪپر جي تانگهہ ڪُوڙيون ڪنديون آهن، جن کي ساهڙ جي محبت هُئي، اُهي آساني واري گهيڙ گهٽ جو پُڇن ئي ڪونہ، اُنهن لاءِ هيڏو سارو درياهہ هڪڙي وِک برابر آهي. سُهڻي ويچاريءَ کي بہ اُن وقت جي ظالم معاشري هرو ڀرو بہ ڏهہ زروي ڪٽي مڙس مڙهيو هو. هن جي روح جو ڳانڍاپو ميهار سان هو. اُن کي ئي حقي وَر ٿي سمجهيائين ۽ اُن جي طلب ٿي رکيائين، اُن ڪري ئي نہ ملاح جو ٿي پُڇيائين نہ سندس ٻيڙيءَ جو ٿي پُڇيائين. نہ ئي نوڙ ٻڌي اُن جو سهارو ٿي ورتائين، هُن کي ميهار سان اَٿاهہ محبت هُئي ۽ محبت جو ئي سهارو هوس، جيڪو هن لاءِ ڪافي هو. جو هيڏي ساري درياهہ جي سِير واري پاڻيءَ کي بلڪل گهٽ، اصل پِنيءَ ٻوڙ ٿي سمجهيائين. اُن ڪري ملاح مڪڙي ۽ نوڙ ٻڌڻ جي ڪا ضرورت ئي ڪانہ ٿي سمجهيائين. ڇاڪاڻ تہ محبت هڪ نادر ۽ بي بها شيءِ آهي. محبت ۾ ئي فراخ دلي ۽ پاڪيزگي آهي، محبت نفس جي تقدس جو ٻيو نالو آهي، محبت جي تڪميل انسانيت جو معراج آهي، انهيءَ معراج انساني جو شاهہ سائينءَ محبت جي متوالي سُهڻيءَ جي واتان هن طرح بيان ٿو ڪرائي چورائيس ٿو تہ:

پُڇن جي ميهار کي، پُڇي سي ميهار،
ترهو ٿي يار، عشق جنين اتامرو

**يا**

ساهڙ سا سهڻي، سائر پڻ سو ئي
آهي نِجوئي، ڳجهہ ڳجهاندر ڳالهڙي.

-

جِتان وَهي تِتان واٽ، ڪَپر پُڇن ڪُوڙيون،
جِن کي سِڪ سَاهڙ جي، سي گهيڙ نہ پُڇن گهاٽ،
جِن کي عشق جي اُساٽ، سي واهڙ پانئِين وِڪڙي.

**يا**

هُئي طالب حق جي، تڏي لاڪُون تور،
نہ ملاح نہ مَڪڙي، نَڪي ٻَڏي نوڙ،
پاڻي پِني ٻوڙ، سُهڻيءَ ليکي سِير ۾.

اسلام کان اڳ ۾ خاص طرح ڇوڪريءَ جي رضامندي جو شاديءَ دوران ڪوبہ ضرور ڪونہ هو. اسلام انهيءَ تفريق کي ختم ڪري ڇڏيو. شادي دوران ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جي رضامندي ضروري سمجهيو ويو. اُن کان سواءِ نڪاح ئي نٿو ٿئي. اسان جي معاشري ۾ اُن ڳالهہ تي عمل گهٽ ڪيو ويجي ٿو. هزارين سال اڳ وانگر اڪثر ڇوڪرين جا بغير رضا منديءَ جي نڪاح ڪيا وڃن ٿا. اڪثر محبت دشمن مُلا انهيءَ ڳالهہ جو خيال گهٽ ڪندي، چار پئسا وٺي، سڀيي ماني کائي، نڪاح پڙهندا آهن. ان ڪري معاشري ۾ ڪئي برايون جنم وٺنديون آهن. ٿي سگهي ٿو تہ سُهڻيءَ سان بہ اِها ويڌن ٿي هُجي، جو سندس زوريءَ نڪاح 'ڏَم' سان ڪرايو ويو هُجي، جنهن کي هن قبول ئي نہ ڪيو هُجي! جيئن هن وقت جي معاشري جي ڪُڌين ريتن رسمن تحت نياڻين جا ننڍپڻ ۾ ئي نڪاح ٿيڻ، نوجوان نياڻين

جا پٽ ڏاڏي، پٽ ناني جي عُمر وارن ڪک پوڙهن سان نڪاح ڪري ردِن ٻڪرين وانگر وڪرو ڪري پرٽائي ڏيڻ وغيره. سُهڻيءَ سان بہ اڄ ڪلهہ جي نياڻين سان ٿيندڙ ظلم واري ڪار ٿيل ٿي ڏسجي، جو هن ڏَم کي پنهنجو ئي نہ ڪيو ڪيس ڏِسڻ ئي ڏوهہ ٿي سمجهيائين. ڪيس ڪُوڙو ۽ ڪوڙهو ٿي ڪوٺيائين ۽ ميهار کي پنهنجو سُپرين ٿي چوي. سُهڻي پنهنجي نفرت جو اظهار ڪندي چوي ٿي تہ:

ڪوڙهيو ڏَم ڪُوڙو، مون ميهار من ۾!

يا

سَاهڙ مُنهِنجو سُپرِين، ڏَم ڏِٺي ئي ڏوهہ!

ڏَم کان سُهڻيءَ جي نفرت کي ڏسي بلڪل يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ ڏَم سان سُهڻيءَ جو نڪاح، سندس رضامنديءَ کان سواءِ ٿيو آهي، جيڪڏهن نڪاح سندس رضامنديءَ سان ٿئي ها تہ پوءِ ڏَم کان ايتري نفرت ڇو ۽ ڇا لاءِ؟

سندس حقي لاڙو ميهار جي طرف آهي، جو ٽڙ ٽڪڙ ۾ درياهہ جي تار ۾ ڪاهي ٿي پوي ۽ چوي ٿي تہ ’اهو ڪم غرض وارين، ضروت مندن جو آهي،‘ جنهن بابت وڏيڪ چوي ٿي تہ:

”ڏَم وٽان ميهار سان محبت هجڻ جا طعنا مِهڻا مون کي ڏينهن ۾ ڏهہ ڏهہ ڀيرا مِلي رهيا آهن، پر آءٌ ڇا ڪريان، جو نينهن عشق مُنهنجي عقل هوش، شر حيا کي ختم ڪري ڇڏيو آهي، مون کي جنهن طرف جي ڪشش آهي، منهنجي من جو لاڙو بہ تنهن طرف آهي، ۽ درياهہ جي پاڻيءَ جي تِک بہ اُن طرف آهي، جو گڙگاٽ ڪندو وَهندو پيو وڃي، اي ڏٽي! مُون کي اُنهن تيز لهرن وسيلي ئي ميهار سان ملاءِ!“

محبت نفس جي تقدس جو ٻيو نالو آهي، محبت جي تڪميل ئي انسانيت آهي، آسمان کان زمين طرف ايندڙ سيني شين مان محبت وڏيڪ اُتم آهي. محبت سڀ کان وڏيڪ معصوم شيءِ آهي، محبت هڪ ازلي بِشارت

آهي، اُن جي خوشي اَبدي آهي، محبت جي شاهراهہ کي ’صِراط مُستقيم‘ چئجي ٿو. محبت رُوح جي خواهش آهي، محبت ئي ڪونين جي تخليق جو سبب آهي. هن ساري جهان جو قيام ۽ بقا اُن تي ٻڌل آهي، خدا وند ڪريم پنهنجي مخلوق کان محبت جي سواءِ ٻيو ڪجهہ نٿو گُهري، خدائي جُستجو جون سڀ ڏِڪتون محبت تي ئي ختم ٿين ٿيون. محبت اُهو نشو آهي، جنهن سان دل کي آرام نصيب ٿئي ٿو. سُهڻيءَ کي ميهار جي محبت جي نشي جي ضرورت هُئي، اُن ڪري هُوءَ اُن لاءِ پريشان هُئي، وٽس عقل ۽ شرم واري ڳالهہ ڪانہ رهي هُئي، ڇاڪاڻ تہ جڏهن حضرت عشق اندر ۾ اچي خيما کوڙيندو آهي تہ عقل ۽ شرم کي چوندو آهي تہ اوهان هاڻ ٽپڙ گول ڪريو! ڀٽائي گهوٽ سُهڻيءَ جي ڪهاڻي جو منطقي عڪس اجهو هن طرح بيان ڪيو آهي تہ:

تَڙ تَڪڙ تَار گِهڙڻ، اِي ڳاٽيارين ڪَمُ،
ڏَهہ ڏَهہ ڀيرا ڏينهن ۾، ڏئي ڏوراپا ڏَمُ،
عَقُل مَت شَرمُ، ٽيئي نينهن نِهوڙيا!

يا

جيڏانهن جِت چَاهہ گهڻو آر بہ اوڏانهين،
وَڃي وهہ واڪا ڪيو تِڪو تيڏانهين،
ميهار مِلائين، لهرن منجهان لطيف چئي!

هي دنيا ڇو ايتري حَسين آهي ۽ انسان ڇو خود بخود اُن جي طرف مائل ٿي ڇِڪجي وڃي ٿو؟ اُن جو سبب فقط اِهو آهي تہ هي ڪائنات ۽ انسان ذات جي ناهڻ وارو هڪڙو ئي مالڪ آهي، اُن ڪري ئي ٻنهي شين جو پاڻ ۾ گهاٽو تعلق آهي، اُنهيءَ خالق ئي انسان جي دل ۾ هن جهان ۽ اُن جي شين لاءِ محبت جو جذبو پيدا ڪيو آهي ۽ انهيءَ محبت جي ڪري ئي هي دنيا دائم قائم آهي. انسان جي ناهڻ وارو بہ خود هڪ مجسم محبت آهي، جتي محبت آهي، اُتي ئي خالق آهي! هن دنيا مان جيڪڏهن محبت کي ڪڍي الڳ ڪري ڇڏجي، سچ تہ نہ هي دنيا قائم رهي سگهندي، نہ دنيا وارا رهي سگهندا.

هن ڪُل ڪائنات جو ڪارخانو محض محبت جي ڪري ئي هلندو رهي ٿو. سُهڻيءَ ساهڙ جي محبت کان سواءِ ڪُجهہ ناهي ۽ ميهار وري سُهڻيءَ جي محبت کان سواءِ ڪجهہ ناهي! سُهڻيءَ ۽ ميهار فطري طرح سان هڪ ٻئي لاءِ لازم ملزوم آهن. ساهڙ کانسواءِ سُهڻي ناپاڪ آهي، سندس آستاني تي ساڻس ملڻ کانپوءِ ئي پاڪ ٿئي ٿي، اهڙيءَ طرح پاڪ ٿئي ٿي، جيئن معصوم کير پياڪ ٿا ٿين. ساهڙ کان سواءِ سُهڻي بلڪل بيمار ۽ اگھي آهي، سُهڻيءَ جي درد جي دوا ساهڙ جي ديدار ۾ ئي آهي، ڏَم وٺ سندس صحت خراب ۽ تمام خراب ٿيو وڃي، سندس چنگ ڀلائي ميهار جي ڏسڻ سان ٿئي ٿي، هُوءَ ميهار جي مُنهن ڏسڻ سان خوش ٿيو ٿي وڃي. شاهہ سائين سُهڻي ميهار کي پنهنجي جادو بيانيءَ سان معنيٰ جي معراج تي هن طرح پهچايو آهي تہ:

سَاهڙ ڏاران سُهڻي، آهي ۾ آزار
ڏَم پاسي ۾ ڏُکندو، صحت وٺ سَنگھار.
توڏي سَندي تَن جي، دوا ۾ ديدار.
جي پَسي مُنهن ميهار تہ اگھيائي سگھي ٿئي!

ڏٺو ويو آهي تہ اڪثر انسان انهيءَ ڳالهہ جو خواهشمند رهيو آهي تہ ڪيس آرام نصيب ٿئي ۽ سُڪون قلب حاصل ٿئي، ڪيس معلوم بہ آهي تہ اُهي سڀ ڳالهيون انهيءَ نظرياتي اُصول محبت جي ذريعي حاصل ٿي سگھنديون، تنهن هوندي بہ هي نادان انسان محبت جي سمنڊ ۾ دشمني تحت پٿر اُڇلي پريشان ڪندڙ ڪيئي لهرون پيدا ڪري ٿو جنهن سبب پاڻ بہ پريشان ٿئي ٿو ۽ ٻين کي بہ پريشانيءَ ۾ مبتلا ڪري ٿو جهڙيءَ طرح سُهڻيءَ سان ڪيو ويو هو جو هُوءَ پڪي گھڙي تي تري وڃي ميهار سان ملندي هئي، جيڪا ڳالهہ سندس مخالفن، خاص طرح سندس نڻان کي پسند ڪانہ هئي، شايد ڪاريءَ ڪري ڪُهاڙين سان مارائڻ بجاءِ ڪيس اٽڪل بازيءَ سان مارڻ جي خيال ڪري، سُهڻي جي لِڪايل پڪي گھڙي کي ڪٽي، گُم ڪري، اُن جاءِ تي ساڳيو رنگ ڏنل ڪچي گھڙي کي رکي ڇڏيو. سُهڻي ويچاري اُن دوکي کي سمجهي ڪانہ

سگهي ۽ دستور موجب جيئن ڪچو گهڙو ڪٽي، اَلا توهار ڪري درياهہ ۾ گهِڙي، اڳيرو ٿي، وِچ سِير ۾ مَس پُهتي تہ ڪچو گهڙو ڳري ختم ٿي ويو ۽ هُوءَ ٻُڏڻ لڳي ۽ ميهار کي وڏا وڏا سڏ ڪيائين، جنهن وري ملاحن کي سڏ ڪري پُڪاريندي چيو تہ وارو ڪريو اوهان بہ پنهنجا رَڇ اُڇلائي وِجهو، آءٌ هٿ ٿو وِجهان درياهہ ۾ ڏاڍو وَهڪرو آهي، گهوريو اُهو وَهڪرو، جنهن ۾ مُنهنجي سُهڻي ٿي ٻُڏي! اي ملاح واهر ڪريو، اوهان کي خوش ڪندس! اوهان همت ڪري منهنجي سُهڻيءَ جي زندگي بچايو! اوهان پرپاسي ۾ پنهنجا رَڇ اُڇلي وِجهو مَن سُهڻي سلامت مِلي وڃي! ملاحن سان گڏ ميهار بہ گهڻي ڪوشش ڪئي، پر سُهڻي ويچاري ٻُڏي مري وئي ۽ مِلي ڪانہ سگهي، پوءِ ميهار بہ پاڻ کي اُڇلي سِير ۾ وِڌو. هن درياهہ سُهڻيءَ کان اڳ ۾ ڪيترين ئي حياتين ٻوڙي ختم ڪيون آهن، پر سُهڻي تہ هن دل دهلائيندڙ درياهہ کي ئي ٻوڙي ختم ڪيو آهي ۽ هي ساگر هاڻ پنهنجو ڪنڌ ڪنڌيءَ سان هڻي پڇتاءُ ڪندي، حال کان بي حال ٿي ويو آهي، هن سُهڻيءَ کي نہ ٻوڙيو آهي، پر سُهڻيءَ جي همت ۽ محبت درياهہ کي ٻوڙيو آهي، مرشد لطيف هن منظر جو عڪس هن ريت چٽيندي چيو آهي تہ:

آءٌ پڻ وِجهان هَٿڙا، اَوهِين پڻ وِجهو رَڇ،
گهوريو ڪارونيار، مان مڙن سُپرين.

يا

ميهار ملاحن کي، اُيو آڇي آڇ،
آءٌ پڻ وِجهان هَٿڙا اَوهِين پڻ وِجهو رَڇ،
ڪَنڌي ڪُنب ڪَڙڇ، هون سلامت سُپرين.

يا

سَئين سَائِر ٻوڙيو، مُنڌ ٻوڙيو مهراڻ،
وَه وِڃايو پاڻ، هڻي ڪنڌُ ڪپن سِين.

[روزاني هلال پاڪستان، ڪراچي، سومر 5 اپريل 2016ع ۾ ڇپيو]



# شاھہ جي شاعريءَ ۾ حُب الوطنيءَ جا اولڙا

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ جو جنم 1689ع ۾ هالا حويليءَ ۾ ٿيو. سياسي لحاظ کان اُهو دَور سنڌين لاءِ غلاميءَ وارو دور هو. سنڌ جا ڪلهوڙا حاڪم دهليءَ جي مُغل حڪمرانن جا ڏَن ڀَرُو ۽ جي حُضوري ڪرڻ وارا هُئا. اُن وقت دهليءَ جو حاڪم اورنگزيب عالمگير هو. جيڪو انتهاپسند مذهبي ماڻهو هو. هن جڏهن وفات ڪئي هُئي تہ شاهہ سائين جي جوانيءَ جي شروعات ٿي چُڪي هُئي، يعني سندس عمر 16 سالن جي لڳ ڀڳ هُئي ۽ جڏهن حضرت صوفي شاهہ عنايت کي دوکي سان مير شهداد، نور محمد پليجي، يارو ڪلهوڙي، حمل جت ۽ سنڌ جي گورنر اعظم خان پناڻ مِلي، اُن وقت جي مُلن مولوين کان سندس خلاف ڪفر جون فتوائون وٺي شهيد ڪرايو تہ اُن وقت شاهہ سائينءَ جي عمر 28 سالن کي پهتل هُئي ۽ ڏارين ڏاڙيلن جي زيادتين ۽ پنهنجن جي بيواجبين، بيوفاين ۽ مذهبي ٺيڪيدار مُلن جي پيٽ ۽ پئسن جي لالچ تي فتوائون جاري ڪرڻ واري حرفت کي چڱي ريت سمجهندو ٿي رهيو. صوفي شاهہ عنايت جيڪو طبقاتي ۽ قومي جنگ جو سرواڻ هو. سندس شهادت تي ڪيترن ئي فقيرن سميت شاهہ سائينءَ کي ڏاڍو ڏک ٿيو هو ۽ سنڌي ماڻهن کي وڏيڪ غلاميءَ جي ڦنڌي ۾ ڦاسندو ڏسي، نهايت ڏکويل انداز ۾ چيائين تہ:

سَاٿي نَہ پَسان سي، جي هُيَم هِينئَڙي ٽُوڙِيُون،
هاٽي ڪٿي جي، اَڱڻ وَچڻ اَوريان!

يا

جا پُونءِ پيرين مُون، سا پُونءِ مَٿي سَڄڻين،

ڏِڱ لَتبا ڏُوڙَ ۾، اُيِي ڏِنا سُون،
ڏينھن مِڙَئي ڏُون، اُتي لوچ لَطيف چَئي!

يا

سَاتي نہ پَسان سي، جي مُون ويڙھہ وِڃائيا!

صوفي شاھہ عنايت جي شھادت جو شاھہ سائينءَ تي وڏو اثر پيو ھو، ۽ پاڻ پنھنجن پيارن فقيرن سميت ماتمي لباس پائي، تنبورو ۽ ڪڙتال ڪٽي، سنڌ جي ڪُنڊ ڪڙڇ ۾ ڪاھجي پيو ۽ چپي چپي ۾ وستي واھڻ وڃي، سنڌي قوم پرستيءَ جي رُوح جو محافظ ۽ آزاديءَ جو پروانو بڻجي، سنڌي قوم کي حُب الوطني ۽ آزاديءَ جو پيغام راڳ ويراڳ ۽ ساز آواز رستي ڏيڻ شروع ڪيائين ۽ اُن عمل ۾ بہ گھٽتائي ڪانہ ڪيائين:

تَتِيءَ ٿَڌِيءَ ڪاھہ، ڪانھي وَيل ويھڻ جي!

چئي اھو سلسلو زور شور سان جاري رکيائين. شاھہ جي اُن ڪچھري ۾ ماڪيءَ جھڙن مٺن گُفتن ۽ سچائيءَ جي شفاف چشمن مان ڪيترن ئي سنڌي ماڻھن فيض پرايو سندن ھي حال ھو جو ’ڪُوڙين ڪن سلام، اچي آسڻ اُن جي!‘ اُن دوران جڏھن سنڌ تي نادر شاھہ دراني جو لشڪر بُڪايل بگھڙن وانگر ڪاھي پيو ۽ سنڌي قوم کي قُرڻ مارڻ شروع ڪيو شاھہ سائينءَ کي ڏارين جي سنڌ ۾ اھڙي قُر مار ۽ ڳجھن وانگر لامارا ڏئي، سنڌين جي جسم مان بُوٽيون پٽيندي ڏسي حُب الوطني ۽ آزاديءَ جو پيغام مارئيءَ جي رُوپ ۾ تيزيءَ سان ڏيڻ شروع ڪيائين. شاھہ سائينءَ جي سُر مارئي جي ھر لفظ ۾ روشن صبح جو نياپو ۽ نئين جياپي جو حال سمايل آھي. شاھہ سائين نياز ۽ نياز آھي، ھڪ ھنڌ فرمايو اٿس تہ:

ھستي سڀ حرام، نِوڙت سڀ نماز!

شاھہ سائين ھيڪڙائي واري عقيدي کي ئي انسانيت جي عظمت جو سر چشمو سمجھيو ٿي. ھُن جملي جلال ڪُل ڪائنات جي طاقت ھڪ ئي مولا پاڪ جي ذات کي سمجھيو ٿي، انھيءَ ڪري ئي ڪنھن ٻئي جي

اڳيان سِر جُھڪائڻ جي منع ٿو ڪري، انھيءَ حقيقت کي مارئيءَ جي زباني پنھنجي الفاظن کي معنيٰ جي معراج تائين ھن طرح پھچايو آھي، چوي ٿو تہ:

اَول اللہ مَجان، جو مِڙني مَٿانھون،
تہ پوءِ ڪيئن ڪري مَجان، عُمر کي آءٌ.

عمر جھڙي ڏاڍي لاءِ مارئي جي رُوپ ۾ مقابلي ڪرڻ لاءِ چيو اٿس، اُن ۾ سنڌي قوم جي چوٽڪاري ۾ پيلائي جو راز سمايل آھي، لاَ اِلہَ اِلاَ اللہَ انقلابي ڪلمو پيو ڪونھي، اللہ کان سواءِ عمر جي اڳيان (غير اڳيان) جُھڪڻ مارئي کي پسند ئي ڪونہ ھو عمر بادشاھہ جي قيد ۾، ٿر جائي مارئي کي رھڻ لاءِ محل ماڙيون، کائڻ لاءِ ست رڃيون، سُمھڻ لاءِ پٽراٽيون ڏنيون ھُيون، پر مارئي اُنھن سڀني ڏي اک کڻي نھاريو بہ نہ، تہ اُھي شيون ڪھڙيون ٿينديون آھن! عمر کي دل ۾ بي ايماني سمايل ھُئي، تنھن ھن غريب جائيءَ کي پنھنجي ڪرڻ لاءِ ڪئي ھيلا ھلايا، پر مارئي کي عمر جي محل ماڙين کان پنھنجا اباڻا جُھوپڙا پيارا ھُئا، عمر بادشاھہ جي غلاميءَ جي پوڙن پُلائن کان، ملير ۾ آزاديءَ وارو ڏُٿ وڌيڪ پيارو ھو. عمر جي کٽن مِٺن شربتن کان پَلُر جو پاڻي وڌيڪ پيارو ھو عمر جي ويس وڳن کان اباڻن جا کھرا کٿا ۽ لوبون پسند ھُيون، عمر جي پلنگ پٽراٽين کان واريءَ جو وِڇاڻو وڌيڪ پسند ھو انھيءَ ڪري عمر جي ڪوٽ ۾ پَٽ تي پانھن سيرانديءَ ڪري سُمھندي ھُئي، ھُن کان پنھنجا ملير جاوا ماروئڙا اصل نہ وِسريا ھُئا، عمر جي ڪوٽ ۾ سڀني سھوليتن ھوندي بہ پاڻ کي قيدياڻي سمجھي عمر کان مليل ڪنھن بہ سھوليت واري شيءِ کي پنھنجي استعمال ۾ نہ آندائين، ھر وقت اوڇنگارون ڏئي پئي رُئندي رَڙندي ھُئي. عمر بادشاھہ کيس نِت نيون نيون لالچون پيو ڏيندو ھو ۽ کيس پَٽ راڻيءَ بنائڻ لاءِ چيائين، پر ٿر جي ھن غريب نياڻيءَ اخلاق جو دامن ھٿان نہ ڇڏيو پنھنجي سِيل سَتُر بچائڻ لاءِ ھمت جو سندرو ٻڌي بيھي رھي ۽ عمر جي ڪابہ آڇ قبول نہ ڪيائين، سندس اڳيان فولاد جي ديوار بنجي بيھي رھي. عمر کيس جيڪا بہ آڇ ٿي ڪئي، سا ھُن

ٺُڪرائي ٿي ڇڏي، عمر ڪيس ٿڏيون مِٺيون ڳالھيون ڪري، ڪيس خوش ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، پر مارئي ھڪدم ملير طرف منهن ڪري زاروزار روئي رڙيون ريهون ڪري، ائين چوندي ھُئي تہ اي عمر بادشاھہ! آءٌ تُنهنجا ھي سيڻي سُک سُوري ٿي سمجهان، آءٌ غريب ٿري ماروئڙن جي ملڪيت آهيان، زور ظلم ۽ زبردستيءَ سان تنهنجي زال نٿي بنجي سگهان، مون کي مٽي تي جيڪا مسڪين ماروئڙن لوئي پهرائي آهي، سا نہ لاهينديس نہ لڄائينديس! اي عمر! هرو ڀرو اشرافن کي پنهنجي ڏاڍ ڏمر سان ظلم جا زنجير وجهي پنهنجي بنائڻ جي ڪوشش نہ ڪر، آءٌ تو عمر جي ٿي نٿي سگهان. شاهہ سائين مارئيءَ جي واتان عمر کي هن طرح چَوِرايو آهي تہ:

سَون بَرابر سَڱڙا، مَارُو سَندا مُون،
پَٽولا پَنهوار کي، عُمر آڇ مَ ٿُون،
وَرلوئِي جي لُونءِ، ڏَاڏاڻَن ڏِنيام جا!

مارئيءَ کي پنهنجي حياتيءَ کان پنهنجي عزت وڌيڪ پياري هُئي، هُن کي پنهنجن ذاتي مفادن کان ملير جي مِڙني ماروئڙن جا گڏيل مفاد پيارا هُئا، عمر بادشاھہ وٽ وِڪامجي وڃڻ سان ملير جي غريب ماڻهن جي عزت ۽ وَقار کي ڇيهو ٿي رَسيو، مارئي ملير ۽ پنهنجن ملير ڄاون ماروئڙن تان قربان ٿي وڃڻ کي بهتر ٿي سمجهيو ۽ هُوءَ پنهنجي حياتي جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿي هُئي، ڇاڪاڻ جو قومي ڪردار کي بچائڻ زندگي جو مکيہ فرض ٿي سمجهيائين، هن نہ ٿي چاهيو تہ عمر بادشاھہ وٽ وِڪامجي ملير جي مِڙني ماروئڙن کي مِهڻي هاب ڪريان. مارئي پنهنجي ٿر ۽ ٿري ماروئڙن کي، هڪ مضبوط زبان ۽ تهذيب تمدن جي هزارين سالن جي ڳانڍاپي جي نالي سان ٿي سمجهيو، هُن پنهنجي ٿري ماروئڙن کي ڪنهن بي رحم آقا جو غلام يا رِڍن، ٻڪرين جو ڌڻ ڪونہ ٿي سمجهيو جو هرو ڀرو ٻگهڙن جو کاڄ پيو ٿئي! هن جو اِهو ايمان هو تہ ٿري ماروئڙا، هڪ ظالم جابر هٿان زوري کڄي وڃڻ تي مون کي وِساري ڪونہ ويهندا، ڇاڪاڻ تہ آءٌ روز ازل کان ٻہ اڳي اُنهن

ٿرين جي آھيان، اجا ڪُن فيڪون جي ڳالھہ ئي ڪانہ ھُئي، نہ وري ڪنھن بني بشر جي وجود جي ڪا ڳالھہ ھُئي، منھنجو آدم جي پيدا ٿيڻ کان بہ اڳ ۾ پنھنجي ٿري ماروئڙن سان ڳانڍاپو آھي، اُنھيءَ ڪري مارئي، عمر بادشاھہ جي ڪنھن لالچ لوڀ ۾ نہ آئي، ۽ عمر کي ٿي چيائين اي عمر بادشاھہ! آءٌ پنھنجن ملير ڄاون جي پچر ڪيئن ڇڏيان، جو اُنھن سان منھنجي فطري محبت آھي! اُنھن سان منھنجي محبت جون ميخون لڳل آھن، مون کي تنھنجي قيد ۾ گھڻا ڏينھن گذري ويا آھن، جو مون پنھنجن پنھوارن جا پَڪا نہ ڏِٺا آھن، جن کي ڏِسڻ لاءِ ڏاڍي پريشان آھيان. جھڙي ريت ڪپڙي کي ڪنھن سنھي سُئي سان ٽوپو ڏئي ڳنڍي سوگھو ڪبو آھي، اھڙي ريت منھنجو ساھہ ملير جي ملڪي ماروئڙن سان سِبجي سوگھو ٿيل آھي ۽ مون کي ملير جا گولاڙا ۽ گاھہ ڏاڍا ياد پيا ٿا پون، ھت تو وٽ منھنجو فقط جسم آھي، منھنجو رُوح ملير ۾ آھي، منھنجو ساھہ رُوح پنھنجن اباڻن ڪکن ۽ پکن ۾ آھي، سچ ميچين تہ تنھنجي ڪوٺ ۾ مون مجبور جو خاڪي جسم آھي، شاھہ سائين مارئي جي واتان انھي ڪيفيت کي ھيئن بيان ٿو ڪرائي تہ:

آءٌ ڪيئن ڇَڏِيان سُومرا! ٿِن پَنھوارن پَچار؟  
جَڙ جِنِين جي جَان ۾ لَڳِي رِيءَ لوھار،  
مَيخُون محبت سَنديون، ھينئڙي مَنجھہ ھَزار،  
پَکا ۽ پَنھوار، ڏِٺي مُون ڏِينھن ٿِيا.

مارئي ويچاري ٿري ماروئڙن جي ڳاٺ اُوچي ڪرڻ لاءِ ظالم عمر بادشاھہ جون سيئي سُور سختيون سھندي رھي، مگر اُن ظالم اڳيان جُھڪي اصل ڪانہ. ھن اُن ظالم اڳيان جُھڪڻ کي وڏو عيب ٿي سمجھيو جي ھي اُن جابر اڳيان جُھڪي پوي ھا تہ سڀني ٿري ماروئڙن کي وڏو داغ لڳي وڃي ھا ۽ عمر جو بہ من وڏي وڃي ھا ۽ پوءِ ٿر جون ٻيون نياڻيون بہ ظلم جو نشانو بنجن ھا، پر مارئي ھمت ۽ حوصلي سان اھڙو تہ پاڻ ملھايو جو عمر جا ڏند

ڪنا ٿي پيا، جيئن متس سختي ٿي ٿئي، تيئن هُن ۾ خانداني شرافت ۽ نسلي عظمت نمايان ٿي ٿئي. عمر جهڙي حاڪم وٽ قيدياڻي هوندي بہ بنا ڪنهن خوف خطري جي سندس هر ڏاڍ جو مقابلو ڪيائين ۽ حق سچ کان نہ هٽي ۽ عمر بادشاهہ کي مخاطب ٿي چيائين تہ:

جي لُوڻ لِڱين لائين، چِيري چِيري چَم،
مُون ڪُر اڳي نہ ڪيو اهڙو ڪوجهو ڪم،
جَان جَان دعويٰ دَم، تَان تَان پِرت پَنهوارسِين!

ٿري نياڻي مارئي کي، عمر بادشاهہ پنهنجي ڪوٽ ۾ جڏهن ڪٺي اچي قيد ڪيو هو اُن وقت کان ئي مارئي، هن ڏارئي ڏاڙيل جي ڪنهن بہ آڇ کي قبول نہ ڪيو. رُڳو پنهنجي ماروئڙن کي ياد ڪري پئي رُئندي رَڙندي هُئي، عمر کانئس روج راڙي جو سبب پُڇندو هو تہ وڏيڪ روئي رڙي ڪيس چوندي هئي تہ اي عمر بادشاهہ! ڳنڍير جي گاهہ وانگر منهنجي دل جون ڳنڍيون ملير جي ماروئڙن سان آيل آهن، آءُ ۽ منهنجا ماروئڙا هڪڙي ئي مِٽيءَ جي پيداوار آهيون، اُهي ٿري ماروئڙا ڏاڍا قُرباڻتا آهن ۽ احسان ڪندڙ آهن، اُنهن کان ڏار رهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، تنهنجي قيد ۾ منهنجا ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ٿا گذرن، منهنجو اهو وڙ ناهي جو ذاتي لالچ ۾ اچي پنهنجا ٿري ماروئڙا وِساري تو وٽ ويهي رهان! مارئي جيڪا فطري طرح آزاد هُئي، پر زبردستي عمر جي ڪوٽ ۾ اچڻ کان پوءِ غلاميءَ جي زندگي ۽ مارُن جي وڇوڙي جي ڪري، ڏينهون ڏينهن وَيئي جُهرندي، آخر ڪنڊا ٿي وئي، هڪ ڏينهن عمر بادشاهہ کي پاڻ وٽ گُهرائي چيائين تہ اي عمر بادشاهہ! مون کي ٿر ۽ ٿري ماروئڙن جي وڇوڙي نهايت جهوري وڌو آهي، موت جو ڪارو ڪانءُ منهنجي مٿي تي اچي وينو آهي، منهنجي زندگي پُوري ٿيڻ واري آهي، جيئن آءُ تُنهنجي قيد ۾ سجڻ ۽ ساٿيهہ لاءِ سِڪندي سِڪندي مري وڃان تہ پوءِ منهنجي توکي هي وصيت آهي تہ منهنجو لاش، منهنجي ٿري ماروئڙن ڏي

موڪلي ڏِجانءِ تہ جيئن منهنجي مَيَت کي ٿر جي وَلين جو واس اچي سگهي ۽ منهنجي قبر پنهنجي ٿر جي ڌرتيءَ ۾ پنهنجي اباڻي قبرستان ۾ ٺئي، جي ائين ٿيو تہ آءٌ ڄڻ مُئل بہ جيئري ٿي پوندس! شاهہ سائين مارئي جي واتان حُب الوطنيءَ جو اظهار هن طرح ڪرايو آهي تہ:

واجهائي وطن کي، آءٌ جي هِت مُياس،
تہ گور مُنهنجي سُومرا! ڪَج پَنهوارن پَاس،
ڏِج ڏاڏاڻي ڏيهہ جي، منجهان وَلڙين وَاس،
مُيائي جِياس، جي وَڃي مَڙهہ مَلير ڏي!

مارئي جيڪا سچ جو سندرو ٻڌي، ٿر جي عزت ناموس آزاديءَ ۽ قومي روايتن جي بقا لاءِ عمر بادشاهہ جي قيدمِ رهي ٺَڪر ڪاڌو ٺَڪر بہ اهڙو ڪاڌو جو هيڏي ساري بادشاهہ کي ٿر جي غريب نياڻي مارئي جي سچائي، هِمت ۽ قومي غيرت اڳيان جُهڪڻو پيو ۽ مارئي کي آزادي ڏنائين! اڄ مارئي کي سنڌي قوم آزاديءَ جي علامت سمجهي ٿي.

[روزاني هلال پاڪستان، ڪراچي، خميس 17 اپريل 2003ع ۾ ڇپيل]



# اک اُلٽي ڏار...

اَک اُلٽي ڏار، وئون ابتو عام کان
جي لوک لهوارو وهي، تون اونچو وهہ اوڀار!

مهراڻ جي ماٿريءَ جي سدا حيات ۽ جڳ مشهور شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي بيتن جي اُونهي اڀياس کان پوءِ اُنهن ۾ وڏي سمجهہ جو ساگر نظر ايندو، جنهن مان دل جي دليري اِرادي جي پُختگي، غيرت، شرافت، سچائي جي لافاني لاٽ ۽ اجتماعي زندگي گذارڻ جي واٽ ملي ٿي. مرشد لطيف جي بيتن ۾ جيڪي نصيحت جا نُڪتا سمايل آهن، جي اُنهن تي ويهي لِکجي تہ ڪيترا ڪاڳر ڪارا ٿي پون، اُن ڪري مون فقط مرشد لطيف مٿيون هڪ بيت شرح لاءِ چونڊيو آهي، اُنهيءَ لاءِ تہ هن ديس جا ديسي ماروئڙا، سانگيئڙا پنهنجي ذهن مان لوڀ، لالچ، نفرت، تڪبر، ڪُپٽ ۽ ڪيني کي اندر مان ٽُڏي ڪڍن ۽ پاڻ ۾ سچ تي ساهہ ڏيڻ جي جُرئت پيدا ڪن، هر ڦورو ۽ ظالم جي هر مصيبت کي مردانگيءَ سان منهن ڏئي پاڻ بچائين، جيئن سندن تاريخ پنهنجن وڏڙن وانگر سُنهري اکرن ۾ لِکجي ۽ سندن مان شان تي سندن ايندڙ نسل فخر سان ڳاٽ اُوچي گُهمي سگهي. مرشد لطيف هڪ مڃيل حقيقت جو مالڪ آهي، جنهن رومانوي داستانن وسيلي خُوديءَ کان خدا تائين رَسائي جا راز ڏنا. جنهن سُجاڳيءَ جا سڏ ڪندي چيو تہ 'سُتا اُٿي جَاڳ ننڊ نہ ڪجي ايتري!'

جنهن پنهنجي حق حاصل ڪرڻ لاءِ وڏي مصيبت ۾ بہ ڪاهي پوڻ جي همت ڏياريندي چيو تہ 'مئي متي مهراڻ ۾ پئو پٽو ڏئي،' انسان سائنسي ترقيءَ جي زور تي چنڊ تي پيرگسائڻ ۽ مريخ ڏي موٽ ڪائي پهچڻ کان پوءِ ڪمپيوٽر جو ڪمال حاصل ڪيو. تاريخ جي روشنيءَ ۾ انسان جي

شخصي يا اجتماعي زندگيءَ تي غور ويچار ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ اها نا انصافي ئي هُئي، جنهن انساني حياتيءَ جي هر حصي کي تباهہ برباد ڪيو آهي، جنهن مان اهو بہ معلوم ٿيندو تہ انسان جي زبان تي لت رکي ڪيئن سندن آواز کي دٻايو ويجي ٿو! مذهب جي مقدس نالي ۾ انسانن جي حقن تي ڌاڙا هنيا وڃن ٿا، علم سان مقابلو ڪري ڪيس ڪيترو نہ نقصان پهچايو وڃي ٿو. عزت ۽ شرافت سان ڪهڙا ڪهڙا ڪَلُور ڪيا وڃن ٿا ۽ ڪيئن نہ سچي عزت ۽ اصلي شرافت کي هٽائي، ڪوڙي عزت ۽ نقلي شرافت جو پوش پهرايو وڃي ٿو. عزت آبرو جي معنيٰ آهي، دنيا ۾ محبت ۽ احترام حاصل ڪرڻ. هر انسان ان مقصد جو ڳولائو خواهشمند ۽ شيدائي رهيو آهي، تان جو نبين، اوليائن، صوفي فقيرن ۽ بُزرگن کي بہ سندس طلب هُئي ۽ آهي، عزت احترام ۾ هڪ خاص رُوحاني لذت آهي، جيڪا هر انسان کي ايتري تہ پياري آهي، جيتري ڪنهن وَلي کي معرفت، ڪنهن حڪيم کي حڪمت، ڪنهن غريب کي ڌن دولت ۽ عاشق کي معشوق جي محبت، اهو ئي سبب آهي، جو انسان عزت خاطر پنهنجو ڌن، تن ۽ من قربان ڪري ڇڏيندو آهي، ڪيتري مدت تائين انساني اڳواڻن سياسي رهبرن ۽ اخلاقي ماهرن ۾ بحث هلندو رهيو تہ انسان کي زندگي وڌيڪ پياري آهي يا عزت؟ گهڻي بحث کان پوءِ آخر اهو فيصلو ڪيو ويو تہ آزاد ۽ غيور انسان عزت کي حياتيءَ کان وڌيڪ سُٺو سمجهندو آهي. صحيح عزت جو رستو اهو آهي تہ انسان اجتماعي زندگي کي بهتر بڻائڻ لاءِ پنهنجي شخصي مفادن کي قربان ڪري ڇڏي. اجتماعي قربانيءَ جا ٽي قسم چيا وڃن ٿا.

❶ مالي قرباني، جيڪا گهٽ ۾ گهٽ قرباني آهي.

❷ علمي ادبي قرباني، جيڪا وِچولي درجي جي قرباني آهي.

❸ جاني قرباني، جيڪا وڏي ۾ وڏي قرباني چئي وڃي ٿي، نہ معلوم اُن قربانيءَ جو حُسن خداداد ڪهڙو نہ من موهيندڙ ۽ دلفريب آهي، جو ڪيترائي انسان پروانن جيان مٿس قربان ٿيا ۽ ٿيندا رهن ٿا. پر ڪنهن کي

بہ اھو افسوس ۽ ارمان ناھي ٿيو سڀ جا سڀ خوشيءَ سان قربان ٿيندا رھيا، اھڙن غيرتمندن انسانن لاءِ مرشد لطيف چيو آھي تہ:

گھوڙن ۽ گھوٽن جيئڻ ٿورا ڏينھڙا،
ڳڏھن مَنجھہ ڳوٺن، ڳڏھن راھِي رِڻ جا!

حضرت مخدوم بلاول کي، شاھہ بيگ ارغون جڏھن گھاڻي ۾ پيڙڻ جي سزا ٻُڌائي تہ 'مخدوم صاحب فرمايو تہ مون کي پيرن کان گھاڻي ۾ وِجھجو جيئن آءٌ پنھنجي ڪنن سان، پنھنجي ھڏين جا ٽڙڪاٽ ٻُڌي سگھان'، ۽ کيس پيرن کان پيڙجڻ شروع ڪيو ويو تہ سندس ٽنگن جي ھڏن ٽڙڪاٽ ڪيا تہ شاھہ بيگ ارغون ھلندڙ گھاڻي کي روڪرائي، مخدوم صاحب سان مخاطب ٿيندي چيو تہ: "ڇا ٿو سمجھين پنھنجن ھڏن جا ٽڙڪاٽ ٻُڌين ٿو!" شاھہ بيگ جو خيال ھو تہ مخدوم صاحب ضرور پڇتاءُ ڪندو پر مخدوم بلاول وڏي بھادري ۽ وڏي حوصلي سان کيس چيو تہ: "اِھي ٽڙڪاٽ سنڌ ۾ رھندڙ ارغونن جي پاڙن جا آھن، جو سنڌ مان سندن لاھہ اصل لاءِ پتجي رھيا آھن." ڦورو شاھہ بيگ ارغون سندس اُھي لفظ ٻڌي بيحد شرمندو ٿيو ۽ پوءِ مخدوم بلاول کي گھاڻي ۾ پيڙڻ جي ڪارروائي پوري ڪرايائين. حضرت صوفي شاھہ عنايت ڦورو ظالمن خلاف قومي ۽ طبقاتي جنگ لڙي رھيو ھو اھا جنگ ڏکھي ٿي وئي ھئي، سنڌ جي گورنر اعظم خان پناڻ، مير شھداد، جيڪو حضرت صوفي شاھہ عنايت جو سنڌو ھو انھيءَ کي پنھنجو ڪري صوفي شاھہ عنايت ڏي موڪليو جنھن کيس قرآن شريف جو قسم ۽ ڏاڙھيءَ تي ھٿ ڦيري واعدو ڪيو ۽ صُلح جي بھاني صوفي شاھہ عنايت کي گورنر اعظم وٽ وٺي آيو ھي ھڪ ڊرامو ھو گورنر صوفي شاھہ عنايت کي ھڪدم گرفتار ڪرائي، جلاد گُھرائي کيس قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو اُن وقت حضرت صوفي شاھہ عنايت غدار مير شھداد ڏي نھاري چيو تہ 'ڏونگر ڏني ڏاڙھي، ڪر ڪوھہ ڪُتي جو پُڇ!' پوءِ چيائين تہ:

سر در قدم يار فدا شدچہ بجاشد،
اين بار گران بود ادا شدچہ بجاشد

پوءِ جلاد پنھنجو ڪم پورو ڪيو. مطلب عزت احترام ھڪ قيمتي راز آھي، جنھن کي ھر غيرتمند انسان ساھہ ۾ سانڍيندو آھي. عدل ۽ انصاف جي زماني ۾ عزت احترام حاصل ڪرڻ بلڪل آسان آھي، پر ڦورو حاڪم جي وقت ۾ عزت حاصل ڪرڻ سَرفروشي ۽ مقابلي کان سواءِ ٻيو چارو ئي ڪونھي، اھا آھي ھڪ حقيقي ۽ اصل عزت. پر اُن جي ڀيٽ ۾ ٻي نقلي ۽ ڪُوڙي عزت بہ آھي، جيڪا نھايت شرمناڪ ۽ بيحد بُري آھي، ناظرين! منھنجو قلم اڳتي وڌڻ کان ڪيٻائي ٿو تہ متان اوھان جي احساس کي ڪا ٺوڪر لڳي! پر آءٌ اوھان جي روشن ضمير کي انسانيت جو واسطو وِجھي نماڻو عرض ٿو ڪريان تہ ھڪ لمحي لاءِ ذاتي ڳالھين کان الڳ ٿلڳ ٿي، منھنجي ھن بيان تي غور ويچار ڪريو تہ اوھان جي مھرباني ٿيندي، نقلي يا ڪُوڙي عزت ڦورو حڪمران جي مچايل ظلم جي جھنم جو ھڪ ٻرندڙ شعلو آھي، جيڪو اھڙي ڦورو حڪمران جي چاپلوس ۽ مددگار کي ان لاءِ ملندو آھي تہ جيئن انسانيت، اخلاق ۽ شرافت کي جلائي خاڪ ڪري، خاڪ ۾ مِلائي ختم ڪري ڇڏي! مطلب تہ ڪُوڙي عزت اِھا آھي، جنھن جي حاصل ڪرڻ سان انسان وڏي ڦوروءَ جي پاڇي ھيٺ پلجي، ھڪ ننڍو ڦورو بنجي وڃي ٿو! اڄ ڪلھہ ڪُوڙي عزت حاصل ڪرڻ جا ايترا تہ اجايا ۽ اڏنگا رستا کُلي ويا آھن، جن کي ڏسي انسانيت تہ ٺھيو پر حيوانيت جو بہ شرم ۽ حيا کان ڪنڌ جُھڪي ويو آھي، ڪُوڙي عزت حاصل ڪندڙ ماڻھو پبلڪ کي ڏوڪي ڏيڻ خاطر منھن جي پڪائي ۽ نڪ نرجائي ڪري چوندا آھن تہ اسان پنھنجن معاملن ۾ ھر طرح آزاد آھيون، جيئن وڻندو تيئن ڪنداسون، اسان کي ڪنھن جي پرواھہ ڪانھي! اسان جي عزت ۽ عظمت بلڪل محفوظ آھي! اسان جو ننگ ۽ ناموس بي داغ آھي، اسان جا ھٿ صاف آھن، اھو سندن نسورو ڪُوڙ ھوندو آھي، نہ ھُو آزاد ھوندا آھن، نہ

سندن عزت محفوظ هوندي آهي، نہ سندن هٿ صاف هوندا آهن. ڇاڪاڻ تہ اُنهن کي پنهنجي ڪُوڙي عزت قائم رکڻ لاءِ هميشہ ڦورو حڪمران جون جُتيون ۽ لعنتون سَهڻيون پونديون آهن. پوءِ اُنهن جُتين ۽ لعنتن کي لِڪائڻ لاءِ ڪيئي ڪوڙيون ڪوششون پيا ڪندا آهن. اهي ڪُوڙا مڪار، عدل، انصاف جا دشمن، زور ۽ ظلم جا حامي هوندا آهن. اهڙن ماڻهن کي ڦورو حڪمران پنهنجي حڪومت ۾ انهيءَ لاءِ ڀرتي ڪندو آهي تہ اُنهن غدارن کي پنهنجو هٿيو بنائي، عام ماڻهن کي آسانيءَ سان ڌوڪو ڏئي، قومي آباديءَ جي نالي ۾ قومي بربادي جي باهہ ڀڙڪائي وجي! ڦورو حڪمران اهڙن ماڻهن کي عزت ڏيندو آهي، ظاهر ۾ نيڪ ۽ شريف زادا نظر ايندا آهن. يعني شاهہ سائينءَ چواڻي:

مُنهن ۾ مُوسيٰ اَندر ۾ اِبليس!

جي زنده تصوير هوندا آهن. سندن مثال اُن دغا باز واپاري جهڙو هوندو آهي، جيڪو پنهنجي دُڪان تي اڳيان سُٺيون سُٺيون شيون رکندو آهي تہ جيئن خريدار کي ڌوڪو ڏئي سگهي، اهڙيءَ طرح ڌاريو ڦورو حڪمران اهڙن ماڻهن کي عزت بخشيندو آهي، جيڪي حد درجي جا خوشامندڙيا، چاپلوس ۽ لالچي هوندا آهن. هُو کين پنهنجو ڪري ڪُوڙي عزت سان سَنواري سينگاري ميدان تي لاهيندو آهي تہ اُنهن جي وسيلي پنهنجو ڪم وٺي حُڪمراني ڪري! ڪي ڏاها ۽ سياڻا ماڻهو اهڙي ڌارئي ڌاڙيل حڪمران جي دلالي ۽ ايجنٽي ڪرڻ کان لهرائيندا آهن تہ کين سخت تڪليف جو منهن ڏِسڻو پوندو آهي، جيل ۽ ٽاٽا سندن مقدر بنجي ويندآ آهن ۽ ڌارئي حاڪم وٽ اڪثر حرام، بدمعاش، خوشامندڙين، چاپلوس ۽ لالچي قسم جي ماڻهن کي رسوخ ملي ويندو آهي ۽ هر هڪ نااهل زليل، خوار، بي غيرت، بي شرم، بي حيا، ضمير فروش، ويڪائو وڏي ٽٽ تي پهچي ويندا آهن، جيڪي اُن جا لائق ئي نہ هوندا آهن، هر هڪ باغيرت، باضمير، عوام دوست مجبور ۽ لاچار ڳَن لڪائڻ ۾ پُورا هوندا

آهن، ڏاريو حُڪمران جيترو زياده ظلم ڪندو آهي، اوترو بدمعاش ۽ ضمير فروش ماڻهن کي پاڻ وٽ پيرتي ڪندو آهي، تہ جيئن سندس ظلم جو رستو صاف رهي، اهڙو ڌورو حڪمران پنهنجي هوشياري ۽ مڪاري سان اهڙن ذليل ۽ خوار ماڻهن کي چونڊيندو آهي، جن ۾ ايمان، غيرت، شرافت، حق، صداقت ۽ عزت جو زور بہ نہ هوندو آهي، سندن عهدن، مرتبن جو فرق بلڪل ابتو ۽ الٽو رکندو آهي، جيڪو سڀ کان زياده ذليل ڪينو، بدمعاش، بي ضمير، خوار خراب ۽ وڏ کان وڏ قوم دشمن هوندو آهي، ان کي ئي سڀ کان وڏو عهدو عطا ٿيندو آهي، اهو ئي سندس منظور نظر ۽ پيروسي جوڳو هوندو آهي، اُن کان پوءِ ٻيا عهدا اُن جي نسبت سان گهٽ درجي وارن بدمعاشن کي ملندا آهن ۽ هر ڪنهن کي پنهنجي غداري، قوم دشمني ۽ ظلم پروري موجب عهدا، عزتون ۽ لقب القاب ملندا آهن، ڏاريو حڪمران هميشہ اهڙن ويڪائو ۽ دلال قسم جي ماڻهن جو ڳولائو هوندو آهي، جيڪو سندس ظلم زيادتي ڪرڻ ۾ دل کولي مدد ڪندو پوءِ اڳوات، جاچي جوچي ڏسندو آهي تہ هو سندس خير خواهہ آهي يا نہ! هو اهڙي شخص کي ڪڏهن بہ ڪو عهدو مرتبو نہ ڏيندو، جيستائين کيس لاءِ پورو يقين نہ ٿيندو آهي تہ هُو ظلم پسند ۽ قوم جو پورو پورو دشمن ۽ غدار آهي، هو اهڙي يقين کان سواءِ ڪنهن کي بہ ڪو عهدو ڏئي جهوليءَ ۾ نانگ ڪونہ پاليندو آهي؟ اهڙي قسم جا چونڊيل وزير، صلاحڪار، ڪڏهن بہ جمهوري حڪومتن جهڙا قومي وزير، صلاحڪار نہ هوندا آهن، اهڙيءَ طرح ڏارئي ڌورو حاڪم جا سپاهي، قومي سپاهي نہ پر قوم جا قاتل هوندا آهن، اهڙي ڌورو حاڪم جا وزير يا ٻيا عهديدار نوڪريءَ وارا اصلاح جو ڪُوڙو فلسفو بيان ڪري قوم جي عشق ۾ واڳون وارا ڳوڙها ڳاڙيندي ڏسي، ڪنهن کي بہ ڏوڪو ڪائڻ نہ گُهرجي، اُهي غدار جيڪڏهن رات ڏينهن آهون دانهون ڪن، سِر ۽ سينو ڪُٽي ماتم ڪن، خود غرض، مذهب فروش مُلا مولوي، جڏن جُبن دستارن ۾ ويڙهجي سيڙهجي، وڏيون تسبيحون پڙهن، ڌورو حاڪم جي ڀلائي لاءِ واعظ ۽

تقريرون ڪَن، پاڻ کي حاجي نمازي سڏائين، مطلب تہ ڪيترو بہ ڏيک ڏيکارين، پر سندن صداقت ۾ سچائي نہ سمجهجي، ڇو تہ اهي سڀ ڳالهيون سندن ڪردار ۽ عمل جي ابتڙ هونديون آهن، سندن آهون، دانهون واعظ تقريرون رڳو ظاهري ڪيل تماشو هونديون آهن، هو اهڙا حيلا سوچيندا آهن تہ ڪهڙي بهاني سان قوم کي ڌوڪو ڏئي ڦاسائي، پنهنجو ڪم ڪڍون، ڪهڙي ويس ۾ ڪين لٽيون ڦريون، پوءِ اُنهن مان ڪي مذهبي ٺڳ قوم وٽ اچي چوندا آهن تہ اڙي مسلمانو! مؤمنو خدا جي مرضي اِها آهي، اوهان جي قسمت ۾ اِهو ئي لکيل آهي، اوهان صبر ۽ شڪر ڪريو، اُن کان سواءِ ٻيو چاڙهو ئي ڪونہ اَٿو، خدا جي رضا تي راضي رهو! ٻيو گُروهہ اميرن، وزيرن، ڪامورن، وڏيرن، ڀوتارن جو هوندو آهي، سيئي گڏجي قوم جي اڳيان واڳون وارا ڳوڙها ڳاڙهي چوندا آهن، اسان اوهان کي هر مصيبت کان ڇڏائڻ آيا آهيون، اوهان اسان تي ڀروسو ڪريو، ڪا پرواهہ نہ ڪريو، اسان ويٺا آهيون، پر اُهي سڀ جا سڀ اول درجي جا دغاباز، ڪُوڙا، مڪار، غدار بيڪار، بد ڪردار ۽ ڪوڙا هوندا آهن، سندن مقصد سواءِ هِن جي ٻيو نہ هوندو آهي، تہ هڪ طرف قوم کي ڌوڪو ڏين، ٻئي طرف ڌارئي حاڪم کي ديجاري پنهنجا مقصد حاصل ڪن، اِهي سڀ جا سڀ ڦورو حاڪم جا ايجنٽ هوندا آهن، جيڪي ظاهر ۾ قوم جا مددگار سڏائي، اندروني طرح ظالم حاڪم سان ٻِٽ ۽ جُٽ ٿي قوم جو خون چوسيندا آهن. اُنهن جو خاص مقصد هر اينڌڙ حاڪم جي مدد ڪري ڪيس اوج ۽ عروج تي پهچايو وڃي ۽ قوم کي خواهش جي ٿياس تي تنگي ذلت ۽ غلاميءَ جي اوڙاهہ ۾ اُڇليو وڃي، اهڙين ڏکين حالتن ۾ مرشد لطيف پنهنجي سنڌي قوم جي رهبري ڪندي فرمايو آهي تہ:

اَڪ اُلٽي ڌَار، وَئون اُبتو عَام کان،
جي لوڪ لهوارو وَهي، ٿُون اُوچو وَهہ اَوپار.

اھڙين حالتن تي لوڪ جو مطلب آهي ڦورو حاڪم جي غلط نظام ۽ معيارن جي اڪيون ٻوٽي پوئلڳي ڪندڙ ماڻهو جيڪي قوم دشمن ماڻهن جي ڏيک ويک، ڌن دولت، مال ملڪيت، ڪاڌ پيت، ٺٺ ٺانگر جي پٺيان لڳي پوندڙ ۽ اُنهن جي ثنا صفت ڪندڙ اُنهن کي ئي عزت احترام جي لائق سمجهندڙ اُنهن جون نيڪيون ڪندڙ اُنهن جي هر بُري عمل کي سُٺو سمجهندڙ اُنهن جي درن تي وڃي ڏِڪا ٺيلها کائيندڙ ۽ اُنهن جي ڪُوڙي عزت کي قبول ڪري، هرو ڀرو سندن اڳيان ڪڱيون هڻندڙ اُنهن جي اِشارن تي هلندڙ سندن شان ۾ قصيدا چوندڙ ٻيا ماڻهو اُهي عقل عزت غيرت شرافت وارا ماڻهو جيڪي حق سچ جو نعرو هڻي، اُنهن ڦورن جي شين کي رد ڪري، اُنهن کان نفرت ڪن ٿا. سندن آڏرياءُ کي ٺُوڪاري ڇڏين ٿا. ڪين قوم جو دشمن سمجهي ڪُوڙي عزت کان نفرت ڪن ٿا. اِهو آهي 'اُوچو وَهہ اَوِيار' جو مقصد! مرشد لطيف جو هي بيت روشنيءَ جي مينار جي حيثيت رکي ٿو جنهن سان راهہ ڀٽڪيلن جي رهنمائي ٿئي ٿي. ڏٺي شال اسان کي رهبر لطيف جي رهنمائي نصيب ڪري. (آمين)

[روزاني هلال پاڪستان، ڪراچي، جمعي 26 جون 2004ع ۾ ڇپيل]



# ھڏي مٿي ھوڏ

لاثاني گوھر پلاري پٽ ڏٺي شاھہ عبداللطيف جي پيغام جو جيڪڏھن تفصيل سان ذڪر ڪبو تہ اُن لاءِ دفترن جي درڪار ٿيندي، جنھن ڪري مون شرح لاءِ فقط ھي ھڪ بيت چونڊيو آھي تہ:

ھڏي مٿي ھوڏ، ڪڏانھن ڪر ڪتن جي
ھڏي ساڳي لوڏ، ڪيئي چوسيندڙ چلي ويا!

لاڪيڻي لطيف جي ھن بيت کي ذھن جي ڪسوٽي تي پرکي مٿس غور ويچار ڪري ڏسبو تہ ڪُوڏي ۾ سمنڊ بند ٿيڻ واري چوڻي جي زنده تصوير اُڀري ايندي، شاھہ سائين ھن بيت کي جادو بيانيءَ سان سنواري سينگاري معنيٰ جي معراج تي پھچايو آھي، جو واقعي جڻ ڪُوڏي مان سمنڊ ٻاھر نڪري اُڇلون ماريندي نظر پيو اچي، سبحان الله! سندس بصيرت روشن خيالي ۽ وسيع النظريي کي ڏسي، ڏندين آڱريون اچيو ٿيون وڃن، تہ ھن ڪھڙي طريقي سان انسان ذات لاءِ فڪر ۽ فيض جي رازن ۽ رمزن کي روشن ڪري، زندگيءَ جي جدا جدا آزمائشي مرحلن ۽ انساني جذبن، احساسن جي ترجماني ڪري ۽ انساني سياءُ کي پرکي پروڙي، پھاڙن جيڏا اوڏا مسئلا تمام سادگي ۽ آسانيءَ سان حل ڪيا آھن. منھنجو ھي ايمان آھي تہ اڄ بہ جيڪر سنڌي قوم مرشد لطيف جي ڏنل پيغام کي پروڙي، اُن تي عمل ڪن تہ جيڪر ڪين ڏکيا ڏينھن ڏسڻا ئي نہ پون! افسوس ھن ڳالھہ جو آھي تہ اسان سنڌي قوم کي شاھہ سائين جا بيت ۽ ڪافيون ياد تہ آھن، اُنھن کي ڳايون وڄايون بہ ٿا ۽ ڏاڍي چاھہ سان ٻُڌون بہ ٿا، پر عمل نٿا ڪريون. مرشد لطيف جو رسالو جنھن کي اسان عقيدت ۾ شاھہ سائينءَ جون آيتون ڪري سمجھندا آھيون، تنھن کي رُڳو ڳائڻ وڄائڻ وارين محفلن تائين محدود نہ ڪريون، پنھنجي مرشد لطيف جي بيتن ڪافين ۽

وايُن کي پرکي پروڙي، سوچي سمجهي، اُنهن تي عمل ڪريون تہ افضل ٿيندو! شاهہ سائينءَ جو هر هڪ سُر، هر هڪ سِٽ ۽ حرف سچ ۽ صداقت جو آئينو آهي. مرشد لطيف جو رسالو هڪ روشن شمع آهي، جنهن سان حق جي واٽ آسانيءَ سان حاصل ڪري سگهجي ٿي، پر افسوس پنهنجي بدنصيبي تي، جو سنڌ جي گهر گهر ۾ رسالي جو صورت ۾ مرشد لطيف موجود آهي، پوءِ بہ وتون ٿا جهنگ جهاڳيندا. شاهہ سائينءَ جي رسالي جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ هُو اُتر ڪاڇي، وِچولي، لاڙ جي هر ماڻهوءَ جي اندر مان گُهمي آيو آهي، هُو دردمند دلين جو آئينو آهي، اُن ۾ جيڪو بہ ليئو پائيندو، اُن کي پنهنجو عڪس نظر ايندو. مون وٽ جيڪو مرشد لطيف جو بيت زير بحث آهي سو هي آهي تہ:

هڏي مٿي هوڙ، ڪڏانهن ڪرڪتن جي
هڏي ساڳي لوڙ، ڪيئي چوسيندڙ چلي ويا!

شاهہ سائين مٿئين بيت جي پهرين سِٽ ۾ هڏي مٿي جو جيڪو اِشارو ڏنو آهي، اُنهيءَ ۾ هڏي جي حقيقت ناجائز مال ملڪيت، ڌن دولت طاقت، اقتدار، سياست، رياست آهي، اُن جون آفتون ايتريون تہ سخت آهن، جو جسم ڏڪيو وڃي، اُن ڪري عقلمند ۽ خوددار انسان آزادي ۽ عزت جا عاشق هوندا آهن، ناجائز مال ملڪيت کي نفرت جي نگاهہ سان ڏسندا آهن، سندن چوڻ آهي تہ ناجائز دولت سواسو مصيبت آهي، اُن کي ميڙجي بہ مصيبت سان ٿو، لِڪائجي بہ مصيبت سان ٿو، اُن جي حفاظت ۽ سلامتي خاطر هر جابر ظالم اڳيان جُهڪڻو پوي ٿو جيڪا وڏي ۾ وڏي لعنت آهي! صوفي فقيرن عنايت ۽ قناعت کي وڏي دولت سمجهيو آهي ۽ ناجائز ميڙيل دولت کي هڏي سان مشابهت ڏني آهي، ڏنو ويندو تہ ٻين ساهوارن کان، انسان جي فطرت ۾ هَوَس وڏيڪ ڀريل آهي، ڪيس دولت گڏ ڪرڻ جي عادت وڏيڪ آهي، همت هڏي جو مقصد اُهو وڃي ٿيندو تہ، اُها دولت، جيڪا ٻين جي حقن تي ڌاڙا هڻي، ظلم زيادتي، ڌاڍ ڏمر سان حاصل ڪئي وڃي، اُنهيءَ

ڪي مرشد لطيف هڏو سڏيو آهي! ڇاڪاڻ تہ اهڙي قسم جي دولت جي گهٽائي اخلاقن ۽ اعليٰ عادتن کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي! انسان جڏهن پنهنجي چؤطرف مال ملڪيت جا ڍير ڏسندو تہ تڪبر ۽ غرور جي نشي ۾ سرشار ٿي ويندو آهي، سندس دماغ ڦِري ويندو آهي، سندس مزاج مٽجي ويندو آهي، منجهس فرعونيت گهر ڪري ويندي آهي، اهڙا ڪيئي مثال موجود آهن. جو وِڪ وِڪ تي هڪ ننڍو وڏو فرعون ويٺو آهي، اِهو ئي سبب آهي، جو تمدني طريقن، اخلاقي اُصولن ۽ آسماني ڪتابن ۾ وياج خوري، ذخيري خوري ۽ ٻين جي حقن تي ڌاڙو هڻي گڏ ڪيل دولت کي حرام ڪوٺيو ويو آهي، تہ جيئن اهڙي دولت ڪان پري رهجي، جيئن مالي توازن برابر رهي، مساوات جو اُصول نہ بگڙي، ڇو تہ شخصي سرمائيداري، جاگيرادري هر طرح جي ظلم جو باعث بنبي آهي، انسان ذات کي ٻن ٽولن آقا ۽ غلام ۾ ورهائيندي آهي، غريبن ۽ غلام قومن جي حقن تي ڌاڙا لڳندا آهن. مرشد لطيف اهڙي دولت کي هڏي سان مشابهت ڏني آهي ۽ هوڏ ڪي اُن هڏي کي حاصل ڪرڻ لاءِ لوڀ لالچ ۾ اچي، دغا دولاب جي رُج ۾ رُلڻ، پِنڻ، ڏاڙهي پٽ ڪري وڙهي ٻُڇڙو ٿيڻ کي هوڏ چيو ويو آهي، يعني هڏي کي حاصل ڪرڻ واري مند کي هوڏ چيو ويو آهي. مرشد لطيف فرمائي ٿو تہ هن دنيا ۾ لالچ جي اُج اُجهائڻ لاءِ انسان حيران پريشان نظر اچي ٿو اُن کي لوڀ لالچ اهڙو تہ ذليل ۽ ٻُڇڙو ڪيو آهي، جو هُو انسانيت واري درجي تان هٽي ڪري، ڏوهہ ڍوهہ جو شڪار ٿي نهايت ٻُڇڙو بيڪار بنجي وڃي ٿو، اهڙا لالچي انسان، عام انسانن لاءِ هاڃيڪار ۽ نقصانڪار ثابت ٿين ٿا ۽ ٿيا آهن، اُنهن جي اِها ويڙهہ گير، نسل درنسل هلندي پئي اچي، بگهڙ پيٽان، بگهڙ پيدا پيا ٿين، هڪڙا غدار ظالم، ظُلم ڪري، مري کپي، مِٽيءَ ۾ مِلي مِٽي ٿي وڃن ٿا، وري سندن اولاد سندن گادي سنڀاليندي، پنهنجن ابن ڏاڏن کان وڌيڪ ظالم ڦورو ۽ ڌارين جا دلال ثابت ٿين ٿا، ۽ ظُلم ڪندي ڪندي، ڏينهن پُڄاڻا اُهي بہ مري کپي وڃن ٿا، وري اُنهن جو اولاد عام انسانن تي ظلم

زيادتي ڪرڻ ۾ شروع ٿو ٿئي، اهڙيءَ طرح اُنهن ظالمن جي ظُلم جو سلسلو ۽ سندن ويڙهہ گير صدين کان هلندي پئي اچي، اُن ۾ ڌن دولت، مال ملڪيت، جاگيرون، عهدا، ڪُرسيون، ساڳيون هلنديون پيون اچن، يعني اهو هڏو ساڳيو ئي آهي، پر اُن جي مزي وٺڻ وارا مَٽبا رهن ٿا. تجربو شاهد آهي تہ هر ڏارئي ظالم حاڪم پنهنجي مڪاري ۽ چالبازيءَ سان اهڙي ماڻهوءَ کي پنهنجي حڪومت ۾ شامل ڪيو آهي، جيڪو (هڏي مٿي هوڏ) واري ويڙهہ ۾ سڀني کان اڳڀرو هوندو آهي، جنهن ۾ ايمان، غيرت، شرافت، حق ۽ صداقت جو ذرو بہ نہ هوندو آهي، اُن کي ئي وڏو عهدو ملندو آهي، گهٽ عهدو گهٽ درجي وارن ويڪائو ۽ گهٽ درجي جي بدمعاشن کي ملندو آهي، اهڙي ريت هر وقت هر پيڙي (هڏي مٿي هو) واري ويڙهہ وڙهندڙ پنهنجي غداري، ظُلم پروري موجب عهدا، عزتون، لقب، القاب ۽ نعمتون رعايتون حاصل ڪندا رهندا آهن، سندن اِهو سلسلو صدين کان هلندو پيو اچي، جن هر پيڙي هر ڏارئي ڌاڙيل جي مدد ڪري، اوج ۽ عروج تي پهچايو آهي ۽ پنهنجي سنڌي قوم کي خواهشن جي ٽِياس تي ٽنگي، نئين سر، نئين غلاميءَ جي اوڙاهہ ۾ اُڇلي تباهہ برباد ڪيو آهي ۽ اِهو سلسلو اڄ بہ جاري آهي. شايد مرشد لطيف اهڙن خود غرض لالچي ليڊرن، جاگيردارن، پوتارن لاءِ چئي ويو آهي تہ:

هڏي مٿي هوڏ، ڪڌانهن ڪر ڪتن جي
هڏ ساڳي لوڏ، ڪيئي چوسيندڙ چلي ويا!

[روزاني عبرت حيدرآباد، بروز جمع 23 جولاءِ 2004ع ۾ ڇپيل]



# شاهہ سائينءَ جو ديسي دلالن خلاف جهاد

جي تو بيت ڀانئيا، سي آيتون آهين!

شاهہ سائين جي رسالي جي هر هڪ سُر ۾ مضمون جي خيال سان ڪانہ ڪا حق سچ جي هدايت ۽ ڪونہ ڪو پيغام پوشيده آهي، ڪنهن نہ ڪنهن اُونهي اسرار ۽ رُوحاني راز جو پيغام سمايل آهي. سندس جدوجهد جا ڪَئين رُخ آهن، ڪيئي موڙ آهن، هن وقت اسان ڪهڙين حالتن مان گُذري رهيا آهيون، اسان کي ڪهڙي قسم جي جدوجهد ڪرڻ کپي، اُنهي کي هر زي فهم، باضمير ۽ باغيرت ماڻهو سمجهي ٿو جاڻي ٿو پر پوءِ بہ ذهني تازگيءَ لاءِ آءٌ شاهہ سائينءَ جي ٽن قسمن جي جدوجهد تي روشني وجهندس.

❶ سنڌ ۾ ڌارين ڌاڙيلن خلاف جدوجهد

❷ سنڌ ۾ ديسي دلالن خلاف جدوجهد

❸ مذهبي ڪٽرپڻي خلاف جدوجهد

شاهہ سائينءَ جو جنم 1689ع ۾ ٿيو اُن وقت جو دَور سنڌين لاءِ نهايت دهشتزده ۽ غلاميءَ جو دَور هو سنڌ جا سنڌي حاڪم دهليءَ جي مغل حڪمرانن جا ڏَن ڀَرُو ۽ جي حُضوري ڪرڻ وارا هُئا، ڪجهہ وقت ڪان پوءِ سنڌ تي جڏهن نادر شاهہ دراني حملو ڪيو ۽ نسوار خور لالن جو لشڪر بُڪايل بگهڙن وانگر سنڌ ۾ ڪاهجي پيو ۽ سنڌ جو حاڪم نور محمد ڪلهوڙو سنڌي قوم کي اڪيلو ڇڏي، پاڻ اُٺ پڪيءَ وانگر ڀڄي وڃي ريگستاني علائقي ۾ لِڪو سنڌ جي هر شيءِ ڌارين حوالي ٿي وئي، جن سنڌين جي مال ملڪيت کي خوب لُٽيو ساڙيو تباهہ برباد ڪيو. شاهہ سائين پناڻن جي لشڪر کي گُهمندي ڦِرندي سنڌ ڀيليندي ڏٺو جنهن جو ڪيس گهٽو ڏُک ٿيو ۽ هُو نور محمد ڪلهوڙي وانگر مصيبت وقت سنڌي قوم کي اڪيلو ڇڏي ڀڄڻ بجاءِ، پنهنجن فقيرن سميت ماتمي لباس پائي،

تنبورو ۽ ڪڙتال ڪٽي، سنڌ جي ننڍن وڏن ڳوٺن ۾ ڪاهي پيو ۽ سنڌين کي سُجاڳيءَ جا سڏ ڪندي چيو تہ: سنڌيو! اُٿو سُجاڳ ٿيو اوهان کي ايتري ننڊ ڪرڻ نہ گُهرجي، ڇاڪاڻ تہ آزاديءَ واري نعمت ننڊ ڪندي حاصل ڪانهي ٿيندي! اُن وقت سنڌ جا اڪثر وڏن ماڻهن خوف ۽ لالچ ۾ اچي، ڌارين جا دلال بنجي، اُنهن جي اڳيان اچي پنهنجي سنڌي ٻوليءَ کان پاسيرا ٿي، ڌارين وٽ سُرخرو ٿيڻ ۽ پاڻ وڏائڻ خاطر پارسي ڳالهائڻ شروع ڪئي، جيئن اڄ ڪلهہ ڪي واڻڙا واڻڙپ جو شڪار بنجي، هرو ڀرو بہ ڌاري ٻوليءَ ڳالهائيندا آهن، اُن وقت شاهہ سائين کين ننديندي چيو تہ اي سنڌيو! خبردار ٿيو اوهان خود مطلبي، چاپلوسي ڇڏي ڏيو خدا اوهان کي پنهنجي سنڌي زبان بخشي آهي، جيڪا دنيا جي قديم ترين ۽ شاهوڪار زبان آهي، جيڪا ادب، اخلاق جي زيور سان سنواريل سينگاريل آهي، اوهان جي مائُرن انهيءَ زبان ۾ اوهان کي لوليون ڏئي ننڊون ڪرائي وڏو ڪيو آهي، اُها زبان اوهان جي بزرگن وڏڙن جي زبان آهي، حيف آهي اوهان جي حال تي، جو اوهان پنهنجن بزرگن ۽ پنهنجي امڙ سنڌ جي زبان کي ڇڏي، پارسي زبان ڳالهائڻ شروع ڪئي آهي! خبردار! جي اوهان پنهنجي سنڌي زبان ڇڏي، سنڌ تي ڪاهي ايندڙ ڌارين ڌاڙيلن جي پارسي زبان سِکي تہ پوءِ ائين سمجهو تہ اوهان غلامي قبول ڪري ورتي آهي، جيئن اُجايل پاٽي گُهرندو ۽ بُکيو ماني گُهرندو آهي، پر ڪي اُڃ بُک هوندي بہ ڪنهن کان ڪُجهہ نہ گُهرندا آهن ۽ خاموش هوندا آهن، ڪنهن جي اڳيان محتاج نہ ٿيندا آهن، اهڙا ماڻهو ئي خاص سمجهيا ويندا آهن، جيڪي 'ڀلي بُک ڀَرم جِي شَال نَہ وَڃي شَان!' تي قائم رهندا آهن، اهڙين حالتن ۾ شاهہ سائين اُن وقت جي سنڌي ماڻهن کان وٺي، هن وقت جي سنڌي ماڻهن جي رهنمائي هن طرح ڪندي فرمايو آهي تہ:

تو جي سِکيو پارسي، گولو توءِ غلام
اُڃيو تان آب گُهري، بُکيو تان طعام،
اي عامين سندو عام، خاصن منجهان نہ ٿئي!

سنڌ تي ڌارئي ڌاڙيل جي حملي ڪري، سنڌ کي وڏو ڇيهو رَسيو انهيءَ سياسي سماجي ردوبدل، اُٿل پُٿل ۽ ڌارين جي ڦُرلُٽ سبب سنڌ ۾ ڏُڪار

واريون حالتون پيدا ٿي ويون، سنڌي ٻُڪن ڏُکن ڏوجهرن جو شڪار ٿي ويا.
شاهہ سائينءَ جي دل ۾ سنڌ ۾ سنڌي قوم لاءِ اَمر پِريم جي خوشبوءِ هُئي، هُو
ٻهراڙيءَ جي ماحول جو نِپايل هو ٻولي توڙي احساس ۾ جذبن ۾ سنڌي قوم جي
وڏيڪ ويجهو هو تنهن هن پسمنظر کي چڱي ريت پرکي پروڙي ڏِٺو سندس
دل ۾ درد دُکڻ شروع ٿيا ۾ اُهي هنڌ، اُهي ماڳ مڪان رُوبرو وجي ڏٺائين، جتي
ڌارين جي لشڪر تباهي بربادي ڪئي هُئي، مار ڌاڙ ڪئي هُئي، قُرلٽ ڪئي
هُئي، ظُلم زيادتي ڪئي هُئي، مرشد لطيف سنڌ جي چپي چپي وِڪ وِڪ
وستي واهڻ شهرن بازارين کي گُهمي ڏٺو پنهنجي سنڌي قوم کي ڏکويل حال ۾
ڏسي پاڻ بہ ڏاڍو دُکي ٿيو ۾ انهيءَ درد جون دانهون ڪندي چيائين تہ: افسوس!
جو سنڌي ماڻهو ڌارين جي غلاميءَ ۾ اچي ويا آهن. سندن سُک ۾ آرام تباهہ
ٿي ويو آهي، هُو ٻُکن ڏُکن ڏولاون جي وَر چڙهي ويا آهن. سندن ٻنيون ٻارا تباهہ
ٿي ويا آهن، سندن شهرن جون بازاريون بند ٿي ويون آهن، رونقون ختم ٿي
ويون آهن. وڻج واپار ٺپ ٿي ويو آهي، چئوطرف سُڃ واڪا پئي ڪري، نہ ڪا
وونئڻن ۾ ڪپهہ رهي آهي، نہ ڪتڻ واريون رهيون آهن. ڪپڙي جا ڪارخانا
بند ٿي ويا آهن. واپار بند ٿي ويو آهي، سنڌي قوم جي اهڙي تباهي کي ڏسي
منهنجو هينئون جهجي لُوڻ وانگر ڳري رهيو آهي. اُنهيءَ وقت جي تباهي جا
منظر مرشد لطيف هن طرح بيان ٿو ڪري تہ:

نَہ سي وونئِڻ وَڻَن ۾، نَہ سي ڳاتارِيُون،
پَسِئو بَازارِيُون، هِينئَڙو مُون لُوڻ ٿِئي!

❷ مرشد لطيف جو سنڌ جي ديسي دلالن خلاف جهاد!

شاهہ سائين ڏٺو تہ ڌاريا تہ ڌاريائي آهن، اُنهن کي سنڌ ۾ سنڌي قوم
سان دشمني جي ڪهڙي ميار ڏجي، ڇو تہ هُو ڌاريا آهن. اُهي اسان جا
ڪڏهن بہ سڄڻ يا مائٽ نہ ٿا ٿي سگهن. اُهي اسان جا بدخواهہ ئي رهندا، پر
سنڌي قوم مان ڌارين جا دلال بنجي ويل، جيڪي اسان ۾ اٿي ۾ لوڻ برابر
مس آهن. پر مڪاري منافقي ڪري قومي مفادن کان هٽي ڪري، ذاتي

مفادن کي مِٺو ڪري، ڌارين جي دلاليءَ سان طاقتور بڻجي ويا آهن، اوهان جيڪي بہ ڪُجهہ آهيو سو پنهنجي سنڌيءَ جي وجود جي ڪري آهن، اُهي ئي اوهان جي اصل طاقت آهن، اُنهن جي صدقي ئي اوهان جو نالو آهي، سنڌي غريب قوم جا ماڻهو ئي اوهان جا بازو آهن، اُنهن تي ظُلم ٿا ڪريو جڻ اوهان پاڻ تي ظُلم ٿا ڪريو! اي هچارؤ! اوهان سنڌي قوم سان غداريون ڪري، سڄي سنڌ کي ڌارين جي غلاميءَ ۾ ڦاسائي تباهہ برباد ڪيو آهي، اوهان هميشہ چالاڪي ۽ چاپلوسيءَ سان حيلا بهانا سوچي رهيا آهيو تہ پنهنجي سنڌي قوم کي ڪهڙي نالي سان ڌوڪو ڏئي، ذاتي مفادن خاطر خواهشن جي تِياس تي لتڪائي، ذِلت ۽ غلاميءَ ۾ ڦاسائي ڌارئي حاڪم کان پنهنجا ذاتي مفاد حاصل ڪريون، اُن وقت جي دلالن کان وٺي، اڄ ڏينهن جي دلالن کي شاهہ سائين پِٽون پاراتا ڏيندي چيو تہ، اي قوم جا غلام، ٿُون مانگر مڇ وانگر ٿُلهو ٿيندو، پنهنجن کي پيو مارين تباهہ ڪرين، پر ياد رک جنهن پاڻي جي زور تي (ڌارين جي ٽيڪ تي) ٿُون آهين ۽ سمجهين ٿو تہ اُهو پاڻي سدائين هوندو (سدائين ڌارين جي ٽيڪ تي هوندس پر ياد رک اُهي ڌاريا جلد ختم ٿي ويندا ۽ اُنهن سان گڏ ٿُون بہ ختم ٿي ويندين! انشاءَ الله.

مرشد لطيف قديم ترين قوم دشمن کان وٺي، اڄ جي جديد ترين قوم دشمن لاءِ هي پيغام ڏيندي چيو آهي تہ:

هِي مُنهن ڏَئي ٻن، ٿُون وِهُہ ڪَائِي نَہ مَرين،
تَان جي مَلير ڄَايُون، توسِين سَڱ نَہ ڪَن،
پوءِ ٿُون ڪِيئَن مَنجَهان تن، پَاڻ ڪوٺائين مَارئي!

يا

مَتو آهين مَڇ، ٿُلهو تان ٿُونا هَٽين،
تَو جَا پَانئين اَڇ، تَنهن پَاڻِي پُنا ڏِينهَڙا.

❸ شاهہ سائينءَ جو مذهبي دلالن خلاف جهاد!

شاهہ سائين ڏنو تہ ڌارين ڌاڙيلن جيِ اِشارن تي ڪيئي پيٽ پرست، مذهب فروش مُلا مولوي جُبن ۽ دستارن ۾ ويڙهجي سيڙهجي، هڪ رِٿيل منصوبي تحت، ٽولا ٽاهي، سنڌ ۾ ڪاهجي پيا آهن تہ جيئن سنڌي ماڻهن جي ذهني سُجاڳي ۽ آزاديءَ واري اُڀرندڙ جذبي کي ختم ڪري، کين مذهبي مَن گهڙت ڳالهين ۾ ڦاسائي، سُست، بيڪار، ڪانئر، ڪمزور، رُڳو قصا ۽ قسمت جهڙين ڳالهين تي ياڙي ويهي رهڻ جو عادي بنائي ڇڏجي! اُنهن مذهبي ٺڳن پنهنجي چال بازي ۽ مڪاريءَ سان مذهب جي نالي ۾ سنڌي قوم کي بيوقوف بنائي، کين مذهبي فرقي پرستي، ذات پات، اُوچ نيچ ۽ قبيلن جي بنياد تي گُروهہ بنديون ڪرائي، سنڌي ماڻهن ۾ هڪ ٻئي جي خلاف نفرتن جو ٻج ڇَٽڻ شروع ڪيو ايتري قدر جو هڪڙي قوم جا ماڻهو مذهب ۽ فرقي پرستيءَ جي بنياد تي هڪ ٻئي جي خوف جا پياسا بنجي ويا هُئا، اُنهن ڌارين جي مذهبي دلالن اِهو ٻُڌايو تہ هندو، ڀيل، ڪولهي، باگڙي، مينگهواڙ ڪيچي، اوڏ، جوڳي، هڏواڙ شڪاري وغيره ڪافر آهن، اُهي مذهب اسلام جي خلاف آهن، تنهن ڪري اُنهن سان سياسي سماجي لڳ لاڳاپا ختم ڪيا وڃن، اُنهن سان ناتو واسطو رکڻ يا ساڻن پلائي ڪرڻ ڏوهہ آهي، ايتري قدر جو اُنهن کي هٿ ٿو لڳي تہ ماڻهو پليت ٿيو وڃي، تنهن ڪري اُنهن پليتن کان پري رهجي، اُنهن سان ڪوبہ واسطو نہ رکجي، مُلا مولوي، پير مير، شاهہ، مجاور اُنهن جا ظاهر ۾ لَچڻ ڪيترا بہ خراب ڇو نہ هُجن، پر پوءِ بہ هُو عام ماڻهن کان پلارا، سڳورا ۽ پاڪ پوتي آهن، ڇو تہ هُو پلارن ٻُزرگن جو اولاد آهن، جاگيردار، پوتار، رئيس، وڏيرن مان هر هڪ ڪيترن ئي اوليائن جي طاقت ٿو رکي، اُنهن جي عزت ڪرڻ ضروري آهي! ميربحر، مهاڻا، ماڇي، مڱڻهار، ڪوري، موچي، لوهار، ڪنيار، واڍا، ڌوٻي، شيخ، ٻالا، وغيره گهٽ ذات آهن، شاهہ ٻروچ اوچي ذات آهن، سندن لچڻ ڪيترا ٻُڇڙا، بيڪار، بي حيائي، بي شرمائي وارا هُجن، پر پوءِ بہ هُو اُوچي ذات وارا آهن. سنڌ ۾ اهڙي قسم جي اُوچ نيچ ۽ ذات پات وارن انساني اُصولن جي پائمالي کي ڏسي مرشد لطيف کي ڇوٽو پيو تہ:

راڻي وَڻان رَات، مُون ڪي نَئون نِياپو آيو،
لَڏي سُون لطيف چَئي، ڳنان ڏاتر ڏَات،
ڪونہ پُڇي ٿو ذات، جي آيا سي آگهيا.

هوڻ ۽ بہ اھو دَور سنڌ جي غلامي، بُک، بدحالي وارو دَور هو اُن وقت جا مُلا مولوي سڄي ٽُڪر پيٽ ۽ پئسي تي وِڪامجي طاقتور ماڻهن جي طرفداريءَ ۾ هليا ويا، ٿيو ائين جو اتحاد جي جڳھہ تي تعلق اچي ويو ۽ محبت جي جاءِ تي نفرت اچي وئي، مُلن مولوين جي اهڙين حالتن مذهبي ڪٽرپڻي ۽ ذات پات واري نفرت سنڌ ۾ باهہ ٻاري ڏني هُئي، اهڙين حالتن تي مرشد لطيف ماٺ ڪري ڪونہ وينو مُلن مولوين جي آجيان ۽ فرسوده هٺ نوڪين ڳالهين تي ماٺ ڪري ڪونہ وينو ڪين شرمائيندي چيائين، اي مُلئو! هي وقت هن ڳالهہ ڪي ڏسڻ جو بلڪل ڪونهي، تہ ڪو نماز پڙهي ٿو يا نٿو پڙهي، يا هٿ ٻڌي ٿو پڙهي يا کولي ٿو پڙهي؟ ماڻهو روزا رکن ٿا، يا نٿا رکن، ڏاڙهيون ڍگهيون ٿا رکن يا ڪوڙائين ٿا؟ بهشت يا دوزخ جا قائل آهن يا نہ؟ مُلن مولوين جا واعظ تقريرون ٻُڌن ٿا يا نٿا ٻُڌن؟ مُلن مولوين ڪي دعوتون ڪارائين ٿا ۽ ڪين نذر نياز چندا چوڙيون ڏين ٿا يا نٿا ڏين؟ وغيره وغيره جهڙين ڳالهين ڪي ڇڏي هن وقت اِهو ڏسڻو آهي تہ سنڌي ماڻهن ڪي ڌارين جي غلاميءَ واري مصيبت مان ڪيئن ڇڏائجي؟ سنڌي ماڻهن جو ڇا حال آهي؟ مرشد لطيف ڪي بلڪل معلوم هو تہ سنڌ جا ماڻهو مُلن مولوين جي انڌي تقليد جي ڪري مصيبت جي مُنهن ۾ اچي ويا آهن، سوچيائين تہ:

ذات ناهي ڏات، جو وَهي سو لَهي!

مرشد لطيف جو چوڻ هو تہ اسان سڀئي انسان برابر آهيون، اهو ضروري ناهي تہ اُوچي ذات وارو اعليٰ حيثيت رکي ٿو ۽ گهٽ ذات وارو نيچ آهي! اسان آدم جي نسبت سان بلڪل برابر آهيون، انسان دشمني وارو عمل خراب آهي، جي مُلا مولوي اِهو عمل ڪن ٿا تہ اُن ڪي خراب سمجهيو وڃي، هو تہ دنيا جي لالچ ۾ اچي حقيقت کان مُنهن موڙي ويٺا آهن، اُنهن دنيا تي

دين کي وِڪرو ڪري، پاڻ کي حق کان خالي ڇڏيو آهي، اُنهن کي مُلا مُلا نہ چئو هُو تہ آهيڙي (شڪاري) آهن. مذهب تہ انسان ذات کي پاڻ ۾ پيار، محبت سان رهڻ جو درس ڏنو آهي تہ پوءِ هي مذهبي جهيڙا جهڳڙا ۽ نفرتون ڇو ۽ ڇا لاءِ؟ مذهب اسلام پنهنجي تعليم جو بنيادي اُصول انسانيت تي قائم ڪيو آهي! شاهہ سائينءَ جو چوڻ هو تہ هاڻ اُهو دَر نہ رهيو آهي، جو خدا کي انسانن وِرهائي رکيو هو. اج جو خدا هندن جو بہ ساڳيو آهي تہ مسلمانن جو بہ ساڳيو آهي، هن جي روشني هر انسان لاءِ برابر آهي، هن جي حُسن جو جلوو ڪُل ڪائنات جي هر شيءِ ۾ موجود آهي، ڪائنات جي نبض ۾ گرم خون وانگر ڊوڙي رهيو آهي، گويا هڪ مرڪز ۾ اچي ماضي حال مستقبل سڀ هڪ بنجي ٿا وڃن. چؤطرف تون ئي تون! يعني جيڏانهن ڪر نگاهہ، تيڏانهن سڄڻ سامهون آهي! اهو سڄڻ، اهو مالڪ مسجد، مندر، ڪليسا، چرچ تائين محدود ناهي رهيو. هاڻ اُن کي فطرت جي وصيت ۾ تلاش ڪيو وڃي، هر دل جي اندر سندس آستانو سمجهيو وڃي تہ پوءِ نفرت ڇا جي؟ مرشد لطيف بار بار مشاهدا ڪري ڏنو تہ مذهب فروش، فتويٰ باز ۽ فتني باز مُلن  مولوين ذاتي مفادن ۾ ظُلم جو ساٿ ڏئي، دنيا ۾ سڀ کان وڏيڪ خونريزي ۽ بدامني، مذهب جي نالي ۾ ڪرائي آهي، هن جو خيال هو تہ هي وقت دوزخ جي دڙڪن ۽ بهشت جي دلاسن جو ناهي! هي وقت دستارن ۽ جُبن ۾ ويڙهجي وڏيون تسبيحون هٿ ۾ ڪري، ممبر تي ويهي، رُڳو معجزن ۽ ڪرامتن جا داستان ٻُڌائي، مُريد خادم وڌائي، ڇهريون، مِنيون، سَٽِپيون مانيون ڪائڻ ۽ چندي وٺڻ جو ناهي! اهڙي قسم جو مذهب اسان جي ڪابہ مدد يا رهبري ڪري نہ ٿو سگهي، اي مُلئو مولويو! اوهان کي گُهرجي تہ عملي طرح امن امان پيدا ڪري، عام انسانن سان ڀلائي ڪريو، اِهو نہ سوچيو تہ ڪير هندو آهي، ڪير مسلمان! ڇاڪاڻ تہ خدمت خلق افضل عبادت جو نالو آهي! تڏهن تہ پاڻ هڪ هنڌ واضح ڪندي فرمايو اٿس تہ:

روزا   نِمازُون،   اِي   پڻ   چَڱو   ڪَمُ،

اُهو ڪو ٻيو فَهم، جنهن سان ڀَسين ڀِرينءَ کي.

پرينءَ جي پسڻ لاءِ شاهہ سائينءَ جو اِشارو انسانيت جي بهتري طرف آهي، مذهب جي نالي ۾ مُلن مولوين جي انسان دشمنيءَ واري عمل کي ننديو اٿس، مذهب کي رُکي زبان سان رسمي ۽ سطحي طرح سان نہ، پر عقيدت ۽ بصيرت سان عزت ۽ سيرت سان مڃڻ جي تلقين ڪئي آهي، عاشقانہ رَوش ۽ والهانہ انداز سان مڃڻ لاءِ فرمايو آهي، هُو ايمان جي ڪيفيت کي رُکي زباني ڪلمي گو هُجڻ، اسلام ۽ ايمان لاءِ ڪارگر بلڪل نٿو سمجهي. مرشد لطيف حق جي انڪاري ملن لاءِ چيو آهي تہ:

مُلا مُلا مَ چَئو، هُو آهيڙِي آهِين،
مِرُون سَندي مَاس تي، ٿا مَاٽڪ مَٽائِين،
اُنهن تي آهِين، لَعنتُون لَطيف چَئي.

–

ڦِريا پَسي ڦيڻ، ڪَريل ڪِيرنہ چَکيو،
دُنيا ڳاڙڻ دِين، وِڃائي وَلهَا ٿِيا!

يا

اِن پَر نَہ اِيمان، جي ڪَلمي گو ڪوٺائين،
دَغا تَنهن جي دِل ۾، شِرڪ ۽ شيطان،
مُنهن ۾ مُسلمان اَندر ۾ آزر آهِين!

–

اَندر ڳارو ڳانءُ، ٻاهر ٻولي هَنج جي،
اهڙو نهلو ٿانءُ، ٻيجي چو نہ ٻورا ڪرين!

[روزاني عبرت حيدرآباد، جمع 25 مارچ 2005ع ۾ ڇپيل]



# شاهہ سائينءَ جي طبقاتي ۽ قومي جدوجهد

سنڌ جي حالتن، سياسي سماجي ردو بدل ۽ عوامي ماحول کي شاهہ سائين رُڳو سطحي حيثيت سان نہ پر بصيرت وارين اکين سان مطالعو ڪيو ۽ پوءِ هڪ پيغمبر جي زبان سان بيان ڪيو اُهو ئي سبب آهي، جو سندس ڪلام تمام صحتمند قدرن جو حامل آهي. شاهہ سائينءَ جي نگاهہ رُڳو مسلماني واري دَور شروع ٿيڻ تائين محدود ڪانهي، سندس شاعريءَ ۾ هندو مسلمان لاءِ هڪ جهڙي هدايت موجود آهي، سندس شاعريءَ ۾ مندرن جي گهنڊ گهڙيالن جي آوازن سان گڏ، مسجدن مان الله اڪبر جون صدائون بہ ٻُڌڻ ۾ پيون اچن هو فطري طرح سيني سنڌ واسين جو شاعر هو، رُڳو مسلمانن جو شاعر ڪونہ هو اجا بہ وڌيڪ انصاف واري نگاهہ سان ڏٺو ويندو تہ شاهہ سائين پوري دنيا جي انسانن جو شاعر هو پاڻ هڪ هنڌ فرمايو اٿس تہ:

سَائِين سَدائِين ڪَرين مَٿي سِنڌ سُڪار،
دوست مِنا دِلدار، عَالم سَڀ آباد ڪَرين.

هن بيت ۾ ڏٺو ويندو تہ شاهہ سائين، سنڌ سان گڏ پوري ڪائنات لاءِ دُعا خير گُهري آهي، هن ائين ڪڏهن ڪونهي چيو تہ رُڳو مسلمانن کي آباد ڪجانءِ ۽ ٻين کي نہ، هن تہ هندو مسلمانن کان وٺي، عام انسانيت لاءِ دعا خير گهري آهي، هن جي دل جي ڪُشادگي جو ڇا بيان ڪجي؟ هن جڻ فقيري فيض واري گودڙيءَ ۾ پوري دنيا کي سمائي ڇڏيو آهي، اسين ڪهڙين حالتن مان گذري رهيا آهيون؟ انهيءَ کي هر زي فهم ۽ باضمير ماڻهو سمجهي ٿو پر پوءِ بہ ذهني سُجاڳيءَ لاءِ آءٌ شاهہ سائينءَ جي طبقاتي ۽ قومي جدوجهد تي روشني وجهندس! تاريخ جي روشني ۾ ڏٺو ويندو تہ 1621ع ۾

جڏهن سنڌ جي جاگيردارن پوتارن، رئيس، وڏيرن ۽ ميرن پيرن سنڌ جي ڏارئي گورنر اعظم خان پناڻ سان ساز باز ٿي، وقت جي وڪائو مذهب فروش مُلن مولوين کان صوفي شاهہ عنايت خلاف فتوائون وٺي، کيس مُريدن سميت شهيد ڪرايو هو. اُهو سڀ ڪجهہ شاهہ سائين پنهنجين اکين سان ڏسندو رهيو ۽ مشاهدو ڪندو رهيو تہ ڪيئن نہ وڏيرا شاهي، ڪمال بي حيائي ۽ نڪ نرجائي ڪري، سنڌ ۽ سنڌي قوم سان اُره زورائي ۽ غداري ڪري، ڌارين ڌاڙيلن جو ساٿ پئي ڏئي! ڪتان جو بہ ڪو لتيرو سنڌ مٿان ڪاهي ٿو اچي تہ اُهي غدار سنڌين جو ساٿ ڏيڻ بجاءِ ڪاهي آيل ڌارئي جو ساٿ ڏئي، پنهنجن جا پير پيا ڪڍن، ڌارئي کي سنڌ ۽ سنڌين خلاف ڪيڏو بہ ڪُڌو ڪم وٺڻو ٿو پوي، سو هُو بنا ڪنهن حيا شرم جي ڪري ٿا وٺن. صوفي شاهہ عنايت جي شهادت کان پوءِ شاهہ سائين پنهنجن طالبن فقيرن سميت ماتمي لباس ڪري تنبورو ۽ ڪڙتال کڻي سنڌ جي چپي چپي وڃي، سنڌي ماڻهن کي قومي ۽ طبقاتي پيغام راڳ ويراڳ ساز آواز رستي ڏيڻ شروع ڪيو ۽ اُهو سلسلو روز ۽ شور سان جاري رکيائين. شاهہ سائين جي اُنهن راڳ ويراڳ جي ڪچهرين سنڌي ماڻهن ۾ ڪافي سُجاڳي آندي، ائين چئڻ مرشد لطيف جي بيتن سنڌي ماڻهن جي ذهنن کي سِراڻ چاڙهي تيز تِکو ڪيو هو. انهيءَ ڪري سندس عقيدتمنديءَ ۾ اضافو آيو مُلن مولوين کي اِها ڳالهہ بلڪل پسند ڪانہ ٿي آئي، ۽ هُنن پنهنجين ڪار گذارين ۾ اِضافو آڻي ڇڏيو. شاهہ سائين ڏٺو تہ صوفي شاهہ عنايت جي شهادت کان پوءِ بہ مُلا مولوي ماٺ ڪري نہ وينا آهن. سياسي توڙي سماجي ڳالهين ۾ هرو ڀرو بہ تنگ اڙائي، جائز ناجائز جو راڳ ڪري ظلم ڪندا رهن ٿا ۽ سندن هٺ ڌرمي واري مذهب مان خون خرابي، ظلم زيادتيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نصيب نٿو ٿئي، مُلا شاهي، انسانيت لاءِ نهايت هاجيڪار ۽ زهر قاتل ثابت ٿي آهي. پرينءَ جي پَسڻ لاءِ شاهہ سائين جو اِشار انسانيت جي بهتري طرف آهي ۽ مذهب جي نالي ۾ انسان دشمني واري عمل کي ننديو آهي. ايمان جي

ڪيفيت کي رُڳو زباني ڪلمي گو هجڻ، اسلام ۽ ايمان لاءِ ڪارگر نٿو سمجهي، اها ڪلمي گو دل ڪهڙي ڪم جي؟ جنهن دل ۾ ڪوڙ لوڀ لالچ، ٺڳي ۽ دغا سان پيري پئي هجي، رڳو منهن ۾ مسلمان ۽ اندر ۾ ابليس هجي. شاهہ سائين کي مُلا مولوي، جاگيردار، پوتار، رئيس، وڏيرا ۽ ڏن اوڳاڙو پير تي ئي ڪين پوندا هئا، هُو اُنهن سڀني کي سنڌي قوم جي مصيبتن جي جڙ سمجهندو هو، هُو پاڻ جُستجو ۽ کاهوڙي قسم جو ماڻهو هو ۽ کاهوڙي قسم جا ماڻهو کيس وڻندا هُئا، جيڪي نہ ڪنهن لوڀ لالچ ۾ اچي سگهن، نہ وري ڪاڪ جهڙي طلسم ۾ ڦاسن، هُن کي پنهنجي جُستجوءَ تي پورو يقين هو تہ هڪ ڏينهن زندانن جا دروازا ٽُٽندا، هُن کي مزاحمت ڪري، پنهنجي سنڌ کي بچائڻ جهڙي مقدس نصب العين وارا ماڻهو پسند هُئا، اهڙن ماڻهن جي ساٿ ئي کيس زندگي بخشي چُست ڪيو هو. شاهہ سائين اهڙن سچن ۽ جُستجو ڪندڙ انسانن جي نشاندهي هن طرح ڪئي آهي تہ:

ڳاڪ نہ جَهليا ڳاپڙي، موهِيا ڳنهن نہ مَال،
جي چورين ڏِنا چَال، تہ بہ لاهوتي لَنگهي وِيا.

يا

هَلو تہ تَڪيا پَسُون تِن جا، ههڙا جنين حَال،
لاهوتي لطيف چَئي، موهيا نہ ڳنهن مَال،
تِن سَامين جي سَنيال، مُنهنجو چِت چَڱو ڳيو!

شاهہ سائينءَ جي وقت ۾ جڏهن نادر شاهہ دراني، سنڌ تي حملو ڪيو هو ۽ دلالن جو لشڪر سنڌ ۾ ڪاهجي پيو هو شاهہ سائين کين گُهمندي ڦِرندي ۽ ڏاڍ ڏمر ڪندي، سنڌ پيليندي ڏٺو تہ کيس ڏاڍو ڏُک ٿيو ۽ چيائين تہ هي جيڪي اوپرا ماڻهو سنڌ ۾ ڪاهجي پيا آهن، سي مون اڳ ڪڏهن بہ ناهن ڏٺا، جن کي پناڻ چيو وڃي ٿو هُو اهڙا تہ بد مزاج آهن، جو منهنجي سنڌي ٻولي سمجهن ئي ڪونہ ٿا، آءٌ ساڻن سنڌيءَ ۾ ٿو ڳالهايان تہ هو وري پشتو ۾ ٿا ڳالهائين، ڏاريا ماڻهو اسان سنڌين جا خيرخواه نٿا ٿي

سگھن، اُنهن ڏارين کي نقصانڪار سمجندي سنڌي ماڻهن کي خبردار ڪندي چيو تہ:

پِيَم پَناڻن سِين، ٻولي جي نہ ٻُجهن،
آءُ سِنڌي سمجهان، هُو پَارسِيُون پُڇن،
مُون وَٽان تِن، سَرتيون سُور پِرائيا!

اُن وقت ڪي سنڌي ماڻهو وائڙپ جو شڪار بنجي پنهنجي ٻوليءَ کان پاسيرا ٿي ڌارين وٽ سُرخرو ٿيڻ ۽ پاڻ وڏائڻ خاطر پارسي ڳالهائڻ شروع ڪئي تہ شاهہ سائين اُنهن کي خبردار ڪندي چيو تہ:

تو جي سِکيو پارسِي، گولو توءِ غلام،
اُجيو تان آب گُهري، بُکيو تان طَعام،
اي عامن سندو عام، خاصن منجهان نہ ٿئي.

[روزاني عبرت حيدرآباد، 2007ع ۾ ڇپيو]



# سچل سرمست جو پيغام

صوفي جي نظر ۾ انساني زندگيءَ جا ٻہ پهلو رهيا آهن. هڪ جو واسطو ماديت سان آهي، ٻئي جو واسطو روحانيت يا اخلاقيات سان آهي. اڪثر مُلا مولوي، مُجاور پير دُنوي زندگيءَ کان لاتعلقي ڏيکاريندي سُونهاري (ڏگهي ڏاڙهي) تي هٿ ڦيريندي چوندا آهن. يار اسان کي تہ الله رسول صلعم جي ڳالهہ کان سواءِ ٻي ڳالهہ وڻي ئي ڪانہ. يا روزي نماز ڪلمي قرآن کان پري ويجون ئي ڪونہ ٿا، نڪو ويڄُو ئي آهي وغيره وغيره. حقيقت ۾ ماديت ۽ روحانيت ٻنهي کي مرڪزي حيثيت مليل آهي، مذهب اسلام کي دين فطرت اُنهي ڪري چيو ويجي ٿو جو ضرورت زماني تحت پنهنجي پاڻ ۾ سُڌاري جي گنجائش منجهس موجود آهي. حقيقت ۾ مُلن مولوين پير مجاورن جي انڌي تقليد جي ڪري ئي خواري خرابي پيدا ٿي آهي، مذهبي جهيڙا فساد وڌي وڃڻ ٿيا آهن. ڪڏهن ڪٿي ڪڏهن ڪٿي ناحق انساني خون پيو وهي، اهڙن مُلن مولوين کي هُجري ۽ مسجد ۾ مذهب جي نالي ۾ چَهرا، مِنا ۽ سَٽيا طعام کائڻ مُئلن کي ختما ڏيڻ، پئسا وُصول ڪري اُنهن لاءِ بخشش جون دُعائون گهرڻ، جنت جون حُورون، غِلمان، مدرسي لاءِ چندي وٺڻ جون ڳالهيون تہ ياد آهن. باقي اسلام ۾ امن امان، خدمت خلق افضل عبادت جون ڳالهيون الائي ڇو ياد ناهن! سچل سائين سان ظاهر پرست مُلن مولوين جو جهڳڙو اُنهيءَ ڪري هو، جو هو سندن مذهبي مڪارين کي بي نقاب ڪري رهيو هو ۽ کين سمجهائيندي چيائين ٿي تہ: اي مُلا مولويو پيروُ! اوهان پنهنجي جيئري ئي ٻيائي کي دل مان ڪڍي ڇڏيو ۽ سوبري ئي مذهبي ڪٽرپڻي کان آجا ٿي وڃو. هندو مؤمن جا ويڇا وِساري پاڻ ۾ هڪ ٿي وڃو. ڇو تہ وِيَل وقت هٿ نہ ايندو آهي، هندو مؤمن جي محبت ۾ ئي پلائي جو راز سمايل آهي. ملا! اوهان هن رمز کي سمجهو تہ اول ڪم مچڻ پوءِ اسلام،

ڪُفر ئي اسلام جي آمد جو سبب بڻيو آهي، اوهان مُلا مولوي اِها حقيقت نٿا سمجهو اهو تہ محبوبن جو هڪ عام راز آهي! جيڪو نيچ ڪان اوچ تي ٿو آڻي، ڪُفر ۽ اسلام هڪ وڻ جي ٽاريءَ مثل آهن. محبت جي ميدان ۾ ڪُفر ۽ اسلام جو ڪو وجود ئي ڪونهي، ڇوته حق ئي حق جو آواز آهي، سچل سائين پنهنجن لفظن کي سچ جو ويس ڍڪائي هن طرح بيان فرمايو آهي تہ:

وَقت اِها ٿي ويل دَوئِي دُور ڪرڻ جو،
گَڏ مَذاهب مَن تَان، سَاجهو سَاڻ سَويل،
هِندو مؤمن سَان مِلي، مُحبت جا ڳَر مَيل،
مَتان ٿِئي اَويل، اولهہ سِج نہ اُلهي!

يا

اَول ڪُفر پوءِ مَجڻ پوءِ مَنجهہ اِسلام،
مُلا سمجهين ڪِينَڪِي، ٿُون مَحبوبن جي مَام،
ڳُجهہ هي ڳالهہ، جيڪي ناقصئون نڳيا.

سچل سائين ڏٺو تہ سنڌ ۾ سنڌي ماڻهو ڏن اوڳاڙُو نڳ پيرن جا معتقد بنجي ويا آهن. وقت بہ وقت اُنهن کي دعوتون ڪارائين ٿا ۽ نذرانا ڏئي خوش ٿا ڪن. اِهو سڀ ڪجهہ سنڌي ماڻهن جي سادگيءَ جو سبب آهي، جو هُو نوڳي پيرن کي وڏي ڪرامت وارو سمجهي، اُنهن وٽ ڦُرجي رهيا آهن. اهڙن پيرن جي اهڙي مڪاريءَ جي ڪري، سنڌ جا غريب ابوجهہ سنڌي ماڻهو روز بروز غُربت جي گهاٽي ۾ پيڙجي تباهہ ٿي رهيا آهن ۽ ڦورو پير روز بروز ترقي ڪري رهيا آهن. ايتري قدر جو ڪو پينو سرڪٽو کُلهي تي رکي، سنڌ جي سرحد ٽپي، سنڌ ۾ داخل ٿي، هرويرو بہ ڪنهن امام جي نسل مان ٿو سڏائي تہ سوين ماڻهو سندس سلامي ٿي، سندس مريد خادم ٿي ٿا وڃن ۽ اهو جُڙتو مرشد اُنهن غريبن کي ڪنهن نہ ڪنهن بهاني ۾ ڦٽي، ڪائي، چند مهينن ۽ چند سالن ۾ ماني مڇيءَ وارو بنجي ٿو وڃي، سندس مُريد بُکن بيمارين ۾ تباهہ پيا ٿين. اهڙيءَ طرح نام نهاد مرشد سنڌ ۾ اچڻ ڪانپوءِ وڏا وڏا

تونگر ۽ وڏا گادي نشين بنجي ويا ۽ سندن مريد قرضن مرضن جي ڏبڻ ۾ ڦاسي پِنڻ جهڙا ٿيندا ٿا وڃن. سنڌ ۾ اهڙن پيرن وڏي تباهي آندي آهي. اهڙا نڳ پير جيڪي پنهنجي گذران لاءِ غريب مريدن جا محتاج آهن. تہ پوءِ ڪاني ڪرامت ڇا جي؟

اِبوجهہ غريب سنڌي ماڻهن کي ڪاني ڪرامت جي دڙڪي دهمان ۾ آڻي، ڪين پٽي ڪائڻ ڪان اُهي پير ٻُڏي مري وڃن تہ سُٺو آهي! سنڌي ماڻهو صوفي بزرگن جي تعليم تي عمل ڪن ۽ اهڙن مَڪار مُرشدن جي مڪاريءَ کي سمجهي، اُنهن وٽ نہ ڦُرجن تہ فريبڪارين جا اهي هيڏا سارا بُت ڍهي مِليا ميٽ ٿي وڃن. سچل سائينءَ اهڙن نڳ مرشدن کي لُٽيرو سڏيو آهي ۽ چيو آهي تہ سنڌ ملڪ کي اِهي لُٽيرا لُٽي رهيا آهن. هُو اِهو نٿا سمجهن تہ الله تعاليٰ مَڪر وارن ڪان وڌيڪ مَڪر ڄاڻي ٿو اُهي الله پاڪ سان بہ اَٽڪلون ٿا ڪن. هن، مُريد ڪري ماڻهو ڦُرڻ واري عمل کي ننديو آهي ۽ چيو آهي تہ مريد ڪرڻ جو خيال نہ رکو ۽ عاشق بنجي نروار ٿيو! ٻيائي ٻوڙي ختم ڪريو مذهبي ڪٽرپڻي فِرقا پرستي ڇڏي ڏيو. مان ۽ مون واري طلسم ڪان بچو. جو پاڻ پيائڻ سان انسان جي اندر جو ڏيو اهو نڪري ويندو آهي. سچل سائين پنهنجي سچ جو سَنيهو هن ريت ڏنو آهي تہ:

مَڪر سان مُلڪ کي ٿا لُٽيرا لُٽين،
وَالله خَير الماڪرين، سچل نا سمجهين،
ڳريو پِيا ڳرين، اَٽڪلون اَلله سان!

يا

مُريد ڪرڻ جو خيال نہ رَکجانءِ عاشق ٿِج نِرالو
دِين مَذهب ٻوڙ ٻِيائي، مَست فَرح مَنوالو
مَان ۽ مُون جي سودي اَندر مَتان ڳڻين ڏيوالو.

سچل حق آهي، سچل سارو سچ آهي، سچل عاشق آهي، سچل عاشقن جو اڳواڻ آهي، سچل سنڌ جو منصور آهي، سنڌ اندر صوفي سلسلي

۾ سچل سائين هڪ يگاني رُوپ وارو بزرگ آهي، هن بزرگ تعصب پرست مُلن مولوين تي جيڪي ڀرپور وار ڪيا. اهڙا وار سچل کان نہ اڳ ڪنهن صوفي ڪيا، نہ وري سچل کان پوءِ ڪنهن ڪيا! اهڙيءَ طرح سچل سائين بي شمار وصفن جي مالڪ هُجڻ سان گڏ وڏو وطن پرست. وڏو قوم پرست هو سندس وطن پرستي ۽ قوم پرستيءَ جا مثال هن کان وڌيڪ ٻيا ڪهڙا ٿي سگهن ٿا. جو پاڻ عام مسلمانن وانگر مقدس جاين تي وڃي مرڻ جون دُعائون ڪونہ گُهريون اٿس، نہ وري اُتان جي پٿرن کي گهوٽي، سُرمو ڪري اکين ۾ پائڻ جي ڳالهہ ڪئي اٿس، هن رسول صلعم جي هن حديث تہ ’حُب الوطن مِنَ الاِيمان!‘ کي نرت ۽ سُرت سان سمجهي، بنا ڪنهن هٻڪ جي چيو تہ منهنجو ديس سهي نموني سان درازا آهي، آءُ نہ مڪي جو رهواسي آهيان نہ وري مُلتان جو ملتاني آهيان! بلڪل صاف صاف چيائين تہ:

ديس سَچل دا دَرس دَرازا، نامَڪا، نا مُلتانا!

سچل سائين سنڌ جي ڪُک مان جنم ورتو هو، ديس واسيءَ کيس ڏاڍا پيارا هُئا، جيئن جسم جي ڪنهن عُضوي ۾ درد پيدا ٿيندو آهي تہ سڄو جسم بيقرار ٿي ويندو آهي، اهڙيءَ طرح سچل سائين هر سنڌيءَ جي تڪليف کي پنهنجي تڪليف ٿي سمجهيو. پاڻ سنڌ واسين کي دُعائون ڪري چيائين ٿي تہ هُو سدائين سَرها هُجن ۽ سدائين پنهنجي سنڌ ڌرتيءَ تي آباد هُجن، ٻئي ڪنهن ملڪ جا محتاج نہ ٿين، هن ڌرتيءَ تي ئي خوش گذارين. پاڻ سنڌين ۾ شعور ۽ سُجاڳي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مست رهيو. کين قوم پرستيءَ جون رمزون سيکاريندي چيو تہ غيرت وارا انسان ٻنيون ۽ ونيون نہ ڇڏيندا آهن. جوان اُن کي چئبو آهي، جيڪو ننگن ۽ دنگن تان قربان ٿئي! ٻني (ڌرتي) ۽ ونِي ڇڏڻ وارا انسان ديس ۽ ديسي لڄائيندا آهن! سچل سائين قومي سُجاڳيءَ جو سڏ ڏيندي چوي ٿو تہ:

سَنگهاري سَاٽيهہ شَل هُئَن سَدائِين سَرها،
وَڃن نہ پرڏيهہ خُوش گُذارِين اُتَهِين.

**يا**

**هِڪ جُوءَ ٻِي جوءِ، ڇَڏين ڪِين جُوان،**
**اُهي ئي انسان، جي نَنگن تَان نِثار ٿِيا.**

**يا**

**هڪ جُوءَ ٻي جوءِ، مَرد نہ ڇَڏين مينڌرا،**
**تو پڻ پِرين پوءِ، ڳوه لَڄايو ڳاڪَ ڪي.**

**سچل سرمست جو پيغام هر دَور ۾ هر زماني لاءِ سچ جو سنيھو سمجھيو ويجي ۽ اُهو بہ سمجھيو ويجي تہ اُهو ڪٽر مذهبي مُلو جنهن سچل سائينءَ جي مخالفت ڪري، مٿس ڪُفر جي فتويٰ جاري ڪئي هُئي، سو اڃا جيئرو آهي، جيڪو سچل ۾ سندس مُريدن تي ڏند پيو ڪُرٽي، اُهو پير بہ زنده آهي، جيڪو سچل تي ڪاوڙيو هو سمجھجي اِهو ٿو تہ جيستائين ’حجاج بن يوسف‘ جو وارث زنده هوندو، تيستائين سچل سائينءَ جو ڏنل تصور مڪمل پورو نہ ٿيندو، شل خدا خير ڪري! شل مالڪ رحم ڪري!! آمين.**

[روزاني هلال پاڪستان، ڪراچي، آچر 30 سيپٽمبر 2007ع ۾ ڇپيل]



# شاهہ جي شاعريءَ ۾ پورهيت پچار!

مهراڻ جي ماٿري قديم دَور کان وٺي، علم ادب جو سرسبز مرڪز پئي رهي آهي، هن ڀلاري ڀُونءِ جي ڪُک مان ڪيترن ئي عظيم انسانن جنم ورتو آهي، جن پوري دنيا لاءِ اَمن، پيار، محبت، غيرت، شرافت، صداقت، عزت، آزادي ۽ انسانيت جو پيغام پئي ڏنو آهي، اُنهن حق پرست بزرگن مان شاهہ عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ بہ هڪ آهي. شاهہ سائينءَ جو سارو ڪلام معاشري کي معياري بنائڻ ۽ انسانن کي انسانيت واري ناتي نڀائڻ وارن سهڻن سخنن سان ڀريو پيو آهي، سندس روحاني ۽ اخلاقي قدرن جو ڏنل پيغام ڪِن خاص ماڻهن لاءِ نہ پر ڪُل ڪائنات جي ڪُل مخلوق لاءِ برابر درس جو درجو رکي ٿو. شاهہ سائين اهل سنڌ کي ذات، پات، اُوچ، نيچ، نسلي مت ڀيد ۽ مذهبي ڪٽرپڻي مان آزاد ٿي، مٿانهين سوچ سوچڻ ۽ عالمي برادريءَ سان ڳُلهو ڳُلهي ۾ ملائي زندگي گذارڻ جو سبق ڏنو آهي، هن هر دَور جي جديد ايجاد کي خدا تعاليٰ کان هڪ نئون پيغام آيل ٿي سمجهيو ۽ اُن جي حاصل ٿيڻ کي مالڪ وٽان مليل ڏات ٿي سمجهيو، اُن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هن ڪنهن بہ ذات پات جي قيد يا پابنديءَ جي ڳالهہ ڪانہ ڪئي، بس مالڪ مهربان جي حُضور ۾ اچڻ سان اَگهامڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي، چوي ٿو تہ:

راڻي وَٽان رَات، مُون کي نَٿُون نِياپو آيو،
لَڏي سُون لطيف چَئي ڳَنان ڏَاتر ڏَات،
ڪو نہ پُڇي ٿو ذَات، جي آيا سي اَگهيا.

جيڪڏهن عالمي برادريءَ واري تخيل کي حقيقت واري رُوپ ۾ ڏِسڻو آهي تہ اُهو نُسخو شاهہ سائينءَ جي بيتن مان ئي حاصل ٿي سگهي ٿو، نہ ڪنهن ٻي هنڌ! شاهہ سائين جي شاعريءَ جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي تاريخ،

سنڌ جي تھذيب، تمدن، اکين اڳيان نمايان نظر پيو اچي، جنھن ۾ موھن جو دڙو بہ نظر پيو اچي، موھن جي دڙي جون ناچڻيون ۽ موھن جي دڙي جا بُت بہ نظر اچي رھيا آھن. مرشد لطيف جي شاعريءَ تي نظر ٽا ڪريون تہ اُن ۾ اسان کي ھندو بہ نظر اچي ٿو مسلمان بہ نظر اچي ٿو پورو بہ نظر اچي ٿو تہ ڪارو بہ نظر اچي ٿو وڏو بہ نظر اچي ٿو تہ ننڍو بہ نظر اچي ٿو مسجد بہ نظر اچي ٿي تہ مندر بہ نظر اچي ٿو مندر مان گھنڊ گھڙيال جو آواز پيو اچي، ٻئي طرف مسجد مان الله اڪبر جي صدا جو آواز ٻئي ھڪ ئي وقت پيا ٻُڌجن، سبحان الله چَوطرف ٿُون ئي ٿُون آھين! ھڪ ڀيري شيڪسپيئر چيو ھو تہ: ”اي انگلستان! آءٌ تنھنجي غدان سان بہ پيار ڪريان ٿو!“ اڪثر ڏٺو ويندو تہ غدار ھميشہ وڏا ماڻھو ٿيندا رھيا آھن ۽ ٿيندا رھن ٿا. جن جي غداري سان قومن کي غلاميءَ جا ڳرا ڳٽ پوڳڻا پوندا آھن ۽ قومون تباھہ برباد ٿي وينديون آھن. شيڪسپيئر اُنھن وڏن ماڻھن سان محبت جي ھام ھڻئين آھي، پر اسان جي جڳ مشھور شاعر ڀٽائي گھوٽ ’جيھا سي تيھا مارو مُون مجيا!‘ چئي، پنھنجن اَيرن سَيرن غريبن کي ناھي ڇڏيو اُھي اَيرا سَيرا سيئي غريب پورھيت طبقي جا ماڻھو ٿيندا آھن. جن ۾ ڪوري، واڍو، لوھار، ڪنڀار، مھاڻا، سونارا، اوڏ ۽ ھاري ناري اچي وڃن ٿا. شاھہ سائين اُنھن کي پنھنجي شاعريءَ ۾ آڻي کين امر بڻائي ڇڏيو آھي، سندس بيتن پڙھڻ مان معلوم ٿو ٿئي تہ پاڻ وطن جا سچا سپاھي سنڌي ماڻھن جا وفادار ۽ انسان ذات جا ھڏ ڏوکي ھُئا، ھن بزرگ ھستيءَ جو جنم 1689ع ڏاري ھالا حويليءَ ۾ ٿيو اُن وقت سنڌي حاڪم ڪلھوڙا ذھني توڙي جسماني طرح ھندوستان جي مغل حڪمرانن جا غلام ھئا. شاھہ سائين غلام ڌرتيءَ تي ھڪ غلام جي حيثيت سان جنم ورتو ھو اُن وقت دھليءَ جو حاڪم اورنگزيب عالمگير ھو جنھن تازو پنھنجي پيءُ کي ھٿ ڪڙيون پارائي جيل موڪليو ھو ۽ پنھنجي وڏي ڀاءُ دارا شڪوھ، ننڍين ڀائرن مراد، ڪامران ۽ حضرت صوفي سرمد کي شھيد ڪرائي نھي نڪي حڪومت تي قبضو ڪيو ھو شاھہ

سائين، جيڪو ڄمندي ڄام هو، جو شايد ڄمڻ وقت ئي اُوئان اُوئان جو آواز ڪري، اُن ڪري ٿي رُنو جو هُن کي ديس ۾ ديسي ماڻهن جي غلاميءَ جو احساس ٿيو هو، جو ڄمڻ وقت ئي دانهون ڪري روئي پنهنجي ڏک جو اظهار ٿي ڪيائين. شاهہ سائين اُنهن عاشقن ۽ اُنهن صوفين هيئن فرمايو آهي تہ:

سي اَڻ پَڙهيا ئِي پَڙهيا ٿِيا، جِن پَڙهايو پَاڻُ،
ٻِيا ڪُوڙين ڪِتابن سَاڻ، هُونئين وَتن هَلندا.

آءٌ هاڻ اچان ٿو هن مضمون جي اصل موضوع ’شاهہ جي شاعريءَ ۾ پورهيت پچار‘ تي! ڏٺو ويندو تہ پورهيت طبقي جي ماڻهن جو تعداد وڏن ماڻهن جي طبقي کان گهڻو رهيو آهي، اُنهن گهڻائي وارن پورهيت ماڻهن جي ڳچيءَ ۾ اُنهن مُٺ جيترن وڏن ماڻهن جو ڦاهو پيل آهي، جن کي جاگيردار، پوتار، رئيس وڏيرا، زميندار، سردار، پير، مير ۽ ٻيو الائي ڪهڙن ڪهڙن نالن ۽ لقبن سان سڏيو وڃي ٿو جيڪي حقيقت ۾ سڀ جا سڀ مُفت خور، حرام خور، زيان خور، ظالم ۽ وحشي درندن سميت سڀ ڪُجهہ آهن. جيڪي سنڌ ڌرتيءَ جي پورهيت ماڻهن جي مٿان رُڳو هينئر ناهن، اهي چَٽيون هزارين سالن کان هلنديون پيون اچن. ائين ڪٽي چئجي تہ سنڌ جي سچي تاريخ گهڻي ڀاڱي اُنهن رت پياڪ چورن جي تاريخ آهي، جو اُنهن چند مفت خور ماڻهن جي نڪ نرجائي، بي حيائي، بي شرمائي، خود غرضي، بزدلي، غداري، مڪاري، فنڪاري ۽ نااهليءَ جي ڪري ئي سنڌ مٿان جڳ جهان جا رولاڪ، ڀڳوڙا، ڦورو، لوفر، لُٽيرا ۽ ٺڳ لامارا ڏئي، سنڌين کي ڀَٽيندا ڪائيندا رهن ٿا، سنڌ جي پورهيت طبقي جا اصل دشمن اُهي وڏا ماڻهو آهن، جيڪي سدائين ڌارين ڌاڙيلن سان مِلي، پنهنجن جو رت چُوسيندا رهندا آهن ۽ ماريندا ڪُٽيندا ڪمزور ڪندا رهندا آهن. شاهہ سائينءَ جي زماني ۾ بہ سنڌ جا پورهيت هاري ناري ڦُرلٽ جو شڪار هُئا، اڄ وانگر هر وڏي ماڻهو پنهنجا مقصد حاصل ڪرڻ پٺي گُهريا، اُنهي لاءِ پورهيت غريب ماڻهن کي پاڻ ۾ ويڙهائي مارائي ڌارين جي دلالي ڪري، سندن حق غضب ڪري، ڪين

انگ اگھاڙو، پيٽ بُکيو، قرضن ۽ مرضن ۾ مجبور ۽ لاچار ڪيو ويو ھو. غريب سنڌي ماڻھن جي اھڙي ڏکوئيندڙ حالت تي شاھہ سائينءَ کي ماٺ ڪري ويھڻ نہ آيو ۽ ماتمي لباس پائي، تنبورو ۽ ڪڙتال ھٿ ۾ کڻي نڪري پيو. مصبيت ۾ گھيريل طبقي کي، پنھنجي شاعريءَ ۾ ناصحانن نُڪتن سان اِشارن اِشارن ۾ سمجھائڻ شروع ڪيائين، ڪين پنھنجن حق حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجھد جي واٽ ڏيکاريندي چيو تہ اي ڏکي! ايترا سارا مينھن پيا آھن ۽ پوءِ بہ تو وٽ ڏڪار چو لڳو پيو آھي؟ اي پورھيت! سُڪار تنھنجن پورھيت ھٿن ۾ تہ آھي، اِھي ھٿ تنھنجي وس ۾ آھن. غفلت ڇڏي ھِمت ڪري پورھيو ڪر تہ ڏُڪار ڪان بچي سگھين. تُنھنجا ھٿ تہ سون پيدا ڪري سگھن ٿا، تہ پوءِ تون مجبور ڇو ٿيو آھين؟ اُٿي ھمت ڪر! شاھہ سائين پورھيت سان ھن طرح مخاطب ٿيو آھي تہ:

ڏُکي توءِ ڏُڪار، توڙي وَسَن مِينھَڙا،
پورھيئي ھَٿ سُڪار، تو وَس آھن ھٿڙا!

**1. ڪوري:**

شاھہ سائين ڪيڏي نہ پيار ۽ پاٻوھہ سان، اسان کي فڪر ۽ عمل جي دعوت ڏيندي، وڏي واڪ فرمائي ٿو تہ اچو اچو ھلو ھلو! مُرشد سائين ڪيڏانھن؟ ڪورين ڏانھن! قبلا سائين ڇا لاءِ؟ پيار ۽ محبت جي ونڊ ونڊڻ لاءِ، جو اُھي ئي نِينھن جا نمائندا آھن. سارو ڏينھن ٽَٽل تندون وَر وَر ڏئي پيا ڳنڍين، سندن اھا ڳنڍ ڳنڍيان واري جُستجو ڏاڍي سُٺي آھي، ڇِنڻ واري مَنجھن ڳالھہ ئي ڪانھي، سندن ھن عمل ۾ وڏو راز پلائي آھي! مرشد لطيف ڪوري پورھيتن کي محبت ۽ دلي لڳاءُ سان پورھئي ڪرڻ جي صلاح ڏني آھي، ڇاڪاڻ تہ محبت سان ڪيل ڪم ۾ ڪا اُوڻائي ٿئي ٿي تہ محبت جي صدقي ئي اجائي سجائي ٿيو پوي، پر محبت کان خالي ٻيائيءَ سان ڪيل ڪم، جنھن ۾ ناھہ نوھہ چمڪ ڏمڪ گھٽي آھي، پوءِ اُھو ڪم محبت

سان ڪيل ناهي تہ اهو ڪم نٿو اَگهامي ۽ بيڪار ٿيو پوي، انهيءَ لاءِ مرشد لطيف پنهنجي روشن خياليءَ جو بيان هن طرح ڪيو آهي تہ:

هَلو هَلو ڳوريين، نَازڪ جِنين جو نِينهن.
ڳَنڍِيِين سارو ڏِينهن، ڇِنَڻ مُور نَہ سِڪيا!

يا

مُحبت پَائي مَن ۾، رَنديا رَوڙيا جِن،
تِن جو صَرافَن، اَڻ تَوريو ئِي اَگهائيو.

يا

جَائِت پَائي چت ۾، سَنهون ڳتيو جِن،
تِن جو صَرافن، ڏُڪو ئي دَاخل نَہ ڪيو.

شاهہ سائين ءَجي وقت ۾ جڏهن نادر شاهہ دراني، سنڌ ملڪ تي حملو ڪري تباهي مچائيندي، وونئڻن جو فصل تباهہ ڪري ڇڏيو. شهرن کي باهيون ڏئي بازاريون ساڙي ويران ڪيون، جن ۾ ڳتڻ جا اڏا بہ تباهہ ٿيا ۽ ڪتڻ واريون بيروزگار بنجي ويون هُيون، شاهہ سائين پورهيت ماڻهن جون تباهہ ڪاريون ڏسي، پنهنجي ڏُک جو اظهار ڪندي چيو تہ:

نَہ سي وونئڻ وَٽن ۾، نَہ سي ڪَاتَارِيُون،
پَسِئو بَازارِيُون، هِينئڙو مُون لُوڻ ٿِئي.

### 2. پورهيت واڍو ۽ مهاڻو:

شاهہ سائين پنهنجن بيتن ۾ واڍي ۽ مهاڻي کي نہ وساريو هڪ هنڌ فرمايو اٿس تہ ٻيڙي وچ درياهہ ۾ اچي لوڏا لَما پئي ٿي کائي، پوءِ ٻُڏي يا تري، واڍي جيڪي نپ نپن ۾ ملائي چيڙيون چاڙهيون هُيون، سي گهڻو وقت پاڻيءَ ۾ رهڻ جي ڪري ڳري سڙي ويون آهن. ملاح (مهاڻا) پنهنجين اڳين جاين تي ڪونهي، يعني جيئن اڳ ۾ مضبوط ۽ چوڪس هُئا، هاڻ اُهي ڪونهي رهيا. سندن پاليسيون ڦلهڙيون ٿي ويون آهن. اُنهيءَ ڪري ئي ٻيڙي کي ڦرنگي (ڌاريا) گهيرو ڪري ويا آهن. اي ملاح! تُنهنجي ٻيڙي تي چور اچي چڙهيا

آهن، اي منهنجا مالڪ! اهڙيون حالتون پيدا ٿي ويون آهن، جنهن جي ڪري وڏاوڏا ٻيڙا بہ ٻُڏي ويندا آهن. اهڙين حالتن ۾ تنهنجي ٻاجهہ ۽ رحم جي ضرورت آهي، شاهہ سائينءَ جو هي اشارو مُلڪ سنڌ جي حاڪم ڌانهن آهي، جنهن ۾ سندس پاليسيون بہ اچي وڃن ٿيون. شاهہ سائين سنڌ کي هڪ ٻيڙي سان مشابهت ڏني آهي ۽ وقت جي بادشاهہ کي مير ملاح سان مشابهت ڏني اٿس، ۽ کيس مخاطب ٿيندي چيو آهي تہ اي ملاح! توکي هي ڳالهيون زيب نٿيون ڏين، جو تُون پنهنجي ٻيڙي (سنڌ ملڪ) لاءِ ڪجهہ نٿو سوچين، رُڳو غفلت ۽ لالچ ۾ اچي، هن ٻيڙيءَ ۾ رهڻ جي باوجود بہ سِر تڪيو سُتو پيو آهين، ڇا هن ٻيڙيءَ کي ڪجهہ ٿيو تہ تُون بچي سگهندين؟ سنڌ جون سرحدون محفوظ نہ رهيون آهن. اُتي ڌارين جو مانڌاڻ متل آهي، انهي صورتحال ۾ مرشد لطيف سچاڳيءَ جا سڏ ڪندي چيو آهي تہ:

دَنگِي مَنجهہ درياهہ، ڪِين ٻُڏي، ڪِين اُپڙي
هو جي وادِي واٽيا، سي سوهَڻ سَپ سَريا،
مُعلم مَاڳ نہ اڳهين، فرنگي مَنجهہ ڦِريا،
ملاح! تنهنجي مڪڙي، اچي چور چڙهيا
جتي ڊينگ ڊريا، تني تاري تنهنجي!

يا

بَندر جَان ڊِئي تان، سُڪاٽيا مَ سُمهو،
ڪَپَرُ تو ڪُن ڳري، جيئَن مَاٺي مَنجهہ مَهي،
ايڏو سُور سَهي، نِنڊ نَہ ڪَجي نَاکُئا!

3. **پورهيت لوهار:**

شاهہ سائين لوهار جهڙي سخت جان پورهيت کي تہ خاص ياد فرمايو آهي، هن جي ڳالهہ ڪندي چوي ٿو تہ باهہ جي سختيءَ سان ڪُٺ پگهرجي ٿو ۽ لوهہ ڃڻ ٻرڻ شروع ڪيو ڏئي، اُن لوهہ مٿان لوهارن جي مُترڪن جي ڌڪن جي مار ماران هوندي آهي، اُن وقت اهڙو منظر هوندو

آهي، جڻ مُترڪا ٽڪجيو تا پون ۽ سانداٽيون تيز هلي هلي سهڪيو ٿيون پون. اُن وقت آڳرين (توهان) جو مچ مٿان ميڙو متل هوندو آهي ۽ وڏيڪ فرمائي ٿو تہ، جيئن لوهار لوهہ مان ڳڙا ڳُنديا تاهي، هڪ ٻئي سان ملائي قابو ڪندو آهي، اهڙيءَ طرح منهنجي سڄڻ، منهنجي ساهہ کي پنهنجي ساهہ سان ملائي سوگهو ڪٺي ڪيو آهي. شاهہ سائين پورهيت لوهار کي پنهنجي بيتن ۾ ياد فرمائي، هُن کي امر بڻايو آهي تہ:

ڳَٽ ڳڙهي لوهہ ٻري، ڏوڏا جت ڏِڳن،
مُترڪن مُنهن ڪيو، جِت سَانداٽيون سَهڪن،
اَڄ پڻ آڱرين، ميڙو آهي مَچ تي!

يا

ڳڙو مَنجهہ ڳڙي، جيئن لوهار لپيٽيو،
تيئن منهنجو جيءُ جَڙي سُپيريان سوگهو ڪيو!

4. **پورهيت سونارو:**

سچ ۽ ڪُوڙ (سون ۽ روپي) کي سُڃاڻڻ جو کهڙو قدر هوندو؟ شاهہ پنهنجي خيالن جو اظهار هن طرح ڪيو آهي تہ:

جي صَرافن لَڌيو تہ ٿُون بہ لڌسون،
قَدر ڳنڌئي ڪونہ، تيئي گڏيندئي گڏون سان.

يا

قَدردان ڪَم ٿِيا، ڪُتا خريدار،
سون، رُوپي جي، سَالڪ لَهن نَہ سَار،
جي لوهہ ڪُٽين لوهار، تِن کهڙو قدر سون جو.

5. **پورهيت ڪنيار:**

شاهہ سائين مٿيءَ مان ٿانوَ ناهيندڙ ڪنيار کي پنهنجن بيتن ۾ آڻي خاص اهميت ڏني آهي، هڪ هنڌ فرمايو اٿس اي عاشق! تون پنهنجي

عشق کي ڪنيار جي آويءَ جي نِهائين وانگر پوشيده رک، ڇو تہ جيئن باھہ جي تَئو گهٽجڻ سان ٿانوَ سُنا نہ پچندا آهن ۽ ڪچا رهجي ويندا آهن! تون اِئين ڪر، جيئن ڪنيار باھہ کي ڍڪيندو آهي تہ جيئن ٿانوَ سُنا پچي راس ٿين، تُون عشق ڪرڻ نِهائين کان سِک، جو ڏينهن جا ڏينهن پئي ٿي سڙي، پر ٻاڦ ٻاهر ڪا نہ ٿي ڪڍي ۽ ٿانوَ سُنا پچي راس ٿا ٿين، تُون بہ پنهنجي عشق جي باھہ کي نِهائين وانگر سيني ۾ سانڍي رک، جي ٻاهر ٻاڦ ڪڍيئي تہ تُون عشق ۾ ڪچو رهجي ويندين. ڏسو تہ شاهہ سائينءَ جي جادو بياني سان ڪيئن نہ عام فهم وارا الفاظ معنيٰ جي معراج تي وڃي پهتا آهن:

نِهَائِين کان نِينهن، سِک مُنهِنجا سُپرين،
سَڙي سَارو ڏِينهن، ٻَاهر ٻَاڦ نَہ نِڪري.

يا

نِينهن نِهائين جِيئن، ڍَڪيو ڳوهہ نہ ڍَڪين،
جِن ڇهڙي ڇڏي، رَڃ پَچندا ڪِيئن،
تُون پڻ ڳَريج تِيئن، جيئن ڳُنيار ڳَن ڳَم سِين.

6. **پورهيت اوڏ:**

سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ اوڏ مٽيءَ جا ڪوڏا! ڪٿي بہ زمين کوٽبي آهي، تہ اُتان نئيا نئيا ڪوڏ نڪرندا آهن، جيڪي مٽيءَ سان مليل هوندا آهن، اوڏ بہ سڄو ڏينهن مٽيءَ جي ڪم ۾ رُڌل رهندا آهن، مٽيءَ کان جُدا ٿين ئي ڪونہ، ان ڪري ئي هي چوڻي ايجاد ٿي تہ 'اوڏ مٽيءَ جا ڪوڏا' جيئن ڪوڏ مٽيءَ سان مليل هوندا آهن، مٽيءَ جي ڪم سان محبت ڪندڙ اوڏن کي شاهہ سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ آڻي امر بنائي ڇڏيو آهي، هڪ هنڌ فرمايو اٿس تہ، پورهيت اوڏن کي ڇنل ڇڄ هٿن ۾ آهن ۽ ڪُلهن تي ڪوڏر اٿن ۽ اُنهن جي پورهئي سان اهڙو پيار آهي، جو سوير ئي اُٿي، پنهنجي مٽيءَ جي ڌنڌي سان لڳي وڃن ٿا، لاڪا! اهڙا عظيم پورهيت، جيڪي ٻين کي اڏي ڏيڻ لاءِ هينيان، هِتان! هُتان هٿ لڏو ٻڌيو وتن، ڪڏهن ڪٿي، ڪڏهن ڪٿي! اهڙيءَ طرح پنهنجي

لاءِ ڪو خاص اَجهو ڪونہ اٿن, ڪٿي ڪٿي ڪي نِشانيون پيون ڏسجن. شاهہ سائين سندن محنت ۽ عظمت جو بيان هن طرح ڪيو آهي تہ:

چِنل چَج هَٿن ۾, ڪُلهن ڪوڏارا,
پورهيئي ڪارڻ پيٽ جي, اُٿين سَوارا,
اوڏ بہ ويچارا, لاڪا! وجن لڏيو.

يا

اَڏي اَڏي اوڏ, چَڏي وِيا پيٽيُون,
ڪوڏار ۽ ڪوٽ, پيا آهن پَٽ تي!

7. **پورهيت هاري:**

شاهہ سائينءَ جي زماني ۾ سنڌ جا پورهيت هاري هينئر وانگر قُرلٽ جو شڪار هُئا, ڏارين ۽ ميرن پيرن ڪي لٽ ۽ چٽ ڏيڪاري, پنهنجو طرفدار بنائي رکيو هو غريب هاري طبقو بلڪل هينئر وانگر حاڪم طبقي جي عذاب ۾ پيڙجي رهيو هو اصل 'بيداد نگري, چرپٽ راجا!' وارو مثال هو فرق رُڳو اِهو آهي, جو شاهہ سائينءَ جي زماني ۾ قديم وڏيرو هو هينئر جديد وڏيرو آهي, پر ڪم پنهيءَ جو ساڳيو غريب هارين کي انگ اگهاڙو, پيٽ بُکيو قرضن ۽ مرضن ۾ مبتلا ڪري مارڻ جو ٻيو ٿيو خير, اُن چڪتاڻ واري ماحول ۾ پٽائي گهوٽ پورهيت هارين جي حقن جي ڳالهہ سان گڏ, سندن خوشحاليءَ جو ذڪر پڻ ڪيو آهي تہ: اڄ اتر طرف تاڙي تنوارڻ شروع ڪيو آهي, ۽ هارين هَر سنياپا آهن ۽ مالوند ماڻهو ڏاڍا خوش ٿا ڏسجن, منهنجي حقيقي مالڪ, جُهڙ ڪري ڇڻ آسمان کي مينهن پوڻ جو لباس پهرايو آهي, ۽ برسات کان پوءِ خوشحاليءَ جا منظر روشن ٿيا آهن, جو غريبن جي جُهوپڙين مان ولوڙي جا آواز پيا اچن, غريب عورتن جي هٿن ۾ مَکڻ جا چاٽا آهن ۽ کير جا ساڙها آهن, مال پڻ خوش ٿو ڏسجي, ٻايون توڙي ٻانهيون, پنهنجن پکن ۾ پيون ٻهڪن. شاهہ سائين سنڌ جي خوشحالي ۽ سُڪار لاءِ ڏٽي در هٿ کڻي دعا گهرڻ سان گڏ, ساري جهان ۽ سڄي سنسار لاءِ دُعائون گهريون آهن:

اَڄ پُڻ اُتر پار ڏي، ٽاڙي ڪَئي ٽنوار،
هَارين هَر سَنپايا، سَرها ٿِيا سَنگهار،
اَڄ پُڻ مُنهنجي يَار، وَسڻ جَا ويس ڪَيا.

يا

ٻَر وُٺا ٿَر وُٺا، وُٺيون ٽَرائِيُون،
پِرهہ جو پَٽن تي، ڪَن وِلوڙا وَايُون،
مَکڻ ڀَرين هَنڙا، سَنگهاريُون سَايُون،
ٻَانهيون ۽ ٻَايون، پکي سُونهن ڀَانهنجي.

يا

سَائينم سَدائين ڪَرين مَٿي سِنڌ سُڪار،
دوست مِٺا دِلدار، عَالم سَڀ آباد ڪَرين.

[روزاني عبرت حيدرآباد، جمع 22 فيبروري 2008ع ۾ ڇپيو]



# سچل جو پيغام سچ جو سنيهو!

سائنسي ترقي ۽ واڌاري جي زور تي چنڊ جي ڇهري تي پير گهمائڻ کان پوءِ پنهنجون وِکون وڌائي، مريخ تائين پهچڻ وارو انسان، هن ڌرتيءَ تي لوڀ ۽ لالچ جي اُڄ اُجهائڻ لاءِ دُعا ۽ فريب جي رُڃ پويان رُلندي ڏاڍو حيران ۽ پريشان نظر پيو اچي، انساني هن سماج ۾ موجوده رساڪشي، علم ۽ تجربي جي کوٽ سبب نہ آهي، پر هن بين الاقوامي بيچيني جو خاص ڪارڻ لوڀ ۽ لالچ آهي، جنهن جي نتيجي ۾ روز بروز انسانيت ظلم ۽ ڏاڍ جي گهيري ۾ گهيرجي رهي آهي. انسان تمدن جي اوسر جي تصوير پيش ڪرڻ بجاءِ، مارڌاڙ ۽ خونريزيءَ جا دل دهلائيندڙ داستان ٻُڌائي ٿو جنهن سان شايد شيطان بہ ڳنن جون ٻئي پاپڙيون پڪڙي تو بهہ توبهہ ڪري، شرم کان ڪنڌ جُهڪائيندو هوندو! ڏارين جي اهڙي مصيبت ۾ آيل سنڌ سُونهاري جي ڪُک مان ڪيترن ئي عظيم انسانن جنم ورتو جن مصيبتن کي منهن ڏيڻ لاءِ همٿايو، امن امان جو درس ڏنو، نابودي نيئي، عبد کي اعليٰ ڪرڻ جي راهہ ڏيکاري، سُجود کان اڳ وجود وڃائڻ جو درس ڏنو اکرن اُچارڻ بجاءِ اندر اُجارڻ جو چيو، سچ تي ساهہ صدقي ڪرڻ جي تلقين ڪئي، خُوديءَ کان خُدا تائين رسڻ جا راز سليا، جن انسانن کي غفلت جي غر مان ڪڍي زندگيءَ جي پيچرن تي پهچايو، جن انساني عظمت کي محسوس ڪري ’مُون ۾ آهين تُون، تو ۾ آهيان مان!‘ جي ڳالهہ ڪئي، اُنهن صوفي لاڪوفي عظيم بزرگن مان **’سچل سرمست‘** بہ هڪ آهي، جنهن جي بيت جي هي سِٽ مشهور آهي تہ: ’جنهن دل پيتا عشق دا جام، سا دل مستو مست مدام!‘ هن بزرگ هستيءَ، جيڪو چيو سو ڪيو، چاڪاڻ تہ حضرت عشق جو فرشتو پنهنجي ڏونرن ۾ مافوق الفطرت جي سگهہ رکي ٿو اُن جي تلوار جو ڦهريون وار دُنوي دلفريبين ۾

جڪڙيندڙ زنجيرن کي ڇيهون ڇيهون ڪري ٿو ڇڏي، دل جڏهن هر قسم جي ٻنڌڻن کان آزاد ٿي، پنهنجو پاڻ کي پسي ٿي، اُن وقت حلقہ ازل کان سواءِ ٻيو ٻَنڌڻ ڪيس پيرن نظر نہ ايندو آهي. حضرت سچل سرمست کي بہ جڏهن عشق جو پرپور پيالو نصيب ٿيو تہ هن توحيد ۽ معرفت، عشق ۽ عرفان الاهيءَ جا واهڙ وَهائي ڇڏيا. سچل جي جڏهن شاهہ عبداللطيف سان ننڍڙي عمر ۾ ملاقات ٿي هُئي تہ شاهہ سائين سندس لاءِ فرمايو هو ’اسان جيڪو ڪُنو چاڙهيو آهي، اُنهيءَ جو ڍَڪڻ هي نينگر لاهيندو!‘ يعني گهوٽ جي ڪُني جي ڍڪڻ لاهڻ وارو نينگر، جنهن کي اسان سچل سرمست ٿا چئون، سو 1739ع ۾ ضلعي خيرپور جي ڳوٺ درازا ۾ پيدا ٿيو سندس والد جو نالو صلاح الدين فاروقي آهي، هُو اجا ٻاڙرو ئي هو تہ سندس سِرتان پدري شفقت جو هٿ لهي ويو ۽ هُن پنهنجي ڏاڏي خواجا ميان صاحبڏنو ۽ پوءِ پنهنجي چاچي خواجہ عبدالحق وٽ پرورش پاتي، سندس جسماني پرورش سان گڏ، رُوحاني پرورش بہ ٿي، پاڻ جڏهن پنهنجي چاچي خواجہ عبدالحق جي هٿ تي بيعت ڪئي، تڏهن کين ظاهري باطني علم عطا ٿيو ۽ پاڻ فرمايائون:

لانفني جو ڳلمو، مُون کي مُرشد پاڻ پَڙهايو،
نَابُودي جي نَشي اَندر، ستگر سير ڪرايو،
هٿيو ڏئي همت وارو، سارو بار کڻايو.
صدق سچل مان ستگر تان جنهن جانب جوش جڳايو!

تڏهن سندس تاثير سان هند، سنڌ واسيل آهي ۽ هندو هُجي يا مسلمان، هر سنڌي ماڻهوءَ جي دل تي سچل سرمست جو نالو سِڪي جي مُهر وانگر اُڪريل آهي، پنهنجي اصلي نالي ’حافظ عبدالوهاب‘ سان ياد ڪرڻ بجاءِ پيار ۽ محبت وچان ڪيس سچل سرمست، سچل سائين، سچو سائين وغيره سان ياد ڪندا آهن. پاڻ ستن ٻولين جو شاعر هو جهڙوڪ، سنڌي، هندي، عربي، سرائيڪي، پنجابي، فارسي ۽ اردو! سندس شاعري حيرت ۽

عظمت جو آئينو آهي، جنهن کي پڙهڻ سان سچي پروڙ پئجي سگهي ٿي، جنهن لاءِ نانڪ يوسف جون هي ٻه سِٽون ڪافي ٿو سمجهان تہ:

مُک مُصحف سَچڻ تيڏي صُورت،

مُورت الله بسم الله حمد الله!

هي هڪ روشن حقيقت آهي تہ سچل سرمست جهڙيون عظيم شخصيتون صدين کان پوءِ پيدا ٿينديون آهن! مولا پاڪ جو هي هڪ وڏو ڪرم آهي، جو سچل سائين سنڌ جي سڀاجهي ڌرتيءَ تي پيدا ٿيو سندس خوبيون ڳڻڻ کان ٻاهر آهن، پر اُنهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ شاعريءَ جي دنيا ۾ سچل سائين پهرين صف جو شاعر آهي ۽ صوفياڻي ڪردار جو روشن ستارو آهي، جنهن ٻين لاءِ فڪر ۽ فيض جي رازن ۽ رمزن کي روشن ڪيو. هُو زندگيءَ جي جدا جدا آزمائشي مرحلن، انساني جذبن ۽ احساسن جو ترجمان آهي. سچل سائين سنڌ جي حاڪم ڪلهوڙن جو زوال ۽ ٽالپرن جو ڪمال، پنهنجين اکين سان روبرو ڏٺو هي اُهو وقت هو، جڏهن مدد خان پٺاڻ سنڌ تي ڪاهي آيو هو ۽ هت ظلم ۽ بربريت جي باهہ اچي ڀڙڪائي هُئي، سا بہ سچل سائين ڏٺي، هڪ طرف ڌارين جي قتل غارت ٻئي طرف پنهنجن جون بيوڙايون، غداريون ۽ مذهبي ڪٽرپڻي جي عذابن سنڌي سماج کي ساڙي رکيو هو. سچل سائينءَ جي نگاهہ ظاهر توڙي باطن تي هُئي، هن اسلام کي رُڳو ڊگهي ڏاڙهي ۽ وڏي پڳڙي ٻڌڻ جي نالي کي نٿي سمجهيو. هن پنهنجي وسيع النظري ۽ روشن خياليءَ سان ڏٺو تہ مُلن، مولوين جي مذهبي ڪٽرپڻي جو وڏي وڃڻ عذاب الاهي آهي، جو هو پنهنجي مذهبي مڪر ۽ فريب سان ماڻهن کي تباهہ ڪري رهيا آهن. هُو عقل ۽ آزاديءَ جا دشمن بنجي انسانيت کي ختم ڪري، حيوانيت کي هٿي ڏئي رهيا آهن. جو پنهنجن اغراضن خاطر سموري دنيا کي گمراهيءَ جي چڪر ۾ ڦاسائي رکيو اٿن ۽ اهڙيون اهڙيون فرسوده رسمون ايجاد ڪري ورتيون اٿن، جن جي ڪري ماڻهن جو مرڻو پرڻو، شادي غمي، جيڪو ڪجهہ بہ آهي، اُنهن مَهان

نڳن کي ڪارائڻ پيارڻ کان سواءِ ٻئو ڪجهه نٿو ٿي سگهي. جڏهن ڪاٻہ انساني ڀلائي يا اصلاح جي ڳالهہ ٿئي ٿي تہ سڀ کان پهرين هن نڳ ٽولي جا ماڻهو پنهنجن عالمانہ فريبڪارين جا هٿيار ڪڍي، هاءِ گهوڙا ڪندي، مُنهن مٿو پٽيندي، هنن جو رستو روڪڻ لاءِ بيهي ٿا رهن ۽ اهڙو سانگ ڪڍي ٿا رچائين جو دنيا حيران پريشان رهجيو ٿي وڃي. مذهب اسلام تہ امن ۽ ڀائيچاري جي ڳاهہ ڪئي آهي، تہ پوءِ هي فرقي پرستي، جهيڙا جهڳڙا، اُوچ نيچ ڇو ۽ ڇا لاءِ؟ اهي جيڪي هڪ طرف ڪُوڙ دوکو بليڪ ميلنگ، ذخيري اندوزي، ملاوٽ، وياج خوري، نڳي لالچ ۽ لوڀ ۾ پنهنجو مٿ ڀاڻ آهن. ٻئي طرف هُو نمازون پڙهن ٿا، روزا رکن ٿا، قرآن پڙهن ٿا، صلواتون پڙهن ٿا، دُرود پڙهن ٿا، حج ۽ عمرا ڪن ٿا، تسبيحون پڙهن ٿا، پوءِ بہ سندن اُهي سيئي ڳالهيون، سندن بُراين وارين ڳالهين کي نٿيون روڪي سگهن، تہ پوءِ سندن روزا نمازون، دُرود، صلواتون، حج، عُمرا ڪهڙي ڪم جا!؟ هنن نڳن اسلام کي هن طرح سمجهيو آهي تہ هر ظالم حاڪم کي اولي الامر چئي سندن حمايت ڪجي، ۽ سندن مخالفن خلاف ڪوڙيون فتوائون جاري ڪري، خدا جي مخلوق کي ذليل ڪري مارائجي ۽ آزار جي غلط تشريح سان پيدا ٿيل فرقن، ماڻهن کي مُنجهائي ڇڏيو آهي، ساڳيءَ طرح پينو ۽ ڏن اوڳاڙُو پيرن بہ ماڻهن کي حق جي راهہ تان هٽائي ڇڏيو آهي، ڪي نِوڙي نمازون ٿا پڙهن تہ ڪِن وري مندر وڃي وسايا آهن، ٻئي ڏريون حق (محبت) جي راهہ ڀُلجي ويا آهن. سچل سائين پنهنجي جادو بيانيءَ سان الفاظن کي معنيٰ جي معراج تي هن طرح پهچايو آهي تہ:

مَذهبن مُلڪ ۾ مَاڻهو مُنجهايا،
شيخن، پيرن، پنڊتن، بيحد ڀُلايا،
ڪي نِمازون نِوڙي پَڙهن، ڪِن وَڃي مَندر وَسايا،
اوڏا ڪِين آيا، عَقل وارا عِشق کي.

افسوس هن ڳالهہ جو آهي تہ عام طور سمجهيو ويندو آهي تہ تصوف زندگيءَ کي ترڪ ڪرڻ جو ٻيو نالو آهي. صوفي کي غلط فهميءَ وچان اهڙو شخص سمجهيو ويندو آهي، جيڪو دنيا کي ترڪ ڪري، لوڪان لِڪي، ڪنهن ڪُنڊ ۾ جُهنڊ هڻي، ذڪر فڪر ۾ پاڻ کي وِساري ويهي رهي، رلي ڳچيءَ ۾ ست رنگي ٽوپي پائي، ڏنڊو هٿ ۾ يا ڪندري ڪلهي تي رکي، نشي ۾ غافل بنجي، ٻار ٻچا وِساري رُلندو پِنندو در در جا ڌِڪا کائيندو وَتي. سچل سائينءَ جي نظر ۾ صوفي اُهو آهي، جيڪو پنهنجي اصلاحي شعور جي لحاظ کان صحيح سماجي نظام کي قائم ڪرڻ لاءِ سُونهين جي حيثيت رکي، صوفي هڪ اهڙو صاحب نظر آهي، جيڪو نہ رُڳو سچائيءَ جي ڄاڻ رکي، پر پنهنجي ڄاڻ جي لافاني لاٽ سان اجتماعي زندگيءَ کي جرڪائي، سُڌاري وغيره. سچل سائين سوچ کي سَنوارڻ ۽ اندر کي اُجارڻ جي بنيادي ضرورت تي زور ڏنو آهي، جيئن فرد جي اصلاح ٿي سگهي ۽ اهڙيءَ طرح سڄو سماج نيڪي ۽ ڀلائيءَ سان ڀلو ٿي پوي. اخلاق، محبت، سچائي، نياز نِوڙت ۽ ڀلائيءَ واري جدوجهد تڏهن ڪامياب ٿيندي. جڏهن پورهيت الله جو دوست آهي، يعني الڪا سب حبيب الله آهي، سماج ۾ تمام ٿورن ماڻهن جي خوشحالي ۽ لکها ماڻهن جي بدحاليءَ کي خوشحال معاشرو نٿو چئي سگهجي. سچل سائين سنڌ جي سڄي معاشري کي خوشحال ڏسڻ ٿي چاهيو. پر افسوس جو سندس اها ڳالهہ مفت خور پيرن، ميرن، جاگيردارن، پوتارن، سردارن ۽ رئيسن وڏيرن، پنڊتن، مجاورن، مُلن مولوين کي پسند ڪانہ هُئي. سچل سائين سيڪيولر ذهن رکندڙ هو تڏهن تہ سڀني گڏجي کيس اسلام جو انڪاري ۽ دَهريو وغيره سڏي ڪُفر جون فتوائون جاري ڪرايون. سچل سائين سندن ڪا پرواهہ ڪانہ ڪئي، چيائين تہ مرد هميشہ سچ چوندا آهن. پوءِ اُهو سچ ڪنهن کي وڻي يا نہ وڻي، ۽ ڪُوڙي دوستي هلي يا نہ هلي! ڪو فرق نٿو پوي، سچل سائين پنهنجن لفظن کي سچ جو ويس پهرائي هن ريت بيان ڪيو آهي تہ:

سَچ ٿَا مَرد چَون، ڳَنھن کي وَٽي نَہ وَٽي،
ڳُوڙهي دوستيءَ جو دَم، ٻَٽي نَہ ٻَٽي.

ڏٺو وڃي تہ صوفي هر دَور ۾ انسان ذات سان محبت ڀائيچاري، پيار، امن سان رهڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي ۽ هر انسان، اُهو هندو هجي يا مسلمان، تنهن کي پاڻ ۾ سمايل ٿو سمجهي ۽ پاڻ وري هُن ۾ سمائجي ٿو وڃي ۽ چوي ٿو تہ، اسان هڪ ٻئي ۾ ائين گُم آهيون، جيئن ڪڪرن ۾ بجلي سمايل هوندي آهي، پاڻ پنهنجن لفظن کي هيڪڙائي جو ويس ڍڪائي چوي ٿو تہ:

مُون ۾ آهين تُون، تو ۾ آهيان مان،
جيئن بجلي بادل سان، شامل آهي سُپرين.

صوفي جي نظر ۾ انساني زندگيءَ جا ٻہ پهلو رهيا آهن، هڪ جو واسطو ماديت سان آهي، ٻئي جو واسطو روحانيت يا اخلاقيات سان آهي. اڪثر مُلا مولوي، مُجاور، پير دُنوي زندگيءَ کان لاتعلقي ظاهر ڪندا آهن، چوندا آهن تہ اسان کي الله رسول صلعم جي ڳالهہ کان سواءِ ٻي ڳالهہ وٽي ئي ڪانہ! مذهب اسلام کي دين فطرت انهيءَ ڪري چيو وڃي ٿو، جو ضرورت زماني تحت پنهنجي پاڻ ۾ تبديلي جي گنجائش موجود آهي، حقيقت ۾ مُلن مولوين جي انڌي تقليد جي ڪري ئي خواري خرابي پيدا ٿي آهي، مذهبي جهيڙا فساد وڏي وڻ ٿيا آهن، ڪڏهن ڪٿي ڪڏهن ڪٿي ناحق خُون پيو وَهي، اهڙن مُلن مولوين کي هُجري ۽ مسجد ۾ مذهب جي نالي ۾ چهرا مِنا ۽ سَٺيا طعام کائڻ، مُئلن کي ختما ڏيڻ پئسا وصول ڪري، اُنهن لاءِ بخشش جون ڊگهيون دُعائون گهرڻ، جنت جون حُورون ۽ غلمان مدرسي ۽ مسجد لاءِ چندي وٺڻ جون ڳالهيون تہ ياد آهن، باقي اسلام ۾ امن امان، خدمت خلق افضل عبادت! جون ڳالهيون الائي ڇو ياد ناهن! سچل سائينءَ سان اهڙن مُلن مولوين جو جهيڙو، انهيءَ ڪري هو جو هُو سندن مذهبي مڪارين کي بي نقاب ڪري رهيو هو ۽ کين سمجهائيندي چيائين تہ، اي ملا! تون پنهنجي جيئري ئي ٻيائي کي دل مان ڪڍي ڇڏ ۽ سويري ئي

مذهبي ڪٽرپڻي ۽ فرقي پرستيءَ ڪان آجو ٿي وڃ. هندو مؤمن جا ويچا وساري, اوهان هندو مؤمن پاڻ ۾ ملي محبت جو مزو مچايو چو تہ ويل وقت وري هٿ نہ ايندو آهي. هندو مؤمن جي محبت ۾ پلائي جو راز سمايل آهي. اي مُلؤ! اوهان هن رمز کي سمجهو تہ ڪُفر ئي اسلام جي آمد جو سبب بڻيو آهي. اوهان اها حقيقت نٿا سمجهو! اها تہ محبوبن جي هڪ مام (راز) آهي. جيڪو نيچ ڪان اُوچ تي ٿو آڻي. محبت جي ميدان ۾ ڪُفر ۽ اسلام جو ڪو وجود ڪونهي. چؤطرف حق ئي حق جو آواز آهي. سچل سائين پنهنجن لفظن کي سچائيءَ سان هن طرح بيان ڪيو آهي تہ:

ڳَڍ مَذاهب مَن ٿَان، سَاجهر سَاڻ سَوِيل،
هِندو مؤمن سَان مِلي، مُحبت جا ڳَر مَيل،

يا

اَول ڪُفر پوءِ مَجڻ پوءِ مَنجهہ اِسلام،
مُلا سمجهين ڪِينَڪِي، ٿُون مَحبوبن جي مَام،
ڳَجهہ هي ڳَالهہ، جيڪي ناقصئون نگيا.

سچل سرمست ڏٺو تہ سنڌ ۾ ماڻهو ڏن اوڳاڙُو پيرن جا معتقد بنجي ويا آهن. ۽ وقت بہ وقت اُنهن کي دعوتون ڪارائين ٿا ۽ نذرانا ٿا ڏين ۽ ڪين هر طرح سان خوش ڏسڻ ٿا چاهين. اِهو سڀ ڪجهہ سنڌي ماڻهن جي سادگيءَ جو سبب آهي. جو هُو نڳ پيرن کي ڪنهن وڏي ڪاني ڪرامت وارو ٿا سمجهن ۽ اُنهن وٽ هرو پرو ڦُرجي رهيا آهن. اهڙن پيرن جي اهڙي مڪاريءَ جي ڪري، سنڌي غريب ابوجهہ ماڻهو روز بروز غربت جي گهاٽي ۾ پيڙجي تباهہ ٿي رهيا آهن ۽ پير روز بروز ترقي ڪري رهيا آهن. ايتري قدر جو پينو پير ڪٿو ڪُلهي ڪري، هٿين خالي سنڌ جي سرحد ٽپي، سنڌ ۾ داخل ٿئي ٿو تہ سنڌ جا سوين ماڻهو سلامي ٿي، سندس مُريد ٿيو پون. ۽ اُهو رولو پير اُنهن غريبن کي ڪنهن نہ ڪنهن بهاني، پٽي ڪائي چند مهينن اندر ماني مڇيءَ وارو بنجي ٿو وڃي. اهڙيءَ طرح رولو مرشد سنڌ ۾ اچڻ ڪان پوءِ وڏا تونگر

بنجي ويا ۽ سندن مريد قرضن مرضن جي ڏُٻڻ ۾ ڊبجي پنڻ جهڙا ٿيندا ٿا وڃن. سنڌ ۾ اهڙن پيرن وڏي تباهي آندي آهي. اهڙا پير جيڪي پنهنجي گذاري لاءِ غريب مريدن جا محتاج آهن. تہ پوءِ سندن ڪاني ڪرامت ڇا جي؟ سنڌي ماڻهو صوفي بزرگن جي تعليم تي عمل ڪن ۽ اهڙن مڪار مرشدن جي مڪاري کي سمجهي، اُنهن وٽ نہ ڦُرجن تہ فريبڪارين جا اُهي هيڏا سارا بُت ڍهي مِليا ميٽ ٿي وڃن. سچل سائين اهڙن ٺڳن مرشدن کي لُٽيرو سڏيو آهي ۽ چيو آهي تہ سنڌ مُلڪ کي اِهي لُٽيرا لُٽي رهيا آهن. هُو اِهو نٿا سمجهن تہ الله تعاليٰ مڪر وارن کان وڏيڪ ڄاڻي ٿو اهي الله پاڪ سان بہ اٽڪلون ٿا ڪن. پاڻ مريد ڪري ماڻهو ڦرڻ واري عمل کي ننديو آهي. ۽ چيو آهي تہ. مريد ڪرڻ جو خيال نہ رکو. عاشق بنجي نِروار ٿيو ٻيائي ٻوڙي ختم ڪريو. مذهبي ڪٽرپڻو ڇڏي ڏيو. **مان ۽ مون** واري فلسفي کان بچو. جو پاڻ ۾ پائڻ سان انسان جي اندر جو ڏيوالو نڪري ويندو آهي. سچل سائين پنهنجي سچ جو سنيهو ڏيندي چوي ٿو تہ:

مَڪر سان مُلڪ کي، ٿا لُٽيرا لُٽين،
وَ الله خيرُ الماڪرين، سچل تان سمجهين،
ڪَريو پيا ڪَرين، اَٽڪلون الله سان!

يا

مُريد ڪَرڻ جو خيال نہ رَکجانءِ عاشق ٿِج نِرالو
دِين مَذهب ٻوڙ ٻِيائي، مَست فَرح مَنوالو
مَان ۽ مُون جي سودي اَندر مَتان ڪَڍين ڏيوالو.

سچل حق آهي، سچل سارو سچ آهي، سچل عاشقن جو اڳواڻ آهي، سچل سنڌ جو منصور آهي، سنڌ اندر صوفي سلسلي ۾ سچل سائين هڪ يگاني رُوپ وارو بزرگ آهي. هن بزرگ تعصب پرستن تي جيڪي وار ڪيا. اهڙا وار سچل کان نہ اڳ ڪنهن صوفي ڪيا نہ سچل کان پوءِ ڪنهن ڪيا! اهڙيءَ طرح سچل سائين بي شمار وصفن جي مالڪن هُجڻ سان گڏ

وڏو وطن پرست وڏو قوم پرست ھو. سندس وطن پرستي ۽ قوم پرستيءَ جا مثال ھن کان وڌيڪ ٻيا ڪھڙا ٿي سگھن ٿا. جو پاڻ عام مسلمانن وانگر مقدس جاين تي وڃي مرڻ جون دعائون ڪونہ گھريون. نہ وري اتان جي پٿرن کي گھوٽي سُرمو ڪري اکين ۾ پائڻ جي ڳالھہ ڪئي اٿس. ھن رسول صلعم جي ھن حديث تہ **’حُب الوطن مِنَ الايمان‘** کي نرت ۽ سرت سان سمجھي، بنا ڪنھن ھٻڪ جي چيو تہ مُنھنجو ديس سھي نموني سان سنڌ جو ڳوٺ **’درازا‘** آھي ۽ مڪي جو رھواسي سڏايائين نہ وري مُلتان جو مُلتاني سڏايائين. بلڪل صاف صاف چيائين تہ:

ديس سَچل دا درس دَرازا، نہ مَڪا، نہ مُلتانا!

سچل سائين سنڌ جي ڪُک مان جنم ورتو ھو ديس واسي کيس ڏاڍا پيارا ھئا. جيئن جسم جي ڪنھن عضوي ۾ درد پيدا ٿيندو آھي تہ سڄو جسم بيقرار ٿي ويندو آھي، اھڙيءَ طرح سچل سائين ھر ديس واسيءَ جي تڪليف کي پنھنجي تڪليف ٿي سمجھيو پوءِ اُھو ھندو ھُجي يا مسلمان، پاڻ ديس واسين کي دعائون ڪري چيائين ٿي تہ سدائين سَرھا ھُجن ۽ سدائين پنھنجي سنڌ ڌرتيءَ تي آباد ھُجن. ٻئي ڪنھن ملڪ جا محتاج نہ وڃي ٿين. ھن ڌرتيءَ تي ئي خوش رھن! پاڻ سنڌين ۾ شعور ۽ سُجاڳي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مست رھيو. کين قوم پرستيءَ جون رمزون سيکاريندي چيائين تہ غيرت وارا انسان ٻنيون ۽ ونيون نہ ڇڏيندا آھن. جوان اُن کي چئبو آھي، جيڪو ننگن ۽ دنگن تان قربان ٿي وڃي، ٻني ۽ ونيءَ ڇڏڻ وارا انسان ديس لڄائيندا آھن. سچل سائين قومي سُجاڳيءَ جا سڏ ھن طرح ڪيا آھن تہ:

سَنگھاري سَاٽيھہ سَل ھُئَن سَدائِين سَرھا،
وَڃن نہ پرڏيھہ خُوش گُذارِين اُتَھِين.

يا

ھِڪ جُوءَ ٻِي جوءِ، ڇَڏين ڪِين جُوان،
اُھي ئي انسان، جي نَنگن تَان نِثار ٿِيا.

يا

هڪ جُوءَ ٻي جوءِ، مَرد نہ ڇَڏين ميندڙا،
تو پڻ پِرين پوءِ، ڳوه لَڄايو ڳاڳَ ڪي.

سچل سرمست جو پيغام هر دَور ۾ هر زماني لاءِ سچ جو سنيهو سمجهيو ويجي ۽ اُهو بہ سمجهيو ويجي تہ اُهو ڪٽر مذهبي مُلو جنهن سچل سائينءَ جي مخالفت ڪري، مٿس ڪُفر جي فتويٰ جاري ڪئي هُئي، سو اجا جيئرو آهي ۽ سچل سائينءَ جي مُريدن ۽ عقيدتمندن تي ڏمر آهي، اُهو جاگيردار، ڀوتار، رئيس، وڏيرو ۽ پير بہ زنده آهي، شل خدا خير ڪري!

[روزاني عبرت حيدرآباد، خميس 27 سيپٽمبر 2007ع ۾ ڇپيو]



# سچل سائين پنهنجي رهڻي ڪهڻي جي آئيني ۾

مهراڻ جي ماٽري قديم الايام کان وٺي علم ۽ ادب جو سرسبز مرڪز پئي رهي آهي، هِن مُشڪان موچاري ۽ پلاري پُونءِ جي ڪُک مان ڪيترن ئي عظيم انسانن جنم ورتو آهي، اُنهن مان سچل سرمست بہ هڪ آهي، سندس مسلڪ ۾ ڪٿي بہ ڏُڙي بندي، فرقي پرستي، تعصب پرستي، مذهبي ڪٽرپڻي ۽ اُوچ نيچ جي متڀيد جو ذڪر نٿو مِلي، اِهي سڀ ڳالهيون وٽس بلڪل فضول ۽ بي معنيٰ هُيون. سچل سائينءَ جو اصلي نالو عبدالوهاب هو جيڪو سندس پڙ ڏاڏي جو نالو هو پر ٻالڪپڻ ۾ ئي ’سچو‘ ۽ ’سلڇڻو‘ هجڻ ڪري، سندس چاچو ميان عبدالحق پيار وچان ’سچل‘ يا ’سچو‘ سڏيندو هو. سچل پنهنجي چاچي وارن لفظن کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ حق ۽ سچ جو سودو ڪري، هن توحيد ۽ معرفت، عشق ۽ عرفان الاهيءَ جا واهڙ وَهائي ڇڏيا. سچل جي جڏهن شاهہ عبداللطيف سان ننڍڙي عمر ۾ ملاقات ٿي هُئي تہ شاهہ سائين سندس لاءِ فرمايو هو ’اسان جيڪو ڪُنو چاڙهيو آهي، اُنهيءَ جو ڍَڪڻ هي نينگر لاهيندو!‘ پٽائي گهوٽ جي ڪُني جي ڍڪڻ لاهڻ وارو نينگر، جنهن کي اسان سچل سرمست ٿا چئون، سو 1739ع ۾ ضلعي خيرپور جي ڳوٺ درازا ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو صلاح الدين فاروقي آهي، هُو اجا ٻاڙرو ئي هو تہ سندس سِرتان پدري شفقت جو هٿ لهي ويو ۽ هُن پنهنجي ڏاڏي خواجا ميان صاحبڏنو ۽ پوءِ پنهنجي چاچي خواجہ عبدالحق وٽ پرورش پاتي، سندس جسماني پرورش سان گڏ رُوحاني پرورش بہ ٿي، پاڻ جڏهن پنهنجي چاچي خواجہ عبدالحق جي هٿ تي بيعت ڪئي، تڏهن کين ظاهري باطني علم عطا ٿيو ۽ پاڻ فرمايائون:

لانفي جو ڪَلمو، مُون کي مُرشد پاڻ پَڙهايو،
نَابُودي جي نَشي اَندر، ستگر سير ڪرايو،
هٿيو ڏئي همت وارو، سارو بار ڪٽايو،

خواجا عبدالحق جي وفات کان پوءِ جڏهن سندس پُٽ سخي قبول محمد پيءُ جي گادي سنڀالي تہ سچل سائين هن جي شفقت هيٺ رهيو. اهڙيءَ طرح پنهنجن بزرگن جي پرورش هيٺ رهڻ ڪري، هُو پنهنجي دَور جو وڏو عالم، صوفي، تصوف جو شهنشاهہ، حقيقت ۽ معرفت جي رمزن جو راڻو ۽ مذهبي ڪٽرپڻي کان بُلند و بالا هو. هُو هڪ اهڙو صوفي بڻجي ويو. جيڪو ’لَڪُم دِينڪُم وَلِيَ الدِين‘ جو عملي پيروڪار هُئڻ سان گڏ واصل با الله ۽ فنافي الله پڻ هو جنهن خود خدائي نُور جي تجلين جو مشاهدو ماڻيو هو هن کي مالڪ حقيقيءَ جي سينيِ اِسرارن ۽ رَمزن جي ڄاڻ هُئي، هن کي دين ڌرم جي نالي ۾ بيگناهہ قتل غارت، اجائي ڦُرلٽ، مارڌاڙ ۽ جهيڙن جهڳڙن واري ڳالهہ پسند بلڪل ڪانہ هُئي، اِهو ئي سبب هو جو پيٽ پُوڄاري مُلن مولوين ۽ هرويرو مرد ـ مؤمن ۽ مرد۔ مجاهد سڏائيندڙن سان ڪانہ لڳندي هُئس، سندس سرائڪي ڪلام جي هڪ سِٽ آهي تہ:

ڪوئي هووي جو ملي نون ماري سچل سچ الاياهي!

سچل سائينءَ جي ڪلام جي هن سِٽ جو اهو مطلب نہ آهي تہ اوهان لَنيون ڪُهاڙيون کڻي مُلا ماري ڍير ڪريو. سندس مطلب آهي تہ اوهان مُلن جي تشريح ڪيل مذهبي ڪٽرپڻي واري دين کان پڇي پاسو ڪريو ڇو تہ هُو مذهب جي نالي ۾ انسانن کي ڪُڪڙن، ڪُتن ۽ ٻِلن وانگر ويڙهائي، رتو ڇاڻ ڪري، تباهہ ٿا ڪن، ۽ ايتريون نفرتون وڌي وڃن ٿيون، جن جو ڪو حساب ئي ڪونهي! هن جو خيال هو تہ دنيا ۾ انسان هڪ آهي تہ پوءِ سندس مذهب بہ هڪڙو ئي هُجڻ گهرجي، جنهن ۾ محبت ئي محبت هُجي، هي نفرت ۽ ويڙهہ بلڪل اَجائي آهي، مذهب انسانن کي پاڻ ۾ پيار ۽ محبت سان رهڻ جو درس ٿو ڏئي، تہ پوءِ هي جهيڙا جهڳڙا ڇو؟ هنن جهيڙن جهڳڙن ۽ نفرتن کي ڏسي بنا ڪنهن هبڪ جي چٽي سگهجي ٿو تہ دنيا ۾ خون خرابن ۽ نفرتن جو ذميوار مُلن مولوين جو تشريح ڪيل ڪٽرپڻي وارو مذهب آهي، جيستائين اُهو ڪٽرپڻي وارو مُلن وارو مذهب موجود آهي، تيستائين اِهي جهيڙا جهڳڙا ۽ نفرتون ختم نہ ٿينديون، سندس چوڻ هو تہ

مُلن مولوين جي مُلائيت ۽ فرقيواريت وڏي وجھ عذاب اِلاهي آهي، اُنهن پنهنجي مڪر ۽ فريبڪارين سان انسانن کي تباهہ ۽ برباد ڪيو آهي، اهو سڀ ڪجهہ هي پنهنجي هِڪ هَٽي کي قائم ڪرڻ خاطر ڪري رهيا آهن، اُهي عقل جا انڌا وحشانيت پيدا ڪري رهيا آهن، اوهان جڏهن مُلن جي مُلائيت کي سمجهي پاڻ بچائيندؤ ۽ ٻين کي بہ بچائيندؤ تہ اڳتي هلي مُلا مولوي پنهنجي موت مري ويندا ۽ سندن مذهبي مڪاريون ازخود ختم ٿي وينديون ۽ انسانيت سُک جو ساهہ کڻندي، اِهو ئي آهي مُلن کي مارڻ جو مفهوم، جنهن سان منهنجو هي خواب پورو ٿيندو تہ:

مُون ۾ آهين تُون، تو ۾ آهيان مَان،
جيئن بجلي بادل سان، شامل آهي سُپرين.

ٻئي گهوٽ جو هڪ بيت آهي تہ:

رَوزا نِمازُون، اِيءُ پڻ چَڱُو ڪم،
اُهو ڪو ٻِيو فَهم، جنهن سان پَسين پِرين کي.

سچل سائين، شاهہ سائينءَ جي ڪُني جو ڍڪڻ لاهي، سندس مٿئين بيت جي فهم واري فلسفي جي سمجهاڻيءَ لاءِ هن بيت کي پيش ڪيو آهي تہ:

مَذهبن مُلڪ ۾ ماڻهو مُنجهايا،
شيخن، پيرن، پنڊتن، بيحد ڀُلايا،
ڪي نوڙي نِمازون پڙهن، ڪِن مَندر وَسايا،
اوڏا ڪِين آيا، عَقل وارا عِشق کي.

اهو سچل سائين جو وڏو سچ هو جنهن سان سندس وقت ۾ مُلن کي مِرچ لڳا هُئا ۽ مٿن ڪُفر جون فتوائون جاري ڪيون ويون هُيون، ڏٺو وڃي تہ اڄ بہ اهڙا مُلا مولوي موجود آهن، جيڪي سچل سائينءَ جي فڪر جا انڪاري آهن، ۽ سچل سائينءَ جي پيروڪارن کي نفرت جي نگاهہ سان

ڏسندا آهن، ائين محسوس ٿيندو آهي، ڄڻ سچل جا اُهي پيروڪار هنن لاءِ ڪي وڏا ڏاڍيل آهن. حافظ شيرازيءَ جو قول آهي تہ:

گبنده عشقم راز هر دوجهان آزاد مرا

يعني آءٌ عشق جو غلام آهيان ۽ ٻنهي جهانن کان آزاد آهيان.

سچل سائين ساڳي ڳالهہ هن طرح ڪئي آهي تہ:

جيئڻ آهي جڳ ۾، بنا عشق عذاب!

يعني عشق کان سواءِ زندگي جنجال ڀڄي ٿي وڃي، اُن عذاب مان نڪرڻ لاءِ عشق جي رهبريءَ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ئي ڪونهي. حافظ شيرازي هڪ غزل ۾ حُسن جي باري ۾ چيو آهي، جنهن جو مطلب آهي تہ: ”بادشاهي تاج پهري تخت تي ويهي، حڪومت هلائڻ ۽ دنيا جي فڪر ۾ گذارڻ کان بهتر آهي تہ ڪنهن حسين چهري جو دل کولي ديدار ڪجي!“

سچل سائين بہ ساڳي پنڌ جو پانڌيئڙو هو. تنهن ڪري سندس ڪلام ۾ هر هنڌ حُسن پرستي نظر پئي اچي، ايتريقدر جو حسينن کي زيب زينت وارن لباسن پائڻ، اُن سان گڏ سُنا زيور پائڻ ۽ هار سينگار ڪري وڏيڪ سهڻي ٿيڻ جون صلاحون ٿي ڏنائين. ۽ اِلتجا ڪندي محبوب کي چوي ٿو تہ: پنهنجي چهري تان پردو هٽاءِ، جو آءٌ تُنهنجو سُهڻو چهرو ڏسڻ آيو آهيان!

سچل سائين پنهنجي جادو بيانيءَ جو اظهار هن طرح ڪيو آهي تہ:

گُهنڊ کول ديدار وِکائو مين آيا مُک وَيکڻ.

پايا زيب پيران، وچ ڪڙيان پايل گُون چمڪائو

مين آيا مُک وَيکڻ

نال اسانڏي دلبر سائين، الله لَڳ تہ لائو!

مين آيا مُک وَيکڻ

روا نوري، سبز چولا، هيري نال جڙائو.

مين آيا مُک وَيکڻ
حَال سَچل دَا مَعلوم تيکُون، سَائل کُون نہ سَتائو،
مين آيا مک ويکڻ

سچل سائينءَ جي اندر ۾ عشق اِلاھي جو درياھہ اُڇلون ڏئي وَھي رھيو ھو جنھن ۾ ھُو ھميشہ تڙڳندو ٿي رھيو. ڦُوھہ جوانيءَ ۾ پنھنجي نفس کي قابو کيو ھُئائين، پر حُسن پرستي تمام گھڻي ھُئس، جيڪا پيريءَ تائين ھليس، پر زندگي ۾ کو اجايو پير کونہ کنيائين ۽ پاڪن پاڪ رھيو. ھن لاءِ حُسن پرستي واري رُوحاني لذت ڪافي ھُئي، شادي جو بہ گھڻو خيال کونہ ھُئس، پر پنھنجي ھادي ميان عبدالحق جي اصرار تي سندس نياٽيءَ سان شادي ڪيائين، نہ تہ شادي جو اونو کونہ ھُئس، اُن شاديءَ مان کيس ھڪ پُٽ بہ ڄائو ھو. ڪُجھہ وقت کان پوءِ خيرپور جي مير رستم خان جو پٽ مير محمد حسن سخت بيمار ٿي پيو. حڪيمن ۽ طبيبن کان گھڻو ئي علاج ڪرايو ويو پر ڦَڪين فرق نہ ڪيو. آخر مير رُستم خان، سچل سائينءَ کي روئي چيو قبلا سائين! واھر ڪري ڪا دعا ڪريو پُٽ ھٿن مان ٿو وڃي! پاڻ دُعا گُھريائون ۽ پوءِ مير رُستم کي مخاطب ٿيندي چيائين تہ، ’آءٌ تنھنجي پُٽ جي عيوض ۾ پنھنجو پُٽ خدا کي ٿو ڏيان!‘ پوءِ پاڻ خيرپور ۾ ئي ھُئا تہ سندس پُٽ زماني مان موڪلائي ويو ۽ مير رُستم جو پُٽ چڱو ڀلو ٿي اُٿيو. چون ٿا تہ ھڪ ڀيري سچل سائين، ڪنھن غريب جي ڪم لاءِ مير سھراب خان ۽ سندس پُٽ مير رُستم خان وٽ خيرپور ويو. ميرن جي ڪمرن ۾ بندوقون ٽنگيل ڏٺائين ۽ ھٿ جو اِشارو ڪري، ميرن کان پُڇيائين تہ ھي ڇا آھن؟ ميرن چيو تہ قبلا سائين! ھي بندوقون آھن. ھنن سان اسان شينھن جو شڪار ڪندا آھيون! سچل سائين کين چيو تہ، شينھن ڪنھن جي مارڻ جو آھي ڇا؟ خوشامندڙين چيو ھا. ھن بندوق ھيترن قدمن تي شينھن ماريو! ۽ ھن بندوق ھيترن وِکن تي شينھن ماريو! ائين وني گوڙ ڪيائون ۽ ميرن بہ نوڪرن جي پُٺڀرائي ڪئي. جنھن تي سچل سائين جي طبع ۾ تمام

جوش اچي ويو. چون ٿا تہ، سندس صورت ۾ اهڙو تغير پيدا ٿيو جو هُو شينهن بنجي ويو ۽ شينهن واري گجگوڙ ڪري اُٿيو! سندس اِها ڪيفيت ڏسي خوف مان ميرن ڪان جُتيون پائڻ بہ وِسري ويون ۽ پيرين اُگهاڙا خوف مان نوڪرن سميت اُن جڳهہ مان نڪري ٻاهر پڳا ۽ پوءِ سچل سائينءَ ڪان اُن گُستاخيءَ جي معافي ورتائون. اُن ڪان پوءِ سچل سائين ۾ سندن اعتقاد وڌيو ۽ وٽس وقت بہ وقت زيارت لاءِ ايندا ويندا هُئا. هڪ ڀيرو مير نئڊا وڏا شڪار تان موٽيا هُئا، چيائون تہ سچل سائينءَ کي پيرين پوندا هلون، سو لڙي آيا، اُن وقت سخت گرمي هُئي ۽ سچل سائين بدن کي ميٽ هنيو ڪُوهہ تي وهنجڻ جي تياري ۾ هو. وڏا مير گهوڙن تان لهي بيهي رهيا، جو سچل سائينءَ کي ميٽ لڳل هو دل ۾ خيال ڪيائون تہ متان ڪپڙا خراب ٿين! ۽ بيٺي خوش خيرعافيت ڪيائون، مير علي مراد خان، جيڪو سڀني کان ننڍو ۽ تمام سُهڻو سيبتو هو سو پُٺتي هو. جڏهن پهتو تہ گهوڙي تان لهي پيو ۽ وڏن ميرن کي بيٺل ڏسي سمجهيائين تہ هُو پيرين پئي بيٺا آهن، تنهن ڪري پاڻ هڪدم وجي سچل سائينءَ جي قدم بوسي ڪيائين ۽ ڪپڙن خراب ٿيڻ جو ڪو خيال نہ ڪيائين، جنهن تي سچل سائين تمام گهڻو خوش ٿي ڪيس ٻنهي اکين تي چُميون ڏئي دُعا ڪيائين ۽ وڏن کي چيائين تہ توهان مُنهنجي جسم تي ميٽ ڏسي، پري بيهي رهيا، پر هي ميٽ نہ پر ميندي هُئي، جنهن جو رنگ هن ننڍڙي مير کي لڳو آهي، پوءِ اهو سچ ثابت ٿيو جو اُهو مير وڏي نالي وارو شاعر ۽ روشن خيال عاشق مزاج ٿيو. سچل سائينءَ جي بيماريءَ جو علاج راڳ رنگ ۽ ساز آواز سان ٿيندو هو هڪ ڀيري ڪيس خوني پيچش ٿي پيا، جنهن لاءِ ستيون ڦڪيون بہ کاڌائين، پر پوءِ بہ فائدو ڪونہ ٿيو ۽ ڏاڍو ضعيف ٿي لُڙهي پيو. سخي قبول محمد کي سندس حُسن پرستي ۽ راڳ ويراڳ جي شوق جي خبر هُئي، تنهن مير رُستم خان ڏي چَورائي موڪليو تہ، سچل اَگهو ٿي پيو آهي، اوهان ڳائڻيون موڪليو! بس حُڪم جي دير هُئي، مير بہ ٿي ڳائڻيون ۽ ناچڻيون هار سينگار ڪرائي موڪلي ڏنيون، جيڪي

ڳائينديون وڄائينديون، سچل سائين وٽ پهتيون، هُو اُنهن کي ڏسي اهڙو تہ خوش ٿيو جو تپ ڏئي اُٿيو ۽ ساڻن گڏجي نچڻ ڳائڻ لڳو ۽ بلڪل چاق چڱو ڀلو ٿي ويو. چون ٿا تہ سال اڌ کان پوءِ سچل سائين وري اَگهو ٿي پيو. اِها خبر جڏهن لاڙڪاڻي جي جيوائي نالي ڳائڻي کي پئي، جيڪا حُسن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هُئي ۽ ڳائڻي بہ ڀلوڙ هُئي، سا ڪيس پُڇڻ لاءِ شهر درازا ۾ پهتي، هار سينگار ڪري، پيشواز ۽ چيرون پائي، ڳائيندي، نچندي، سچل سائينءَ جي ڪمري ۾ آئي، جتي هُو سُتل هو. سچل سائين ڪيس ڏسي چيو تہ، بسم الله اسان جا طبيب، اسان جا حڪيم آيا آهن! ائين چئي تپ ڏئي اُٿيو ڄڻ بيمار ئي ڪونہ هو ۽ ساڻس گڏجي نچڻ ڳائڻ ۾ شروع ٿي ويو ۽ نئو بنو تازو توانو ٿي پيو.

**سچل سائين جي کاڌ خوراڪ، عادتون ۽ لياقتون:**

سچل سائين جا وڏا تمام سادگي پسند هُئا، وٽن مخدوم غوث بهاؤالدين ذڪريا ملتاني مهمان ٿي آيو تہ سندن ذُٽ تي گذران ڏسي، کين ڏوٽڙ جو لقب ڏنائون، يعني ذُٽ تي گذران ڪرڻ وارا! اُن جو اثر سچل سائين تي نمايان هو سندس کاڌ خوراڪ بلڪل سادي سودي هوندي هُئي! ڏينهن جو ڏُڌ ۾ لوڻ مرچ وِجهي، اُن ۾ ٽُڪر ٻوڙي کائيندو هو يا ماني پوري، ڪُتي کائيندو هو نہ تہ اڪثر روزي ۾ رهندو هو ڪڏهن گوشت جو شوربو کائيندو هو اڳتي هلي اُهو بہ بند ڪيائين، هُو ڏاري جي رَبِ ۽ دال پسند ڪندو هو رات جو اڪثر کاڌو نہ جي برابر کائيندو هو يا کائيندو ئي ڪونہ هو هن پنهنجي هٿ سان ڪنهن حلال جانور يا پکي کي ڪونہ ڪُنو ۽ نہ وري ڪو شڪار وغيره ڪيائين، رات جو گهٽ سُمهندو هو اڪثر ڪاٺ جي صندلي تي مُراقبي ۾ ڪنڌ هيٺ ڪريو ويٺو هوندو هو جوانيءَ ۾ پنج وقت نماز بہ پڙهيو پر موج مستيءَ ۾ اچڻ کانپوءِ نماز بہ ڇڏي ڏنائين ۽ استغراق ۾ پيو هوندو هو ڪڏهن وري مستي ۽ وجد جي حالت ۾ پيو نچندو ڪُڏندو هو سني ۽ شيعي وارو فرق نہ رکندو هو اهلبيت لاءِ وڏ مان وڏ محبت هُئس، عاشورن ۾ مرثيہ خوانيءَ سان گڏ ماتم بہ ڪندو هو شِدت پسنديءَ

واري مذهبي ڪٽرپڻي ڪان تمام گهڻو پري هوندو هو. پئسي جي لالچ اصل ڪانہ هُوندي هُئس، جي ڪٿان چار پئسا مِلندا هُئس تہ ٻين کي ڏئي ڇڏيندو هو. مير ڪڏهن راڳ رنگ جي محفل رچائيندا هئا ۽ شراب پيئندا هئا ۽ سچل سائين اُن محفل ۾ هوندو هو تہ شراب پيئڻ جي منع نہ ڪندو هو پر پاڻ عشق جي نشي کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نشو نہ ڪندو هو. سچل سائين پاڻ ڳائيندو وڄائيندو هو. هُو راڳ جي وڏي ڄاڻ رکندو هو. چون ٿا تہ جڏهن سارنگي ۽ طبلي تي هٿ لڳندو هو تہ هو هڪدم بي خودي جي عالم ۾ هليو ويندو هو ۽ سندس مٿي جا وڏا وار بلڪل اُڀا ٿي ويندا هُئا ۽ اکين مان آب جاري ٿي ويندو هُئس. شعر، مستي ۽ مدهوشيءَ جي حالت ۾ چوندو ويندو هو. منشي ۽ فقير لکندا ويندا هئا. جڏهن هوش ۾ ايندو هو تڏهن ٻُڌائيندا هئس تہ قبلا سائين! اوهان هي هي چيو آهي! پاڻ چوندو هو تہ بابا! اِهو سڀ ڪجهہ چورڻ واري چيو آهي، مون کي تہ خبر بہ ڪانهي! پوءِ فقير سندس چيل ڪلام گڏ ڪري ڪتابي صورت ۾ ڪري رکندا ويندا هُئا. چون ٿا تہ اُنهن ڪتابن مان ڪُجهہ لِکٽيون پاڻ ئي ساڙائي ٻوڙائي ڇڏيون، ڇي! متان اِهي ڳالهيون عام ماڻهن جي سمجهہ ۾ نہ اچن ۽ ڦُلجي نہ وڃن! باقي مختلف ٻولين ۾ رهيل ڪلامن ۽ بيتن جو اندازو نو لک ڇٽيهہ هزار ڇهہ سئو ڇهہ آهي، اُنهيءَ کان سواءِ فارسي تصنيف 'ديوان آشڪار' آهي، جنهن ۾ غزل مثنويون ۽ رُباعيون وغيره ۽ ٻيو گهڻو ڪجهہ آهي!

### سچل سائينءَ جا مُريد خادم ۽ ٻالڪا:

سچل سائينءَ جي سچائي، صفائي ۽ پيار محبت ڏسي، ڪافي ماڻهو سندس مُريد خادم ۽ ٻالڪا بڻجي ويا. اُنهن ۾ هڪڙو لاڙڪاڻي جو صالح فقير مشهور آهي، جنهن کي پنهنجو طالب بڻائي دُعا ڪيائين. جنهن کي اهڙو رنگ لڳو جو سيلاني بنجي ويو. جيڪو خراسان ۽ قنڌار ۾ ويجي، وڏي ناليوارو درويش ظاهر ٿيو ۽ اُتان جي ڪيترن ئي پٺاڻن کي پنهنجو مريد بڻايائين ۽ اُتي ئي رهيو. ٻيا فقير جيڪي درازا ۾ سچل سائينءَ جي خدمت ۾ رهندا هُئا. جن ۾ سيد دين شاهہ. پير شاهہ. حيدر شاهہ. خير شاهہ. يوسف

فقير کوکر، جيڪو پوءِ يوسف نانڪ سڏجڻ لڳو يعقوب فقير، گهرام فقير جتوئي، شير خان فقير نيرو، محمد صالح، فقير دونهين وارو، محمد صديق، فقير لاڙڪاڻي وارو، عثمان فقير، چاڪي لاڙڪاڻوي قابل ذڪر آهن، اُنهن فقيرن مان يوسف فقير، جيڪو پوءِ يوسف نانڪ ٿيو ۽ يعقوب فقير تي سچل سائينءَ جو ڏاڍو راز هو، اُهي ٻئي فقير وڏا درويش ٿيا ۽ شاعري بہ ڪيائون، جنهن ۾ يوسف نانڪ جو هي ڪلام مشهور آهي، جيڪو هن پنهنجي مرشد سچل سائين جي بيماريءَ دوران دُعا طور چيو هو تہ:

عُمر درازا تيڏي، الله نگهبان هووي،

علي دي اَمان هووي، پنجتن دي چانو هووي!

سنڌ ۾ هن ڪلام جي تمام وڏي مقبوليت آهي، جيڪا هڪ دُعا سمجهي ويندي آهي.

## سچل سائينءَ جي شڪل شبيهہ ۽ پوشاڪ:

سچل سائين، وِچولي قد جو، رَنگ موافق ۽ صاف هوندو هوس، نڪ ۽ پيشاني پورا بيٺل، اکيون وڏيون، ڇاپهين ڀنيي ڏاڙهي مبارڪ، مٿي جا وار وڏا، مٿي ۾ فقيراڻو سائي رنگ جو تاج پائيندو هو ڪُلهن تي سفيد چادر يا ڪاري ڪٿي ڍڪيندو هو پيرن ۾ سنڌي جُتي پائيندو هو ڪڏهن پير اُگهاڙا ڪري گُهمندو هو هٿ ۾ لٺ ڪٽي هلندو هو پَٽ تي تڏو وِڇائي سُمهندو هو پير ۾ تنبورو رکندو هو!

وَهٽ تي گهٽ چڙهندو هو اڪثر پنڌ هلندو هو لکندو گهٽ هو ڳنڀير خيال ۾ رهندو هو سچ ڳالهائيندو هو رات جو آرام گهٽ ڪندو هو سڄي رات ڪاٺ جي صندلي تي مُراقبي ۾ ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺو هوندو هو وڏيڪ سندس صورت بابت نانڪ يوسف جون هي بہ سِٽون ڪافي ٿو سمجهان تہ:

مُک مصحف، سچڻ تيڏي صورت،

مُورت الله بسم الله، حمد لله

سچل سائينءَ جي ولادت سنڌ لاءِ سعادت ثابت ٿي، جو هُن جي فڪر ۽ فيض سان سنڌي ماڻهو مُلن ۽ مولوين جي مذهبي ڪٽرپڻي واري مصيبت کان بچي ويا، هن چيو تہ:

پنهنجي ذات لِڪائي، ڪيئن ٻي ذات سَڏايان،
اَعليٰ اَعظم شَان جي، نوبت نِينهن وَڄايان،
مَنصوري جي موج ۾، ٿو اَنا الحق الايان!

پاڻ زندگي ڀر چوندو هو تہ، مون کي مالڪ حقيقيءَ وٽان عمر 105 سال مليل آهي، پر آءٌ 15 سال اڳ ۾ سرڪار جي سلام تي ويندس، يعني پيالو ڪندس ۽ اِئين ئي ٿيو جو هُو 1829ع جي مطابق هجري سن 1242 جي رمضان مهيني جي 14 تاريخ فجر مهل سنڌ جي ماڻهن کي الوداع چئي، مالڪ حقيقي جي حُضور ۾ وڃي حق موجود چيائين.

[روزاني عبرت حيدرآباد، سومر 15 سيپٽمبر 2008ع ۾ ڇپيل.]



# شاهہ لطيف پنهنجي رهڻي ڪهڻي جي آئيني ۾

شاهہ لطيف، جنهن کي اسان عقيدت ۽ محبت سان پيار مان گهوٽ يا لاکيڻو لطيف بہ چوندا آهيون، سندس والد ماجد جو نالو سيد حبيب شاهہ آهي، جنهن کي پهريائين اولاد ڪونہ هو، پوءِ ڪنهن پهتل بزرگ کان اولاد ٿيڻ لاءِ دُعا گُهرايائين، پوءِ اُن بزرگ دُعا ڪري چيس تہ تو کي پُٽ ڄمندو، جنهن جو نالو **عبداللطيف** رکجانءِ، جيڪو زماني جو غوث ٿيندو، پوءِ سِگهو ئي سيد حبيب شاهہ کي پُٽ ڄائو جنهن جو نالو عبداللطيف رکيائين، جيڪو سِگهو ئي راهہ رباني وٺي ويو، وري ٻيو پُٽ ٿيس، اُن جو نالو بہ عبداللطيف رکيائين، اُهو ننڍي عُمر ۾ ئي وفات ڪري ويو، وري ٽيون پُٽ ٿيس، اُن جو نالو بہ ساڳيو عبداللطيف رکيائين، جيڪو زنده رهيو، جهڙو هُيو سندس نالو، تهڙو ئي پاڻ لطيف هو، هُو عبداللطيف هو ۽ ساڳي وقت عبد توڙي لطيف هو، عبديت ۽ لُطافت سندس شاعريءَ ۾ فڪري فيض ۽ پيغام جا چوڏهينءَ جي چنڊ جهڙا بہ روشن رُخ آهن، جن جي سوجهري ۾ ئي شاهہ سائينءَ جي ڪلام کي صحيح سمجهي سگهجي ٿو، جهڙي طرح مولانا جلال الدين رُومي جي مثنوي متعلق مشهور آهي تہ:

مثنوي و مدنوي و مولوي
هست قرآن در زبان پهلوي!

تهڙي طرح سنڌ جي سُهڻي ڌرتيءَ جي سدا حيات شاعر شاهہ عبداللطيف پنهنجي شاعريءَ کي، پنهنجي فڪر ۽ پيغام جو ذريعو بنائيندي چيو آهي تہ:

جي تو بيت ڀَانئين، سي آيَتُون آهِين،
نِيو مَن لائِين، پِريان سَندي پَار ڏي!

شاهہ سائينءَ جي هن بيت جي، سنڌ جي هڪ وڏي عالم ۽ بزرگ هستي حضرت عبدالرحيم گرهوڙي حمايت ڪندي چيو تہ:

آهي عبداللطيف جو اسان تي احسان،
جنهن جوڙي قرآن، سنڌيءَ ۾ سَهي ڪَيو!

**سندس نندپڻ جا ڏينهن:**

سندس شروعاتي پالنا، سندس امڙ ۽ پيءُ سيد حبيب شاهہ جي دست شفقت هيٺ ٿي، هُو جڏهن ڇهن سٽن سالن جو ٿيو تہ کيس آخوند نور محمد ڀَٽيءَ وٽ پڙهڻ لاءِ ڇڏيو ويو اُستاد کيس پٽيءَ تي شروعاتي سبق ڏيندي چيو تہ: چئو 'الف' ڀٽائي گهوٽ چيو تہ 'الف' وري استاد چيس تہ: چئو 'ب' ڀٽائي گهوٽ چيو تہ: 'ب' وچي ٻين کي ڏي، مون لاءِ 'الف' ڪافي آهي! استاد کيس 'ب' چوڻ لاءِ گهڻو ئي چيو پر هن ڪابہ نہ ٻُڌي، آخر کيس پيءُ سيد حبيب شاهہ وٽ وٺي آيا ۽ سڄو احوال ڪري ٻڌايائونس، سيد حبيب شاهہ وڏو داناءُ هو جنهن پنهنجي پُٽ جي رمز سمجهي ورتي ۽ ٽپ ڏئي اُٿيو ۽ معصوم پُٽ کي ڀاڪُر پائي، مٿي کٽي سندس اکين تي چُميون ڏئي چيو تہ، پُٽ تون حق تي آهين، ليڪن ظاهري سبق جو اهو هڪ نمونو آهي! گهڻن ماڻهن جي اِها راءِ آهي تہ، شاهہ سائين ڪنهن مُلا مولوي وٽ ظاهري تعليم ڪانہ ورتي هُئي، هو ڄمندي ڄام هو جو سڀني علمن ۽ فن جو وڏو ماهر هو، کيس دُنوي علمن تي قدرت حاصل هُئي، جنهن کي خدائي ڏات چيو وڃي ٿو اُنهيءَ لاءِ سندس واضح لفظن ۾ هي گواهي آهي تہ:

سي اَڻ پڙهيا ئِي پَڙهيَا ٿِيا، جِن پَڙهايو پَاڻ،
ٻِيا ڪُوڙين ڪِتابن سَاڻ هُونئين وَتن هَلندا.

يا

اَکر پَڙهہ اَلف جو، ٻِيا وَرق وَرَائين ڪَوهہ،
آهي اُهو ئِي ڏَوهہ، جيئن سَمجهين ڪِينَڪي.

يا

هَندِّائِج هِينئين ۾، اَلف سَندي اَوڙ،
تَہ ڪِتابَن جِي ڪوڙ، مَنجَهائين مَعلوم ٿِئي.

هنن بيتن مان معلوم ٿو ٿئي تہ کيس عِلم جي عطايت خود خدا کان ٿي هُئي.

**سندس ننڍي هُوندي جون عادتون:**

شاهہ سائين اڪيلائي کي گهڻو پسند ڪندو هو. ويهندو هو تہ جهنگ طرف منهن ڪري ويهندو هو ڏينهن جا ڏينهن. راتين جون راتيون گُهمندو وتندو هو جي ويهندو هو تہ خيالن ۾ گُم نظر ايندو هو. هو رُوحاني اک رکندڙ هو. هُن کي ڪائنات جي ڪُل شين ۾ خُدائي نُور نظر ايندو هو. اهڙي وقت ۾ هن عاشق بي ساختہ چئي ڏنو تہ:

اَيڪ قَصَر دَر لَک ڪوڙين ڪَڙِس ڳِڙڪيُون،
جَيڏانهن ڪَريَان پَرَک، تَيڏانهن سَجڻ سَامهون.

يا

ڪَيو مُطالعو مُون، هُو جَو وَرق وِصَال جو،
تَنهن ۾ تُون ئِي تُون، ٻِي لات لَحظي جيتري.

چون ٿا تہ هڪ پيري ٻين ٻارڙن سان گڏ لِڪ ڇپ راند ڪندي واريءَ جي دڙي جي پير ۾ هڪ ڪِريل وڻ جي پُور ۾ گهڙي لِڪي ويهي رهيو. اُتي ڪو اهڙو خيال اچي ويس جو راند وسري ويس. ٻيا ڇوڪرا بہ هليا ويا، ڪنهن بہ هن جي سار ڪانہ لڌي. پاڻ ٽي ڏينهن وڻ جي پُور ۾ لِڪو وينو هو. سيد حبيب شاهہ کيس ڳوليندو، اُن ڪِريل وڻ وٽ اچي پهتو تہ سندس ڪپڙي جي ڪُنڊ ٻاهر ڏنائين. جيڪا هوا جي لڳڻ ڪري ڪُجهہ لتجي بہ وئي هُئي ۽ سمجهيائين تہ منهنجو لاڏلو اتي آهي. جيڪو جيئرو بہ آهي، الائي نہ! تڏهن چيائين تہ:

لَڳِي لَڳِي وَاءُ، وِيا اَنگڙا لَتجِي.

جڏهن پيءُ جو اهو آواز شاهہ سائينءَ جي ڪن تي پيو تہ ڇرڪ ڀري اُٿيو ۽ جواب ۾ چيائين تہ:

پَٽي ڪَٽي پَسَاهہ، پَسَڻ ڳَارَڻ پِرينءَ جي.

**شاهہ سائينءَ جو هندو فقيرن سان گڏجي سير سفر ڪرڻ:**

شاهہ سائينءَ کي سير سفر ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو سو پاڻ ويس مٽائي، هندو سنياسي ۽ جوڳي فقيرن سان گڏجي، جبلن جو سير شروع ڪيو. جنهن ۾ گنجو ٽڪر، پبُو نوڙهو، ڪير ٿر، ڏاڙهيارو، هماليا، هاڙهو ۽ ڪارونجهر جهڙا ڪيترائي جبل گهمي ڏٺائين ۽ پنيور لسٻيلي کان ڪيچ مڪران تائين ويو ۽ جبلن ۾ زيارتن جا هنڌ پڻ ڏٺائين، جنهن ۾ لاهوت لامڪاني، شاهہ نوراني هنگلاج ۾ ناني وغيره جون زيارتون ڪيائين. ڍنڍون، ڍورا، درياهہ، سمنڊ جا ساحلي علائقا ۽ مورڙي جو ماڳ پڻ ڏٺائين، هُو هندو فقيرن سان ڏينهن جا ڏينهن، راتين جون راتيون، مهينن جا مهينا ۽ سالن جا سال گُهمندو، ٿر بر جهاڳيندو رهيو. گرنار جيسلمير ويو. اُتي هڪ مريد وٽ مهمان وڃي ٿيو. اُهو مريد ويچارو ڏاڍو غريب هو سو ڏاڍو پريشان ٿيو تہ هاڻ ڇا ڪريان! سندس زال کيس پريشان ڏسي چيو تہ، ميان! هڪ رستو سوچيو آهي، جنهن ۾ پنهنجو ڪم ٿي ويندو! مڙس پڇيس ڪهڙو؟ زال چيس، شهر ۾ هڪ هندو دُڪاندار آهي، جيڪو مُون تي عاشق آهي، پر آءٌ کيس ليکيندي ڪانہ آهيان، جي اُن وٽ وينديس تہ ڪاڏي پيتي لاءِ اوڌر تي سامان مِلي ويندو، پوءِ پيا ڏينداسون، غريب مريد لاچار ٿي، انهيءَ رٿ تي راضي ٿيو. مائي جڏهن دُڪان تي وئي تہ سيٺ چيس، تُون اچڻي نہ وڃڻي اڄ ڪيئن وڏا پير ڪيا اٿئي! مائي سچو قصو ڪري ٻُڌايس، اِهو ٻُڌي سيٺ کي ڏاڍو اَچرج لڳو تہ مرشد ۾ ايترو اعتقاد ڪير ڪري! سو مُٺ ۾ هڪ ٻُڪ رُپين جو ۽ سيڌو سامان مفت ۾ ڏئي مٿي تي پوتي پهرائي، دين جي پيڻ ڪري موڪليائين ۽ پوءِ پاڻ بہ شاهہ سائينءَ جو مريد ٿيو. اها ڳالهہ جڏهن شاهہ سائينءَ جي ڪن تي پئي، تڏهن چيائين تہ مائي کي جس هُجي، جنهن

خداڪارڻ بدنامي سَٺي، هن کي ڪَس ڪانہ لڳندي، جنهن هتان جو ڪم بہ ڪيو ۽ هُتان جو ڪم بہ ڪيو. شاهہ سائين پنهنجي خيالن جو اظهار هن طرح ڪيو آهي، چوي ٿو تہ:

تِن جَيسَلميراڻِيَن جَس، جَي اَللهُ ڪَارَڻ لَندبيون ٿِيُون،
اَديون عَبداللطيف چَئي، ڪَانہ لَڳندن ڪَس،
هِت بہ رَهاياڻُون رَسُ، هُت بہ ڳَڏيُون هَوت کي!

**شاهہ سائين جو دُعا لاءِ مرزا مغل بيگ جي گهر وڃڻ:**

مرزامغل بيگ ڪوٽڙيءَ ۾ رهندا هُئا. جيڪا هاڻوڪي پيٽ کان اڌ ڪوهہ پري ڏکڻ طرف هُئي، مرزا تمام وڏو ماڻهو هو پر سيد حبيب شاهہ سان گهڻو تهيل هو ۽ هُن ۾ وڏو اعتقاد هوس، ڪنهن مشڪلات ۾ پوندو هو تہ شاهہ حبيب کان دُعا گهرائيندو هو تہ اُها مشڪل دُور ٿي ويندي هُئي! هڪ ڀيري مرزا مغل بيگ جي نياڻيءَ بيمار ٿي پئي، علاج معالج ڪرايائونس، پر ڪوبہ سڌارو ڪونہ آيو. آخر هُو شاهہ حبيب کي دُعا لاءِ سڏڻ آيا. پر شاهہ حبيب پاڻ ٺيڪ ڪونہ هو. سو اُن عيوض شاهہ لطيف کي وٺي ويا. اُن وقت نينگري وڏي چادر ۾ ويڙهجي سيڙهجي کٽولي تي سُتل هُئي. شاهہ سائين مٿان اچي سندس هٿ جي چيچ پنهنجي هٿ ۾ وٺي، هي لفظ چيا تہ **’جنهن جي آڱر سيد هٿ ۾ تنهن کي لهر نڪي لوڏو!‘** هن ڳالهہ تي مغلن کي سخت ڪاوڙ لڳي ۽ تپي باهہ ٿي ويا ۽ سيد کي ايذائڻ شروع ڪيائون. آخر ڪين اُتان لڏائي ڇڏيائون ۽ هُو ٻئي پاڙي ۾ وڃي ويٺا! ڪين اُتي بہ نہ سَٺائون ۽ هُو ڪوٽڙيءَ مان لڏي پِٽ تي اچي ويٺا. مرزا مغل بيگ کي اُنهيءَ رمز جي ڪهڙي خبر تہ طالب ۽ مطلوب جو تعلق روز ازل کان آهي. جيڪو سندن رُوحن جي پيدائش وقت ٿيو هو. اُنهيءَ ۾ سيد جو ڪهڙو ڏوهہ! جو ڪا شئي پيدا ٿيڻ جي ڪا ڳالهہ ئي ڪانہ هُئي. نڪو گوشت پوشت، نہ وري آدم جو ڪو وجود هو. رُڳو روح هُئا. اُنهيءَ وقت ۾ هن ڳانڍاپي جي ياد آهي. اُنهيءَ لاءِ شاهہ سائين هن ڳجهہ جي ڳالهہ هن ريت ڪئي آهي تہ:

نَـڪَا ڪُن فَيڪُون هُئي، نَـڪَو لِڱ لَهم،
بَنيو هو نَہ بُت ۾ آچَا ڪِين آدم.

ان دوران ڪي ڏاڙيل مردن جي غير موجودگيءَ ۾ مغلن جي ڪوٽ ۾ اچي پيا، ڪافي مال ملڪيت لُٽي هليا ويا. جڏهن مغل گهر آيا تہ ڏاڙي جي ڳالهہ ٻُڌي، هٿيار کڻي ڏاڙيلن جي پُٺيان لڳا، واٽ تي شاهہ سائين پنهنجن فقيرن سان گڏ ڪاٺيون ڪري رهيو هو سو اهڙي ڏُکئي وقت ۾ فقيرن سميت مُغلن سان مدد لاءِ گڏجي هلڻ جي ڪوشش ڪئي، پر مغلن کيس منع ڪئي تہ تون اسان سان گڏجي نہ هل! پوءِ بہ شاهہ سائين ساڻن گڏجي هلڻ جي ڪوشش ڪئي تہ، مرزا مغل بيگ، شاهہ سائينءَ کي ڏِڪا ٿيلها ڏئي گندا ۽ گُٿا لفظ ڳالهائي واپس ڪيو. شاهہ سائينءَ کي اُن ڳالهہ جو ڏاڍو ڏُک ٿيو ۽ بي اختياريءَ ۾ اچي چيائين تہ:

بيگ تُنهنجي بيگِي، رَهندي ڪوٽڙِيءَ ۾ ڪانہ،
اَٿم آس اَندر ۾، دِل مَارينَئِي مَان!

چوندا آهن تہ فقير جي ٻولي، الله جي ٻولي هوندي آهي ۽ شاهہ سائين جو اِهو چوڻ گُٿو ئي ڪين، اڳتي هلي مغلن جو مقابلو دَل ڏاڙيلن سان ٿيو جنهن ۾ مرزا مُغل بيگ سان گڏ، سيئي مغل مارجي ويا. باقي مغل بيگ جو هڪڙو ننڍڙو پُٽ، جيڪو گهر ۾ رهيل هو، سو بچي ويو. اُهو واقعو 1713ع ۾ ٿيو. مُغلن جي عورتن ۽ ٻين عام ماڻهن چيو تہ اِهو سيدن جو رنج وِڙهيو آهي! سو مغل ڏاڍا پريشان ٿيا ۽ خوف ۾ گهيرجي ويا ۽ پوءِ سيدن کان معافي ورتائون ۽ مرزا مُغل بيگ جي نياڻي سعيده بيگم جنهن جي چيچ شاهہ سائين پنهنجي هٿ ۾ ورتي هُئي، ان جو سڱ شاهہ سائين کي ڏنائون، جنهن سان سندس شادي ٿي، ڪجهہ وقت ڪانپوءِ شاهہ سائين جي گهر ۾ اُميدواري ٿي، هڪ ڏينهن هڪڙو فقير سَمڪندو شاهہ سائين وٽ آيو شاهہ سائين پُڇيس تہ ابا ٻيو تہ خير آهي! فقير وراڻي ڏنس تہ قبلا سائين! ٻيو خير آهي، اوهان جي گهر ۾ اُميدواري آهي، سو ڪين پلي ڪائڻ جي خواهش

ٿي ھُئي، ٻوڙندي پلو وٺي آيس، سو ساھہ تڪڙو ٿو ڪڍان! اِھا ڳالھہ ٻُڌي شاھہ سائينءَ کي ڏاڍي ٻڇان لڳي ۽ چيائين تہ واھہ جو اولاد ڇئبو جو اَڃا پيٽ ۾ آھي تہ مُنھنجن فقيرن کي ٿو رُلائي، جي ڄمندو تہ الائي ڪھڙا ڪُلُور ڪندو! مون کي اھڙو ٻار گُھرجي ئي ڪونہ! پوءِ فقيرن ڏي ھٿ جو اشارو ڪري چيائين تہ ھي سڀ فقير مُنھنجا رُوحاني اولاد آھن. شاھہ سائين سان نور محمد ڪلھوڙي جي دشمني جو وڌڻ! شاھہ سائين جي دل ۾ سنڌ ۽ سنڌين لاءِ امر پريم جي قدرتي رمز رکيل ھُئي، ھو ڀھراڙيءَ جي ماحول جو نِپايل وڏو ڪيل ھو ڀولي توڙي احساسن ۽ جذبن ۾ سنڌي ماڻھن جي وڌيڪ ويجھو ھو ھن سنڌ جي سياسي سماجي ردو بدل ۽ اُٿل پُٿل کي چڱي ريت پروڙي پرکي ڏٺو ھو ھن سنڌي ماڻھن ۾ پنھنجي شاعريءَ ۽ راڳ جي رستي ذھني سجاڳي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ھُئي، اُن ڪري سنڌي ماڻھن جي عقيدت ۽ محبت جو ھن گودڙي پوش صوفي سان ھي حال ھو تہ:

ڪُوڙين ڪَن سَلام، اَڇيو آسَڻ اُن جي!

شاھہ سائينءَ سان سنڌي ماڻھن جي گھڻي عقيدتمندي ۽ پوئلڳي ڏسي، سنڌ جو ظالم ۽ ترقيءَ جو دشمن حاڪم نور محمد ڪلھوڙو جيڪو پاڻ بہ مُرشديءَ جو دم ھڻندو ھو جنھن جي گاديءَ جو ھنڌ خدا آباد ھو اُن جي دل ۾ شاھہ سائينءَ لاءِ حسد پيدا ٿيو ڏَن اوڳاڙُو نام نھاد مرشد بہ ساڻس مِلي ويا ھُئا، سيئي شاھہ سائينءَ کي ڪنھن نموني مارائڻ جي ڪوشش ۾ ھُئا. ھڪ ڀيرو شاھہ سائين ڀيڙي رستي ملتان مان ڪاشيءَ جون سِرون، شاھہ ڪريم جي مقبري لاءِ وٺيو ٿي آيو ۽ خدا آباد وٽ ڪجھہ وقت ترسيو تہ نور محمد ڪلھوڙي ڪيس موتين جي معجون ۾ زھر مِلائي، دٻليءَ ۾ وِجھي ڏياري موڪليو جيڪو پوءِ شاھہ سائين درياھہ ۾ ھاري ڇڏيو ٻئي ڀيري نور محمد ڪلھوڙي، شاھہ سائين جي دعوت ڪري، ڪيس نذراني ۾ ھڪ لَتر چَڪر ۽ ٿاھڙ گھوڙي ڏني تہ جيئن ڪيس ڪُڏائي ماري، شاھہ سائين اِھا گھوڙي وٺي ٽپ ڏئي، اُن تي چڙھي وينو تہ اُھا گھوڙيءَ ھڪ گھڙيءَ ۾ ٻوڙي

نظر کان نڪري وئي ۽ نور محمد ڪلهوڙو ڏاڍو خوش ٿيو ته اڄ شاهہ سائين پورو ٿي ويندو! پر چوندا آهن ته ’جنهن کي رب رکي، تنهن کي ڪير چکي!‘ سو ٿوري دير کان پوءِ شاهہ سائين بنا لغام گهوڙيءَ ڊوڙائي واپس آيو ۽ نور محمد ڪلهوڙي جي اڳيان اچي بيهاري، جيڪا تِکي ڊوڙڻ ڪري سهڪي رهي هُئي ۽ پگهر ۾ شل هُئي، پوءِ نور محدم ڪلهوڙو ڏاڍو لَڄي ٿيو ۽ شرم لڪائيندي، شاهہ سائينءَ کان پُڇيائين ته اوهان گهوڙيءَ جو لغام ڇو لهرائي ڇڏيو هو؟ شاهہ سائين جواب ۾ چيس ته، اي ڇِهيلا! منهنجي واڳ بہ ڏٽي سڳوري جي هٿ ۾ آهي، تڏهن وَهٽ منهنجي هيٺان هو اُنهيءَ جي واڳ (لغام) بہ مون اُن جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏي ۽ چيم ته:

وَاڳ ڏَٽي تُنهنجي وَس، آءُ ڪَا پَاڻ وَهِيٽي.

اهو نُڪتو ٻُڌي نور محمد ڪلهوڙو ڏاڍو شرمسار ٿيو ۽ ضمير جي ڇُهنڊڙين ڪري شاهہ سائين کان معافي ورتائين! پِٽ شاهہ تي حملو ڪندڙ هالن جي پير، شاهہ سائين اڳيان هٿيار ڦٽا ڪري کانئس معافي ورتي!

هڪڙي پيري پير پنج پاڳ، هالن وارو بکر واهہ ۾ ٻيڙيءَ تي چڙهي شڪار لاءِ نِڪتو هو، هڪ هنڌ واهہ جي ڪپ تي، شاهہ سائينءَ جي فقير کي وينل ڏٺائين، جنهن سان ڪُتو بہ گڏ هو، پير کي اُهو ڪُتو ڏاڍو وڻيو سو فقير کان اُهو ڪُتو گُهريائين، فقير چيس اُهو ڪُتو مرشد لطيف جو آهي، آءُ اُهو ڪُتو نٿو ڏئي سگهان ۽ پير اُهو ڪُتو فقير کان زوري کسي ٻيڙيءَ ۾ وجهي هليو ويو، اِها خبر جڏهن شاهہ سائينءَ جي فقيرن کي پئي، تڏهن ولر ڪري، ڏنڊا کڻي، واهہ جي ڪپ تي اچي بيهي رهيا ته پير واپس مٽيو ته ٻيڙي زوري بيهاري، پير کان ڪُتو ڦري ورتائون، اُنهيءَ ۾ پير پنهنجي وڏي بيعزتي سمجهي، ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ هالن ۾ پهچي پنهنجا هٿياربند ماڻهو گڏ ڪري چيائين سُڀاڻي سوير پِٽ تي حملو ڪبو! اها خبر شاهہ سائينءَ کي بہ پئي، سو پنهنجي فقيرن کي چيائين، ابا! فڪر نہ ڪريو، جيڪا الله جي مرضي! اهو بہ چيائين ته ٿوري دير کان پوءِ هڪڙو مست فقير ڪانئين جي

ڀري ڪٽي ايندو! اُها ڀري هِت لاٿائين تہ سمجهو تہ فتح اسان جي آهي، پر جي اُها ڪائين جي ڀري ڪٽي اڳتي هليو ويو تہ پوءِ حال ڪونهي! ڪُجهہ وقت ڪان پوءِ ڏٺائون تہ هڪڙي مست فقير ڪائين جي ڀري ڪٽي اچي، شاهہ سائينءَ جي آستاني تي لاٿي، ۽ پاڻ ويندو رهيو. تڏهن فقير ڏاڍا خوش ٿيا. سڄي رات راڳ ويراڳ ۾ گذاريائون. صبح ٿيو تہ پير پنهنجي لشڪر سميت ٻاهران اچي پهتو. پر سندس وڏو خليفو نالي اسماعيل پوئتي رهجي ويل هو. اُن کي ونڻ لاءِ ماڻهو موڪليائين تہ جيئن اچي تہ شاهہ سائينءَ تي حملو ڪريون. ڪجهہ دير ڪان پوءِ خليفو اچي حاضر ٿيو پر پنهنجي مُنهن کي ڪپڙي سان ڍڪي پير جي اڳيان اچي بيٺو. پير پُڇيس تہ مُنهن ڇو ويڙهيو اٿئي؟ پوءِ سَٽ ڏئي، پير ڪپڙو لاٿس ڏسي تہ سندس ڏاڙهي مُڇون، مٿو ڪوڙيو پيو آهي ۽ منهن ڪارو لڳو پيو اٿس. پير کي حيرت وٺي وئي تہ منهنجي خليفي سان هي جُٺ ڪنهن ڪئي آهي؟ سو تڪڙ ۾ پُڇيائينس تہ هي جُٺ ڪنهن ڪئي اٿئي؟ خليفي جواب ۾ چيو تہ قبلا! جيڪڏهن توسان گڏجي شاهہ سائينءَ سان نٿو وڙهان تہ نمڪ حرام ٿو ڪونجان. جي هلي ٿو وڙهان تہ قيامت جي ڏينهن خدا ۽ رسول صلعم جي اڳيان، منهنجو ڪارو مُنهن ڪري اچي بيهاريندا. جو مان حضرت علي عليہ السلام جي اولاد سان وڙهيس. سو مون چيو تہ هِن ئي جهان ۾ پنهنجن ئي هٿن سان ڏاڙهي، مُڇون، مٿو ڪُوڙي، مُنهن ڪارو ڪري آيو آهيان! هاڻ حڪم ڪريو جيئن چئو تيئن ڪريان! پير کي خليفي جي هن ڳالهہ ۽ اُن عمل تي ڏاڍو شرم آيو ۽ پڇتايو. پنهنجن هٿياربندن کي واپس ڪري شاهہ سائينءَ جي قدمن تي ڪِري، پنهنجي غلطيءَ جي معافي ورتائين. شاهہ سائين اهڙن پيرن جي بي سمجهائي ڏسي چيو تہ. هُو پاڻ ڪجهہ نٿا ڪن. اجايو پنهنجن ڏاڏن ۽ نانن جي اَجاين ڪاني ڪرامت جون ڳالهيون ٻڌائي، خدا جي خلق کي ڦُريندا ڪائيندا رهن ٿا. هُو ائين آهن جيئن بنا نر جي ڪُڪڙ جا وائي آنا! شاهہ سائين اُن ڳالهہ جو اظهار هن طرح ڪيو آهي تہ:

پَاڻ ڳن ڪِينَڪِي، پَا ائين ڏاڏ ۽ نان،
اهڙا وائي آنا، ڳُڪڙ لاٽا ڪيترا!

اهڙن مثالن جي ڪري شاهہ سائينءَ جي مُريدي خادمي ۾ وڏو اضافو آيو جيڪي سندس مخالف هُئا، سي بہ هن ڪان ڪن هٽڻ لڳا ۽ ٻوڙي اچي سندس پاسو ورتو!

**شاهہ حبيب جي وفات:**

شاهہ حبيب ڏاڍو اگهو ٿي پيو شاهہ سائين ڪوٽڙي ويل هو شاهہ حبيب هڪ قاصد موڪليو تہ جيئن هُو اچي آخري ملاقات ڪري، اُن قاصد هٿان هي بيت لِکي موڪليائين تہ:

ڳنهن جي نِينهن ڳتا، جو وَاجَهائِيندي نَہ وَرو،
جيڪي مُئي ڳندا، سو جَانب ڳريو جيئري.

شاهہ سائين اُن جي جواب ۾ پنهنجي والد ماجد ڏي قاصد هٿان هي بيت ڏياري موڪليو تہ:

مَتان ٿِئين مَلور، ڪِينَ اَڳاهون آهِيان،
ڏِسَڻَ ۾ ڪَرَ ڏورُ، حدَ ٻِنِين جي هيڪِڙي.

قاصد جي موٽي اچڻ کانپوءِ شاهہ حبيب پيالو ڪيو. ڪيس پِٽ تي سيد محمود شاهہ جي سيراندي ۾ جڳهہ ڏني وئي، اُن کان پوءِ شاهہ سائين رياضت ۾ گذارڻ لڳو. اُنهيءَ وچ ۾ جيڪي ماڻهو سندس مخالف هُئا، سي سندس مريد بنجي ويا!

**شاهہ سائين جو ڳائڻي ڳلان ڪي دعا ڪرڻ:**

چون ٿا تہ ڳُلان نالي هڪ وڏي ڳائڻي هُئي، جيڪا صُورت ۽ سِيرت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هُئي، جيڪا پِٽ شاهہ تي گهڻو اچي، شاهہ سائينءَ وٽ ڳائيندي وڄائيندي هُئي. هڪ ڀيري شاهہ سائين وٽ پِٽ تي اچي اهڙو تہ ڳائڻ وڄائڻ ڪيائين، جو شاهہ سائين سميت سيني فقيرن کي وَجد ۾ آڻي ڇڏيائين، چون ٿا تہ اڳ ۾ اهڙو ڪڏهن ڪونہ ڳايو هُئائين ۽ شاهہ سائين

ڏاڍو خوش ٿيو هو ۽ واهہ واهہ چئي ڪيس ڏاڍو داد ٿي ڏنائين. عين اُن وقت، اُن ڳاٽڻيءَ شاهہ سائينءَ کي هٿ جوڙي نهايت عاجزيءَ سان عرض ڪيو تہ قبلا سائين! مُون کي تہ ڪا دُعا ڪريو تہ آءٌ پنهنجي ماني ميڇيءَ واري ٿي سُکيو ستابو وقت گُذاريان ۽ عاقبت سُٺي گُذريم! شاهہ سائين بہ دير ڪانہ ڪئي، هٿ کڻي دعا ڪيائينس ۽ ڪيس چيو تہ، مائي گُلان تُون سنڌڙاڻي ٿيندي‎ين ۽ تو مان هڪ گُل ٿيندو (پُٽ ڄمندو) جيڪو سنڌ جو ناميارو حاڪم ٿيندو. شاهہ سائين جي دعا جلدي ڏٽي در اگهاڻي، پٽ تي اِها ڳالهہ ٿي، عين اُن وقت شاهہ سائين جي ڪنهن مخالف، سنڌ جي حاڪم نور محمد ڪلهوڙي کي وڃي ٻُڌايو تہ، عام ماڻهو شاهہ عبداللطيف کي اهڙو خدا جو نيڪ ٻانهون ٿا چون! پر هُن جو حال هي آهي، رات جو پِٽ تي رُڳو ڪنجريون پيو نچائي، ۽ پاڻ بہ اُنهن سان گڏجي پيو نچي ۽ راڳ پيو ٻُڌي! ميان نور محمد ڪلهوڙي پنهنجا ماڻهو ڊوڙايا تہ پِٽ تي وڃي اها خبر لهن تہ سچ آهي يا ڪُوڙ! جيڪڏهن ڪا ڪنجري، شاهہ وٽ هُجي تہ اُن کي وٺي، مُون وٽ حاضر ڪريو تہ، رُوبرو شاهہ صاحب جون خبرون چارون وٺونس! اهي اجا پنڌ ۾ ئي هُئا تہ ڳاٽڻي گلان، شاهہ سائينءَ کان موڪلائي وڃڻ جي ڪئي. شاهہ سائين چيس تہ مائي گُلان تڪڙ نہ ڪر، ٿورو ترس، جو هيرن جا خريدار ٿا اچن! ائين ڪندي نور محمد ڪلهوڙي جا ماڻهو آستاني اندر گِهڙي آيا ۽ هڪدم گُلان کي ڪنيي کڻي وڃي نور محمد ڪلهوڙي وٽ پيش ڪيائونس، ميان نور محمد ڪلهوڙي گلان جي خوبصورتي ۽ مست جوانيءَ جو جوڀن ڏسي موهجي پيو ۽ خيال ڪيائين تہ ساڻس محبت ڪريان. پر گُلان هٿ لائڻ نہ ڏنس ۽ چيائين تہ ميان صاحب! شريعت موجب نڪاح وَهندين تہ آءٌ سچي ساري تُنهنجي مِلڪ آهيان، باقي ائين هرگز ڪين ٿيندو!

ميان کي عشق جي باهہ ويهڻ نہ ڏنو ۽ هڪدم هڪ مُلو گهرائي کڻي، گلان سان نڪاح ڪيائين، جو پوءِ اُن مان غلام شاهہ ڄائو جيڪو سنڌ جو ناميارو حاڪم ٿيو ۽ پوءِ مرشد لطيف جو پڪو مُريد ٿيو جنهن لاءِ

هي مشهور آهي تہ شاهہ سائين سنڌ جي پلائي لاءِ غلام شاهہ خدا کان گُھري ورتو هو!

**شاهہ سائين جو ڪربلا موليٰ جي زيارت لاءِ نڪرڻ:**

شاهہ سائينءَ کي اوچتو اچي خيال ٿيو تہ مولاءِ ڪائنات حضرت علي عليہ السلام ۽ سندس ٻچڙن جي وجي زيارت ڪيان، سو پِٽ تان نڪري تيار ٿي روانو ٿيو هڪ منزل کان پوءِ واٽ تي هڪ مريد ملي ويس، جيڪو هڪ ڪامل فقير هو، تنهن چيس تہ قبلا سائين هي ڇا؟ اوهان ماڻهن کي ٿا چئو تہ اسان جو آخري آرام گاهہ پِٽ تي ٿيندو! پوءِ پڇاڙيءَ جي ڏينهن ۾ نِڪتا آهيو هيڏي وڏي سفر تي، ڪير مري، ڪير جيئي! پوءِ شاهہ سائين پنهنجو خيال بدلائي موٽي پِٽ تي آيو ۽ ماتمي لباس پائي اِمام پاڪن جي ماتم ۾ سُر ڪيڏارو چيائين تہ، محرم جو مهينو تہ موٽي آيو آهي، پر اِمام نہ موٽيا آهن. اي الله مون کي مديني جي مير سان مِلاءِ! اي يزيد! علي عليہ السلام جي اولاد سان جنگ ڇڏي ڏي، اها خوشي تُون ماڻيندين، جيڪا خوشي حضرت حسين عليہ السلام کي اَبد تائين حاصل هُوندي، شاهہ سائين پنهنجي ڪم جو اظهار هن ريت ڪيو آهي تہ:

محرم موٽي آيو، آيا تَان نَہ اِمَام،
مَدِيني جَا ڄَام، مَوليٰ مُون کي ميڙئين.

يا

جهيڙو لاهہ يزيد، علي جي اولاد سِين،
سَا تَہ پَسندين عِيد، جَا هُوندي مير حسين سِين.

**مرشد لطيف جو لاڏاڻو:**

هڪ پيري اوچتو خيال ۾ اچي اڪيلا ڪوٺيءَ ۾ ويهي، ايڪيهہ ڏينهن عبادت ڪيائون. پوءِ ٻاهر اچي غسل ڪري فقيرن کي راڳ جو حُڪم ڪري، پاڻ مٿان چادر وِجهي مراقبو ڪري، عبادت ۾ ويهي رهيا. راڳ ويراڳ مسلسل ٽي راتيون، ٽي ڏينهن جاري رهيو. جيڪو فقيرن واري واري

تي چيو. آخري رات راڳ بند ڪري شاهہ سائين جي ويجها ٿيا. ڏٺائون تہ خاڪي جسم موجود آهي، پاڻ الائي ڪيڏي مهل موڪلائي ويا هُئا. اها صفر مهيني جي چوڏهين (14) تاريخ 1752ع 1165 هجري هُئي. پاڻ 63 سالن جي عمر ۾ پيالو ڪيائون. حضور پرنور بہ ساڳي عمر ۾ روانا ٿيا هُئا!

**مرشد لطيف جي شڪل شباهت:**

شاهہ سائين پوري ڊگهي قد جا هُئا. مٿو وينل، پيشاني ڪُشادي، ڏاڙهي ڀنڀي، چاپهين، شهپرن سان اکيون ڪاريون، چمڪيدار، رنگ ڪڻڪائون، خطو موش طبع، حليم سياءُ، ڏيک ويک ڪان پري، سادو ۽ تمام ٿورو ڪائيندا هئا. گيڙو رنگ جا ڪپڙا پائيندا هئا. پچاڙيءَ ۾ ماتمي ڪارو لباس ڪيائون. مٿي ۾ ڊگهي ٽوپي پائيندا هُئا. جنهن کي تاج چوندا هُئا. پيرن ۾ سنڌي جُتي پائيندا هُئا. اڪثر پير اگهاڙا ڪري هلندا هُئا. هٿ ۾ لٺ ڪڻندا هُئا. ڪاڏي ڪائڻ لاءِ ڪِشتو (ڪچڪول). سُمهندا هيٺ تڏي تي هُئا. پاڻ ڏاڍا رحمدل هُئا. پاڻ ڪنهن پکي يا ڪنهن بہ جانور کي ايذاياٺون ڪڏهن بہ ڪون. هڪ ڀيرو سفر تان موٽيا هُئا. واٽ تي ڏٺائون تہ مُئل ڪُتيءَ جا ٻہ گلر سندس ٻُبا چُوساڙي رهيا هُئا ۽ کير نہ ملڻ ڪري ڏاڍيون دانهون ڪري رهيا هُئا. جيڪي پاڻ ڪڻي ڀِٽ تي آيا. جن کي ڪارائي پياري جوان ڪيائون. هڪ جو نالو موتي ۽ ٻئي جو نالو ڪينهون رکيائون. جن جو ذڪر سندس رسالي ۾ موجود آهي. پاڻ اڪثر سَهن جي شڪار ڪان منع ڪندا هُئا. چي اهي ڏاڍا ضعيف ۽ بيواهہ جانور آهن. بيواهن ۽ ضعيفن کي ايذائڻ خدا جو ڏمر آهي!

**شاهہ سائين جو مذهب:**

شاهہ سائين صوفي لاڪوفي هو. هن جو مذهب محبت ۽ ماڻهپو هو هن جو چوڻ هو تہ اسلام پنهنجي تعليم جو بنياد انسانيت تي قائم ڪيو آهي. خدا جو حڪم آهي تہ فساد نہ پکيڙيو زمين تي! پوءِ هي جهيڙا جهڳڙا ۽ نفرتون ڇو؟ خدا تہ هندو توڙي مسلمان جو ساڳيو آهي. هن جي روشني هر

انسان لاءِ برابر آهي، هن جي حُسن جو جلوو ڪُل ڪائنات جي هر چيز ۾ موجود آهي، اُن ڪي ئي حق موجود چئبو آهي، جيڪو ڪائنات جي نبض ۾ گرم خون وانگر گردش ڪري رهيو آهي، گويا هڪ مرڪز ۾ اچي ماضي حال مستقبل سڀ هڪ بنجي ٿا وڃن ۽ چؤطرف تُون ئي تُون آهي. جيڏانهن ڪر نگاهہ تيڏانهن سڄڻ سامهون آهي، اُهو سڄڻ مسجد، مندر يا ڪليسا تائين محدود ناهي رهيو عربي هُجي يا عجمي هُجي، هندو هُجي يا مسلمان هُجي، ڪاري جي هُجي يا پُوري گوري جي هُجي، سڀ ۾ پاڻ ٿو وَسي. شاهہ سائين مذهب کي زبان سان رسمي ۽ سطحي طرح سان نہ، پر يقين ۽ بصيرت سان نِرت ۽ سُرت سان مجڻ جي تلقين ڪئي آهي، عاشقانہ روش ۽ والهانہ انداز سان مڃڻ لاءِ فرمايو آهي، هُو ايمان جي ڪيفيت کي زباني ڪلمي گو هُجڻ اسلام ۽ ايمان لاءِ ڪارگر نٿو سمجهي، اها ڪلمي گو دل کهڙي ڪم جي؟ جنهن دل ۾ دَغا فريب، ڪُوڙ، ٺڳي، دوکو، منافقي، بدمعاشي جي باهہ پئي پڙڪي، شرڪ ۽ شيطان منجهس خيما کوڙيو ويٺو هُجي، اُن لاءِ پاڻ فرمائي ويا آهن تہ:

اُن پَر نَہ اِيمان، جيئن ڪَلمي گو ڪَوٺَائِين،
دَغا تنهن جي دل ۾، شِرڪ ۽ شيطان،
مُنهن ۾ مُسلمان، اَندر ۾ آزر آهِين!

يا

مُنهن ۾ مُوسيٰ، اَندر ۾ اِبليس،
اهڙو خَام خَبيث، ڪَڏي ڳوهہ نَہ ڇڏيين!

[روزاني هلال پاڪستان، ڪراچي، اڱارو 10 فيبروري 2009ع ۾ ڇپيل]



# سچل سائين جو مذهبي ڪٽرپڻي خلاف جهاد!

سنڌ ڌرتي، جيڪا فضيلتن ۽ برڪتن واري ڀلاري ڀُونءِ رهي آهي، جنهن ڪيترائي قومي هيرا، صُوفي بزرگ پيدا ڪيا آهن، جيڪي پنهنجي علمي ڪردار سان تاريخ جو حصو بنجي ويا، جن جي زندگي اسان لاءِ مشعل راهہ آهي، اهڙن عظيم انسانن مان **سچل سرمست** بہ هڪ آهي، سندس مسلڪ ۾ ڪٿي بہ ڌُڙي بندي، فرقي پرستي، مذهبي ڪٽرپڻي ۽ اوچ نيچ جي مت ڀيد جو ذڪر نٿو ملي، اهي سڀ ڳالهيون وٽس فضول ۽ بي معنيٰ هُيون، هونءَ بہ ڪنهن مفڪر بزرگ جي چيل هڪ روشن حقيقت آهي تہ اسلام جي شروعات کان وٺي ڪيس مجيندڙن جا بہ گُروهہ رهيا آهن، جنهن ۾ هڪڙو گروهہ صوفي فقيرن، درويشن بزرگن جو ه آهي، جنهن ۾ اسلام ماڻهن جي وچ ۾ مذهب، نسلن، رنگن ۽ اوچ نيچ جي ڪڙي ڪيل ديوارن کي مَليا ميٽ ڪري، انسان ذات ۾ اتحاد امن، ڀائيچاري، فلاح ۽ بهبود پکيڙڻ لاءِ آيو هو، اهو دين فطرت هو، جنهن جو سڀني پيغمبرن پيغام ڏنو هو، اهو ڪو نئون دين ڪونہ هو، بلڪ اُن مطابق سڀني مذهبن جي ظاهري ڪثرت پنيان بنيادي وحدت سمايل هُئي، اهڙي تعليم جو فروغ صحيح سمجهاڻي، اخلاقي درستي، نفساني اصلاح ذريعي تاليف قلوب، رواداري ۽ باهمي گفتگو وسيلي ٿيڻ وارو هو، هر ڏاڍ تشدد، نفرت، نفاق، خود مطلبيءَ جي راهہ ۾ رُڪاوٽون هو دين جي معاملي ۾ زور زبردستي بلڪل ناجائز هُئي، پيغمبر رحمة اللعالمين ٿي آيو هو، هُو غلامن کي آزاد ڪرائڻ لاءِ ۽ ڦرلٽ بند ڪرائڻ لاءِ انصاف جو دَور قائم ڪرڻ ۽ دنيا ۾ امن امان لاءِ آيل هو نہ انهن ڪمن جي مروج ڪرڻ لاءِ جي پوءِ ڪن ماڻهن اسلام جي نالي ۾ ڌارين ملڪن کي غلام بنائڻ، ڦرلٽ ڪرڻ، آزاد ماڻهن کي غلام بنائڻ

وارا ڪم ڪيا، سي بلڪل ناجائز هُئا، جيڪي اسلام جي نالي ۾ ڪيا ويا. سچل سائين صوفي بزرگن جي تشريح واري مذهب جو پوئلڳ هو مذهب جي ٻئي گروهه جو چوڻ هو ته اسلام هڪ عالمگير دين ٿي آيل هو اُن جي اچڻ سان ٻيا سڀ دين رد ٿي ويا هُئا، هن دين جي شريعت کي زوري دنيا جي ماڻهن مٿان مسلط ڪرڻو هو جنهن عمل کي جهاد جي نالي سڏايائون ٿي، اُن ۾ ٻين ملڪن تي چڙهايون ڪري ماڻهو مارڻ، اُن تي قبضو ڪرڻ، ڦُرلٽ، مار ڌاڙ ڪرڻ ۽ اُتان مردن عورتن کي غلام بنائي، رڍن ٻڪرين وانگر وِڪرو ڪرڻ کي جائز ڄاتو ٿي، ۽ اُهي انتهاپسند. عقل ۽ آزادي جا ويري بنجي انسانيت کي ختم ڪري حيوانيت کي پيدا ڪري رهيا آهن، سندن انڌي تقليد جي ڪري ئي اسلام جو نالو بدنام ٿيو آهي ۽ مسلمانن کي ذلت جي منزل تي پهچايو آهي! ڪنهن پلائيءَ جي ڳالهه ٿئي ٿي ته سڀ ڪان پهرين هي ماڻهو پنهنجن عالمانه فريبڪارين جا هٿيار کڻي، ناجائز فتوائون جاري ڪري، رستو روڪي بيهن ٿا ۽ هو اهڙو سانگ ٿا رچائين، جو دنيا حيران پريشان ٿيو وڃي. سچل سائين خود صوفي هو هن صوفين درويشن واري دين کي ته سيني سان لاتو هو مگر انتهاپسند مُلن مولوين واري تشريح ڪيل دين جو بلڪل انڪاري هو اِهو ئي سبب هو جو انتها پسند مُلا مولوي سندس ڪٽر دشمن بنجي ويا هُئا، ايتري قدر جو سندن روبرو ڪو سچل سائينءَ جو نالو وٺندو هو ته اُن تي مچرجي ويندا هُئا. مطلب ته سچل سائين جيڪو انتهاپسند مُلن مولوين لاءِ هڪ مِهڻو بنجي ويو هو.

سندس اصل نالو عبدالوهاب هو، جو سندس پڙ ڏاڏي جو نالو هو، پر ٻالڪپڻ ۾ ئي سلڇڻي هجڻ ڪري، ڪيس پنهنجو چاچو ميان عبدالحق پيار وچان ’سچل‘ يا ’سچو‘ ڪري سڏيندو هو. هُو پنهنجي وقت جو وڏو عالم، صوفي، تصوف جو شهنشاهه، حقيقت ۽ معرفت جي رمزن جو رازدار هو. سچل سائينءَ جي ولادت واري سال، يعني 1739ع ۾ نادر شاهه سنڌ تي ڪاهه ڪري، وڏا ظُلم ڪيا، اُن ڪانپوءِ 1754ع ۾ احمد شاهه ابدالي، سنڌ

تي ڪاهہ ڪئي، اُن ڪان پوءِ افغاني جلاد ملعوني طبع جي مالڪ ۽ ڪنور دل، مدد خان پٺاڻ سنڌ تي ڪاهہ ڪري ڳوٺن جا ڳوٺ ڦُري باهيون ڏئي ساڙايا ۽ اناج جا اڏ پڪل فصل تباهہ ڪرايا ۽ سنڌ ۾ سخت ڏڪار پئجي ويو پٺاڻن جي لڳاتار حملن جي ڪري هي چوڻي وجود ۾ آئي تہ:

جڏهن ڪڏهن سنڌڙي توکي قنڌاران جوکو!

سچل سائين اهڙي ڏکئي دَور ۾ اک کولي، پنهنجي تيز فهمي ۽ ذکي نگاهہ سان ڏٺو ۽ محسوس ڪيو تہ افغاني ڌاريا حڪمران بنجي آيل جن ۾ اخلاق نالي ڪا شيءِ ذري برابر بہ ڪانہ هئي، هُو انتهاپسند ۽ ڪٽر مذهبي جلاد ۽ ڪنور دل هُئا، مذهب اسلام جي نالي ۾ اهڙا تہ ظلم ڪيا، جنهن کي ڏسي شايد شيطان بہ شرم کان ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو هوندو. پر هنن کي ظلم ڏاڍ ڪرڻ ۾ ذرو بہ شرم ڪونہ ٿي آيو. هنن مذهبي نڳن سنڌي ماڻهن ۾ مذهبي فرقي پرستيءَ جو ٻج پوکڻ شروع ڪيو. چي ڀيل، باگڙي، ڪولهي، مينگهوار، هندو وغيره ڪافر آهن، هُو مذهب اسلام جا دشمن آهن، هنن سان سماجي لڳ لاڳاپا ختم ڪيا وڃن، هنن سان ڀلائي ڪرڻ گُناهہ آهي وغيره. سنڌ ۾ اهڙي قسم جي مذهبي ڪٽرپڻي ۽ اوچ نيچ، ذات پات واري انساني اُصولن واري پائمالي شروع ٿي وئي، ايتري قدر جو ڪيترن مُلن مولوين ۽ پيرن گڏجي هندن جون زور ۽ زبردستي سان طهرون ڪرائي، زوري مسلمان ڪرڻ شروع ڪيو. اهو زمانو سُنن ذهنن ۽ سيڪيولر خيالن وارن ماڻهن لاءِ قيامت کان گهٽ ڪونہ هو. چؤطرف مايوسي پريشاني ۽ ويڳاڻپ پکڙجي وئي هُئي، پيار محبت رواداري نيڪ نيتي موڪلائي وئي هئي، امن شانتي اُجڙي وئي هُئي، هر طرف جبر، ڏاڍ، ڏمر، ظلم، زيادتي جو زور شور هو. سچل سائين مذهبي ڪٽرپڻي کان بُلند و بالا هو. هُو ’لَڪُم دِينڪُم وَلِيَ الدِينُ،‘ جو عملي پيروڪار ’واصل بالله ۽ فنافي الله‘ هو. جنهن خود خدا جي نُور جي تجلين جو مشاهدو ماڻيو هو. هن کي مالڪ حقيقيءَ جي سيني اسرارن ۽ رمزن جي ڄاڻ هُئي، هن کي دين ڌرم جي نالي ۾ اجائي ڦرلٽ،

مارڌاڙ ۽ قتل و غارت واري ڳالهہ پسند ڪانہ هُئي، هن ڏٺو تہ اسلام جي وسيع تصور کي مُلا مولوي پاڻ ئي نقصان پهچائي بدنام ڪري رهيا آهن. ۽ دنيا جا انسان هن چوڻ تي مجبور ۽ لاچار ٿيا آهن تہ دنيا ۾ خون خرابين ۽ نفرتن جو ذميوار ملن مولوين جو تشريح ڪيل ڪٽرپڻي وارو مذهب آهي، جنهن کي دين فطرت چئي نٿو سگهجي، جيستائين مُلن مولوين جي تشريح ڪيل ڪٽرپڻي وارو مذهب موجود آهي، تيستائين اهي جهيڙا جهڳڙا ۽ نفرتون ختم نہ ٿينديون، اُن لاءِ سچل سائين پنهنجو پيغام ڏيندي چيو تہ:

ڪُيِ مَذاهب مَن مَان، سَاجهر سَاڻ سَويل،

مَتان ٿِئي اَويل، اولهہ سِج نَہ اُلهي!

هڪ هنڌ مرشد لطيف بہ چيو آهي تہ:

ڪَافَر ٿي تہ ابهين، بَاب شَرع جَا ڇَڏ،

مَن مشرڪن گڏ، تہ ويجهو ٿِيين وِصَال کي!

شاهہ سائينءَ جو چوڻ هو تہ ڪٽر مذهبي مُلا مولوي، جن لاءِ فتوائون جاري ڪري چون ٿا تہ هُو ڪافر ۽ مشرڪ آهن! حقيقت ۾ اهي ئي سڌي رستي تي هلڻ وارا آهن. انهيءَ ڪري مُلن مولوين واري شريعت کي ڇڏي ڪري، اُنهن ماڻهن مان بنجي وڃ، جن لاءِ هنن ڪُفر جون فتوائون ڏئي کين ڪافر ۽ مشرڪ چيو آهي، انهن سان ئي من جو ڳانڍاپو ڳنڍ تہ حقيقت جي ويجهو ٿي ويندين.

**سچل سائين جي کاڌ خوراڪ، لياقتون ۽ عادتون:**

سچل سائين تمام سادگي پسند هو. ڏُڌ ۾ لوڻ مرچ ملائي ٽُڪر ٻوڙي کائيندو هو يا ماني پوري ڪُٽيءَ ڪري کائيندو هو. نہ تہ اڪثر روزي ۾ رهندو هو. ڪڏهن گوشت جو شوربو کائيندو هو. اڳتي هلي اُهو بہ بند ڪيائين. ڏاري جي رَبِ ۽ دال ڏاڍي پسند ڪندو هو. رات جو اڪثر کاڌو ڪونہ کائيندو هو. پنهنجي هٿ سان حلال جانور يا پکي کي نہ ڪُنائين. نہ وري ڪو شڪار ڪيائين. رات جو گهٽ سُمهندو هو. اڪثر ڪاٺ جي

صندليءَ تي مُراقبي ۾ ويهي رات گذاريندو هو. سُني ۽ شيعي وارو ڪٽرپڻي وارو فرق نہ رکندو هو. اهلبيت لاءِ وڏي محبت رکندو هو. عاشورن ۾ مرثيہ خوانيءَ سان گڏ ماتم بہ ڪندو هو ۽ ماتمي جلوس جي اڳواڻي بہ ڪندو هو. سچل سائين جو مختلف ٻولين ۾ جيڪو بہ ڪلام آهي، سو اڪثر تصوف معرفت ۽ حقيقت بابت آهي، عمر جي وڌڻ سان سندس عشق ۾ اضافو ٿي آيو سندس ئي زبان ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ:

جِيوين آوي پِيري، تِيوين نِينهن دِيان نَوگان نيان نيان!

صوفي اعظم ۾ سختي ٿي آئي، اهو سنڌ جو منصور سچل سائين 1242 هجري، 14 رمضان مبارڪ مطابق 1829ع ۾، بوقت فجر، الله اڪبر جي صدا مهل، سنڌ جي ماڻهن کي الوداع چئي، پنهنجي حقيقي مالڪ جي حضُور ۾ وڃي حق موجود چئي سدا موجود ٿيو.

[روزاني عبرت حيدرآباد، چنڇر 5 سيپٽمبر 2009ع ۾ ڇپيو]



# لاکيٽي لطيف جي شاعريءَ ۾
# عشق ۽ محبت جي خوشبو!

هن سائنسي دَور جو انسان، هن ڌرتيءَ تي لوڀ ۽ لالچ جي اُڃ اُجهائڻ لاءِ دغا ۽ دولاب جي رُڃ پويان نهايت حيران ۽ پريشان نظر اچي ٿو. انساني سماج ۾ هي موجود ڇڪتاڻ ۽ مارڌاڙ عِلم ۽ تجربي جي کوٽ سبب کين آهي، پر هن عالمي بي چيني جو مُکيہ ڪارڻ لوڀ ۽ لالچ ۾ لُڙهي وڃڻ آهي، نتيجي ۾ انسانيت مصيبت جو شڪار ٿئي ٿي، سنڌ ۾ ڪيترائي عالم صوفي بزرگ آيا، جن سچ جي صدا ۽ حق جو هوڪو ڏيندي چيو تہ:

تو ۾ آهيان مان، مُون ۾ آهين تُون!

يعني پاڻ ۾ئي هڪ آهيون، جو چيو صبر جي شمشير سان ڪيني کي قتلام ڪرڻ جو چئي، امن امان جي ڳالهہ ڪئي، نلهن اکرن اُچارڻ بدران اندر اُجارڻ جو چيو. سچڻ ۽ ساٽيهہ کي وِسارڻ واري کي اٽاسو چيو **’هلو هلو! گورين، چِت نِيجي نِينهن!‘** چئي، محبت جي تلاش جو لاءِ چيو ’رنڊا روڙڻ ۽ چرخي چورڻ‘ جو چيو لوئيءَ جي لَڄ بچائڻ لاءِ سِر گهورڻ جو چيو اهڙن عظيم بزرگن ۾ شاهہ عبداللطيف جي عظمت هڪ حقيقت آهي. سنڌ جي ادبي تاج جي لاثاني گوهر جو جنم 1689ع ۾ حيدرآباد ضلعي، هالا ويجهو ڀئين پور هالا حويليءَ ۾ ٿيو. سندس شروعاتي پالنا، سندس والد بزرگ شاهہ حبيب جي دست شفقت سان ٿي، عام ماڻهن جي اِها راءِ آهي تہ شاهہ سائين ڪنهن وٽ بہ ظاهري تعليم ڪانہ ورتي هُئي، پر پوءِ بہ سڀني عِلمن ۽ فنن جو وڏو ڄاڻو هو ڪيس دُنوي علمن تي قدرت حاصل هئي، جنهن کي خدائي ذات چيو وڃي ٿو جنهن لاءِ سندس واضح لفظن ۾ هي گواهي آهي تہ:

سي اَڻ پَڙهيا ئِي پَڙهيا ٿِيا، جِن پَڙهايو پَاڻُ،
پِيا ڪُوڙين ڪِتابن سَاڻ، هُونئين وَتن هَلندا.

هِن مان معلوم ٿو ٿئي تہ ڪيس علم جي عنايت خود خدا کان ٿي هُئي، جنهن کي جمندي جام چٽبو آهي. شاھہ سائينءَ جو رسالو ٽيٽيهن سُرن تي مشتمل آهي، سندس هر هڪ سُر ۾ مضمون جي لحاظ کان ڪونہ ڪو پيغام پوشيده آهي، سندس هر هڪ سُر، هر هڪ سر جي هر هڪ سِٽ، بلڪہ هر هڪ حرف ۾ وڏي معنيٰ جا موتي مِلندا. شاھہ سائين جون سَت سُورميون آهن، جن ۾ هن پنهنجي شخصيت پلتي پڏري ڪئي آهي. هُو وڏو شاعر، وڏو محبتي ۽ وڏو عاشق هو سندس سُورمين جي سَتن سُرن ۾ خاص طرح عشق ۽ محبت جي سپاءَ جا جام ڇُلڪندي نظر ايندا. آءٌ هتي اُنهن سبق آموز عشق محبت جي ڪردارن متعلق وت ۽ وس آهر مختصر عرض ڪندس. شاھہ سائين پنهنجين سُورمين کان اهو ثابت ڪرايو آهي تہ عشق محبت کي ڏِسڻ ۽ پرکڻ لاءِ اُن دُوربينيءَ جي درڪار ٿي پوي، جيڪا انساني ڳوڙهن جي نهيل هُجي، ڇو تہ انساني اکين جو آب ئي آهي، جيڪو انسان کي عشق ۽ محبت جي رنگين اِندلٺ ڏيکاري ٿو! جنهن زمين جي انساني ڳوڙهن سان آبياري ٿئي ٿي، اُن مان سچ جا سُنا سَلا اُپري سگهن ٿا. حقيقت ۾ اُهي ڏک ئي آهن، جيڪي سُکن جو سير ٿا ڪرائين، عشق ۽ محبت جي راھہ ۾ ڏک ڏِسڻا ٿا پون، ڏُکن ڏسڻ کان سواءِ عشق محبت جو معراج نٿو ٿي سگهي، جهڙيءَ طرح سونارو سون جي سچائي کي پرکڻ لاءِ کيس باھہ ۾ وِجهندو آهي، تهڙيءَ طرح عاشق کي بہ محبت لاءِ ڏکن مان گذرڻو ٿو پوي، ڏک ئي سُکن جي سُونهن آهن، ڏُکن کان سواءِ سُک بيڪار آهن. شاھہ سائين عشق محبت وارن کي ٻُڌائي ٿو تہ اوهان کي محبتي هجڻ جي آزمائش لاءِ ڏکن عذابن جي آگ مان گذرڻو پوندو! اُن لاءِ شاھہ سائين پنهنجي دل جي ڪيفيت هن طرح بيان ڪئي آهي، چوي ٿو تہ:

ڏُک سُکَن جِي سُونهن، گهوريا سُک ڏُکن ري!

يا

جي تُون ڳالهہ مُئي، تہ ڳالهہ ئي گڏي پرينءَ کي،
ڳڏهن ڳا سُئي تہ ڳا سِکهي گڏي سَڄڻين!

اهڙيءَ طرح شاهہ سائين عشق محبت ڪندڙن کي، عشق محبت جي راهہ ۾ ڏکن سُورن جي آگاهي ڏيڻ ڪانپوءِ کين اڳواٽ تيار ٿيڻ جي تلقين ڪئي آهي. چوي ٿو تہ، عشق محبت ڪا ٻاراٽي راند ڪانہ آهي، سِر جو سانگو لاهي سِسيءَ کي نيزي تي چاڙهڻ جو چيو آهي، عِشق جي ميدان ۾ ڪُڏي ڪاهي پوڻ جو چيو آهي، عِشق کي نانگ جي ڏنگجڻ سان مُشابهت ڏني اٿس، ۽ اها خبر عشق جي نانگ کاڏل کان وٺڻ جو چيو اٿس، پاڻ عشق جي ڏنگيل جي حيثيت سان عشق محبت وارن سان هن طرح سان مخاطب ٿيندي چيو آهي تہ:

عِشق نَہ آهي رَاند، جِيئن ڪيڏنس ٻِيرُو،
سِسي نيزي ٻَاند، اُچل تَہ اَڏ ٿِئي!

يا

محبت جي مَيدان ۾ ڪُڏي پَئو ڳاهي،
ڇَڏيون سَانگو سَاهہ جو، لاهوتي لاهي،
عِشق آهي نانگ، خَبر کَاڏن کان پَوي.

شاهہ سائينءَ جي نظر ۾ محبت جو درجو نهايت بُلند آهي، اُن جي مقابلي ۾ دنيا جي ٻي ڪابہ شيءِ برابري ڪري نٿي سگهي. هن دنيا جون سڀ شيون محبت جي سهاري هيٺ ٽِڪيَن ٿيون، سڀني شين جي پشت پناهي محبت ئي ڪري ٿي، محبت جي طفيل ئي زمين ۽ آسمان قائم آهي، سج چنڊ تارا محبت جي ڪري ئي پنهنجي پنهنجي جڳهہ تي بيٺا آهن، محبت جي ڪري ئي هي ڪائنات قائم ٿي! محبت هڪ نادر شيءِ ۽ هڪ بي بها جوهر آهي، محبت هڪ پاڪ جذبو آهي، جوهر نفس جي دِل ۾ خدا جي خاص وديعت آهي، محبت فراخ دليءَ ۽ پاڪيزگي آهي، محبت نفس جي تقدس جو ٻيو نالو آهي، محبت جي تڪميل انسانيت آهي، آسمان کان

زمين ڏي ايندڙ سيني شين مان محبت سڀ کان وڏيڪ معصوم شيءِ آهي، محبت جي شاهراه کي ئي صراط مستقيم چئجي ٿو. محبت روح جي خواهش آهي، محبت ئي ڪونين جي تخيل جو سبب آهي، هن ساري دنيا جو قيام ۽ بقا محبت تي ئي ٻڌل آهي. الله تعاليٰ پنهنجي مخلوق سواءِ محبت جي ٻيو ڪجھ نٿو گهري، رُڳو محبت محبت پيو ٿو چوي! ڪهڙي نہ افسوس جي ڳالهہ چئجي، جو اهڙي پاڪيزه ۽ لُطف اندوز شيءِ کان انسان غافل رهي ٿو. جڏهن تہ عجب اهو آهي تہ محبت جو چشمو سندس ئي اندر ۾ موجود آهي! انهيءَ چشمي تائين پهچڻ لاءِ ڪنهن ڪشالي ڪڍڻ جي ضرورت نہ آهي، نہ ڪنهن وڏي محنت ڪرڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي، ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ محبت جي شمع جيڪا قلب جي اندر آهي، اُن کي روشن رکڻو آهي. شاهہ سائين پنهنجي محبوب کي مخاطب ٿيندي ڪيس چوي ٿو تہ، اي منهنجا محبوب! تُون منهنجي اکين ۾ اَچي ويهہ. تہ آءُ توکي اکيون ٻُوٽي بند ڪري توکي لِڪائي ڇڏيان تہ جيئن تو کي ڏيهہ وارا نہ ڏِسن، نہ وري آءُ تو کان سواءِ وري ڪنهن ٻئي کي ڏِسي سگهان! ٻئي هنڌ وري چوي ٿو تہ: منهنجا محبوب تو جيئن اڳ ۾ اکيون اکين ۾ مِلائي گهوري نهاريو هو، جيئن اکيون اکين ۾ کُپي ويون هُيون، تيئن وري بہ اکيون اکين ۾ ملائي ۽ اها اکين مِلائڻ جي عادت نرڙ تائين نياءِ! مون ۾ تہ گهڻائي عيب آهن پر تو ۾ تہ ڪو عيب ئي ڪونهي! شاهہ سائين پنهنجن محبت وارن لفظن کي پنهنجي جادو بيانيءَ سان محبت جي معراج تي هن طرح پهچايو آهي، چوي ٿو تہ:

اَکين ۾ ٿي ويهہ، تَہ واري ڇپر ڍَڪيان،
توکي ڏِسي نَہ ڏَيهہ، آءُ نہ پَسان ڪِي ٻِيو!

يا

جيئن ڪوڙي ڪنيون هئي، تيئن وري بہ ڪوڙ
اها عادت اکين، نيئي نيائج توڙ
مون ۾ عيب ڪروڙ، تو ۾ حرف نہ پانيان هڪڙو.

شاهہ سائين عشق ۽ محبت جا ٻہ قسم بيان ڪيا آهن. هڪڙو مجازي عشق ۽ ٻيو حقيقي عشق. جيڪو خدا جي طالبن جو عشق آهي، ظاهري طرح مجازي عشق کي گهٽي اهميت ڏني وئي آهي، ڇاڪاڻ تہ اُها عشق جي پهرين منزل آهي، المجاز قنطره الحقيقت عشق ٻئي ڀلا آهن. پر شرط اُهو آهي تہ اُنهن ۾ ڪابہ لالچ نہ هجي، محبت محض محبت جي خاطر ڪرڻ گهرجي، سِر ڏي سِر وٽ سودو سرو بدر هجي! انهيءَ لاءِ تہ اُن جي ابدي فضا ۾ مالڪ حقيقيءَ جي محبت جو نغمو ڪڏهن خاموش ٿي نہ وڃي، اهڙي قسم جي محبت ئي حقيقي محبت ٿي سگهي ٿي. تنگ دل انسان محبت نٿو ڪري سگهي، محبت بُلند ترين انساني صِفت آهي، جنهن ۾ جانثاري ۽ نفس جي قربانيءَ جي ضرورت هوندي آهي، پر جيڪڏهن محبت مان مراد ڪنهن شيءِ جي حاصل ڪرڻ جي لوڀ لالچ آهي تہ پوءِ اُن ڪان وڏيڪ ذليل شيءِ ٻي ڪانہ آهي، بس اِهو ئي سچي محبت ۽ ڪُوڙي محبت ۾ فرق آهي، سچي محبت ۾ ڪابہ لالچ وغيره نہ هوندي آهي. سسئي عشق ۽ محبت جي جدوجهد جو بُلند ڪردار آهي، پُنهل جي پُٺيان جبل جهاڳيندي، حال ڪان بي حال ٿي ڪري مري رهي هُئي ۽ عزرائيل سندس ساهہ وٺڻ لاءِ پهتو تہ هڪدم سُرت ۾ اچي وئي، سمجهيائين تہ پُنهل ماڻهو موڪليو آهي، سو عزرائيل ڪان پُڇيائين تہ ڇا تو کي پُنهل موڪليو آهي؟ شاهہ سائين انهي ڪيفيت جو اظهار هن ريت ڪيو آهي تہ:

اَچي عِزرائيل، سُتي جَاڳَائي سَسئِي،
ٿِي ڊوڙائي دَلِيل، تَہ پُنهون ماڻهو موڪليو.

هن دنيا ۾ عجيب و غريب رنگ بہ رنگي گوناگون خوبصورتي ۽ ڪشش نظر ايندي، جنهن کي ڏسي، انسان خود بہ خود اُن طرف مائل ٿي وڃي ٿو اهو انهيءَ ڪري جو هي ڪائنات ۽ انسان کي ناهڻ وارو هڪ ئي آهي، انهيءَ ڪري ئي اُنهن ٻنهي شين جو پاڻ ۾ گهرو ۽ گهاٽو تعلق آهي، اُنهيءَ خالق دنيا ۽ انسان ۾ محبت جو جذبو پيدا ڪيو آهي، انهيءَ محبت جي

صدقي ئي دنيا قائم آهي، دنيا ۽ انسان جي ناهڻ وارو خود هڪ مجسمہ محبت آهي، انسان انهيءَ خالق مالڪ جو هن دنيا ۾ نائب ٿي آيل آهي، تنهن ڪري پنهنجي خالق جي صفت اُن ۾ پڻ موجود آهي. الله تعاليٰ خود محبت آهي ۽ پنهنجي دنيا ۾ محبت ڪندڙن کي پسند ڪري ٿو انساني محبت جو حامل ٿي ڪري، محبت پري دنيا جي طرف ڇڪجي وڃي ٿو!

سنڌ جو نالیوارو حاڪم ڄام تماچي، نُوريءَ جي صورن ۽ سِيرت تي موهجي پيو ۽ سندس محبت ۾ اچي ساڻس شادي ڪري کيس پَٽ راڻيءَ بنائي ٿو ۽ هر وقت ساڻس گڏ ٿو رهي، ايتري قدر جو ميڇيءَ جو شڪار بہ نُوري نماڻيءَ سان گڏجي ٿو ڪري، يعني محبت جي ڪري نُوريءَ جي منزل ڄام تماچي آهي، ۽ ڄام تماچيءَ جي منزل نُوري آهي ۽ ٻئي هڪ ٻئي جي محبت ۾ هڪ ٿي ويا هُئا، نوريءَ ٻيڙي ٿي هلائي تہ ڄام تماچي وري ڄار هٿ ۾ ڪري، هُو ٻهو مُهاڻن وانگر ميڇيءَ جو شڪار ٿي ڪيو خبر ئي ڪانہ ٿي پئي تہ هُو هڪ ميڇي ماريندڙ مهاڻو آهي يا اُن وقت جو سنڌ جو بادشاهہ آهي، اهڙيءَ طرح محبت ۾ سالن جا سال گذريا. آخر دنيا فاني آهي، ڄام تماچيءَ جي زندگيءَ جا ڏينهن پورا ٿيا ۽ هن دنيا مان موڪلائڻ وارو هو جنهن تي نُوريءَ ڏاڍي پريشان ٿي ۽ پنهنجي وَر ڄام تماچيءَ جي وڏي ڄمار لاءِ دُعائون ٿي گُهريائين ۽ ڏُک ۾ پرجي چيائين ٿي تہ منهنجا ڪِلٽا وَر! تون تہ نہ مَر، منهنجي اکين جو ٺار آهين! مون کي اڪيلو ڇڏي نہ وڃ. ڪو وقت تہ ڪينجهر ۾ رهہ تہ محبت ۾ گڏجي گذاريون! شاهہ سائين، نُوريءَ جي محبت جي منظرنگاري هن طرح ڪئي آهي، چوي ٿو تہ:

مُئي هَٿ مَڪڙي، ڄَام هَٿ ۾ ڄَار،
سَجو ڏِينهن شِڪار، ڪِينجهر ۾ ڳالهہ هو.

يا

سِر سَلامت سُپرين، مُرڳڻ تُون نَہ مَريج،
آهين ٺَارُ اَکين جو، وَٺان مَ وَڃيج،

تَماچي تَڳيج، ڪي ڏِينهن ڪِينجهر ڳَنڍئين!

عشق محبت انسان جو فطري جذبو آهي، هر ماڻهو محبت ضرور ڪري ٿو محبت هڪ روشن صُبح آهي، جنهن جي شام پيدا ئي ڪانهي ٿي، محبت آبِ حيات جي اُها بُوند آهي، جيڪا مرده دلين کي زنده ڪري ٿي، محبت زندگيءَ جي سڀ کان پاڪ ۽ مُبارڪ برڪت آهي، محبت هڪ قُدرتي اَڪسير آهي، جو دل ۾ شگفتگي ۽ تازگي پيدا ڪري ٿو محبت اُهو نشو آهي، جنهن سان دل کي اهڙو سُڪون مِلي ٿو جو دنيا جا سڀئي خوف خطرا ختم ٿي وڃن ٿا!

ٿر ڄائي مارئيءَ کي پنهنجي ٿري ماروئڙن سان دلي محبت هئي، هن عصمت جي زره چاڙهي رکي هُئي، جنهن ڪري عمر بادشاهہ جي هر شيءِ کي ٺُڪرائي ڇڏيو هو عمر بادشاهہ آخري حربو هلائيندي کيس دڙڪا دهمان ڏئي، پنهنجي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، مارئي کيس مُخاطب ٿي چيو تہ: اي عمر بادشاهہ! تُون منهنجي جسم کي ڇيري لُوڻ وِجهي ڇڏ، پوءِ بہ تُنهنجي ڪانہ ٿيندس، ڇو تہ مون اهڙو گندو ڪم نہ ڪيو آهي، نہ هاڻ ڪنديس، جيستائين منهنجي سِسيءَ ۾ ساهہ آهي، تيستائين پِرت پنهوارن سان آهي. شاهہ سائين، مارئيءَ جي لاثاني لَڇڻ کي بيان ڪندي چوي ٿو تہ:

جي لُوڻ لِڱين لائين، ڇِيري ڇِيري چَم،
مُون ڪُر اَڳي نَہ ڪَيو، اهڙو ڪوجهو ڪَم،
جَان جَان دَعويٰ دَم، تَان تَان پِرت پَنهوار سِين.

عشق يا محبت فطرت آهي، جيڪا شيءِ فطرت کي پنهنجو ڪري ٿي اُها دائم قائم رهي ٿي، جيڪا شيءِ فطرت کان بي پرواهہ رهي ٿي، سا هميشہ خطري ۾ رهي ٿي. انسان هِن دُنيا ۾ خدا جو خليفو آهي، سندس خلافت تڏهن قائم رهي سگهي ٿي، جڏهن هن مالڪ حقيقيءَ جي قانون فطرت کي قائم رکندو، اهو قانون سواءِ محبت جي ٻيو ڪونهي، انهيءَ محبت جي باعث دنيا جون سڀ شيون پنهنجي نائب جي حوالي ڪيون آهن، تنهن ڪري اُهو سندس

نائب ايستائين سندس منظور نظر رهي سگهي ٿو جيستائين هُو سندس محبت جي قانون کي پُوري طرح هلائي ٿو پر انسان اهڙو تہ ڪج فهم آهي، جو فطرت جي قانون کان مُنهن موڙي غافل ٿو رهي ۽ ائين ڪرڻ سان پنهنجي مالڪ جي نظر ۾ ڪِري ٿو پوي، انسان هوڏانهن ٿو چاهي تہ ڪيس آرام نصيب ٿئي ۽ سُڪون قلب حاصل ٿئي ۽ ڪيس معلوم بہ آهي تہ اِهي سڀ ڳالهيون فطري اُصول محبت جي ذريعي ئي حاصل ٿي سگهن ٿيون، پر پوءِ بہ هي نادان، جنهن محبت جي ٻيڙيءَ ۾ سوار آهي، اُن کي سوراخ ڪري، پاڻ تہ ٻُڏي ٿو پر ٻين کي بہ ٻوڙي ٿو! اِهو آهي مايا جو موهہ جو چوي ٿو تہ اچا بہ ڪپي! هي جهيڙا جهڳڙا نفرتون ۽ مصيبتون، سڀ جون سڀ انهيءَ غلطيءَ جو نتيجو آهن. جو انسان محبت جو دامن ڇڏي ڪُلفت ۾ ڪاهي پيو آهي، مِڙني مصيبتن جو ڇوٽڪارو شاهہ سائينءَ جي ڏنل محبت جي پيغام ۾ موجود آهي، جيڪو اَهل سنڌ سان گڏ بي نوع انسان لاءِ راهہ هدايت جي حيثيت رکي ٿو. مرشد لطيف مهان محبتي هو هن سنڌ جي خوشحالي ۽ سُڪار لاءِ دُعائون گهُريون ۽ اُن سان گڏ ڪُل ڪائنات لاءِ دُعا خير گهُري، اُن جو مثال پوري عالمي ادب ۾ ڪونہ ٿو مِلي. مرشد لطيف اَٿاهہ محبت جي جذبي ۾ اچي اکيون بند ڪري، ٻئي هٿ آسمان طرف کڻي چيو تہ:

سَائِينم سَدائِين ڪَرين مَٿي سِنڌ سُڪار،
دوست تُون دِلدار، عَالم سَڀ آباد ڪَرين.

عشق سلامت سدا سلامت!

[روزاني مقدمو ڪراچي، ڇنڇر 30 جنوري 2010ع ۾ ڇپيل.]



# شاهہ جي شاعريءَ ۾ راڳ جي رُوحاني برڪت جو بيان!

شاهہ عبداللطيف، جيڪو سنڌ جو وڏو بُزرگ وڏو وارث وسيلو آهي، جنهن ٻِيائيءَ کي ٻن وجهڻ جو سبق ڏنو. دِل کي ڪِيني ۽ حسد کان ڌوئي صاف ڪرڻ جي هدايت ڪئي، صبر جي شمشير سان ڪيني کي قتلام ڪرڻ جو پيغام ڏنو. سُجود کان اڳ وُجود وِڃائڻ جو درس ڏنو. ٿلهن اکرن اُچارڻ بدران اندر اُجارڻ جو راز سَليو ۽ محبت پائي من ۾ رنڊاروڙڻ ۽ چَرخي چورڻ جو چيو. هُو سورمين جو شاعر بہ آهي تہ ساڳي وقت سُورمن جو شاعر بہ آهي. شاهہ سائين پنهنجي سُر سورٺ ۾ راڳ جي رُوحاني برڪت جو بيان ڪيو آهي. هي هڪ تاريخي حقيقت آهي تہ شاهہ سائينءَ کي ساز آواز ۾ رقص سان بيحد پيار هو. سندس چوڻ هو تہ منهنجي اندر ۾ محبت جو هڪ ٻوٽو آهي، اُن جي آبياري ساز ۽ آواز سان ٿي ٿئي، جي نہ تہ هُو ڪومائجي ٿو وڃي، اُن کي شاد آباد رکڻ لاءِ ساز ۽ آواز منهنجي مجبوري آهي، اُن لاءِ بزرگ هستي روحل سائين جي گواهي آهي تہ:

جِن ويراڳ وُجود ۾، روحل سي رَاٽا،
اَچي دَر دوستن جي، سُرن سَاماٽا،
اُهي اَگهاٽا، جِن وَرتي وَاٽ ويراڳَ جِي.

تاريخي ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي تہ گذريل زماني ۾ راجائن جي درٻارن ۾ اڪثر وڏا وڏا راڳيندڙ رهندا هُئا، ۽ جڏهن بہ اُهي راڳيندڙ بادشاهن جي ڪچهرين ۾ داخل ٿيندا هُئا، تڏهن کين وڏي عزت مِلندي هُئي، هُو توڙي جو غريب هوندا هُئا، پر سندن راڳ جي فن جو فيض راجائن کي بہ سندن محتاج بڻائيندو هو. سَسئي توڙي سُهڻيءَ جون قربانيون پنهنجي جاءِ تي لاثاني آهن،

پر راڳ جي قدرداني ڪندي، راجا **راءِ ڏياچ**، جنهن پنهنجو سِر پنهنجي هٿن سان ڪٽي، ٻيجل کي ڏنو! اهڙي قربانيءَ جو ٻُڌي مرشد لطيف حيرت ۾ اچي ويو. ڇاڪاڻ تہ مرشد لطيف جي جان جو جياپو ۽ رُوح جي راحت راڳ هو ۽ راجا راءِ ڏياچ کي سُورميءَ سڏجڻ جو لائق سمجهيائين. ٻئي راڳ ويراڳ جا عاشق هُئا، اصل اِئين ڪٿي چئجي تہ هڪڙي راڳ جي عاشق، ٻئي راڳ جي عاشق جي دل جي ڪئميرا سان تصوير ڪڍي پيش ڪئي آهي. شاهہ سائينءَ سُر سورٺ ۾ راجا راءِ ڏياچ جي دل جا نقش پنهنجي شاعريءَ ۾ جيڪي چِٽيا آهن، اُن جو مثال پوري دنيا ۾ نٿو ملي، جو راڳ جي صدقي، ڪنهن سُر جي قرباني، پنهنجي هٿن سان ڏني هُجي! راجا راءِ ڏياچ، جنهن کي راءِ ڪنگهار بہ چوندا آهن، سو گِرنار جو راجا هو جنهن کي پيار محبت مان گِرنار جو گُل بہ چوندا هُئا، راجا جي امڙ جو نالو روري هو 'مُرڪي مَر مَاتا، روري راجا راءِ ڏياچ جي.' راجا جي پَٽ راڻيءَ جو نالو سورٺ هو جنهن کي مايون ٻايون ڏايون گهٽي ئي هُيون، ۽ راجا راءِ ڏياچ جهڙو ڏاتار سندس وَر هو جو حاتم طائي جهڙو مشهور سخي بہ هن کان سخاوت ۾ سرس ڪين هو:

سَوين سُوالي سَگهيا، دَاتا ڏَئي دَانُ!

هن سخيءَ وٽان ڪنهن بہ سُواليءَ جو هٿ خالي نہ موٽيو هي راجا نہ رُڳو ڏاتار هو پر راجائي بدن ۾ فقيري رُوح سمايل هُئس، هرويرو جهڙي تهڙي ساڏو ڀائي جي ور چڙهڻ وارو ڪين هو پر رَندن ۽ عارفن جو طلبگار هو مطلب تہ:

دِل بَہ يَار دَست بَہ ڪَار

جي زنده تصوير هو وڏيڪ اِئين ڪٿي چئجي تہ پنهنجي جياپي ۾ راز رُوحاني جو طالب هو ڪنهن ڏينهن راجا جي شهر جُهونا ڳڙهہ ۾ هڪ عجيب و غريب عطائي آيو نالو سچل ڏاڍو سُهڻو سيبتو نمڪين ڇهري وارو هو جوڳين وارو لباس پهريل هوس، هڪ ساز همٿ ۾ هوس، جنهن کي چَنگ ٿي چيائون، جوڳي جي چَنگ ۾ ڪو راڳ جو راز سمايل هو جو اُن جو آواز

ٻُڏي جهنگل جا مِرونءَ بہ شوخي ڇڏي, ڪنڌ نمائي سندس اڳيان اچي بيهندا هئا. اهڙو بہ هو ٻيجل راڳيءَ جو چنگ, هُو جهنگ جبل جهاڳي, پيرين پنڌ ڪري گِرنار جي قلعي وٽ راجا راءِ ڏياچ جي ڏيڍيءَ وٽ ڪئي نوڪر چاڪر دربان پُنيان هُئا. پر سيني تي اهڙي ڇايا وِجهي ڇڏيائين, جو ڪير ڪُڇيو بہ ڪونہ. ڏيڍيءَ تي بيهي ڏاڍي ميٺاج سان چيائين تہ: ’دَربان دَر کول, آءُ پرديسي مَڱڻو!‘ دربان در کوليو ۽ چارڻ ڏيڍيءَ کان اندر ٿي, راجا جي رنگ محل جي هيٺان اچي ويٺو فجر مهل راجا رنگ محل ۾ سُتل هو ٻيجل چنگ کي ڇوريو سُرندي جي مڌر آواز يعني رُون رُون يا تُون تُون جي آواز راجا جي اکين مان ننڊ کي تڙي ڪڍي ڇڏيو ۽ راجا وڏو ڇرڪ ڀري اُٿي ڪڙو ٿيو. هيٺ جهاتي پائي ڏِٺائين تہ هيٺ هڪ سُهڻو سبيتو عطائي ويٺو ڳائي وڄائي, راجا ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کيس مٿي اچڻ لاءِ چيو ٻيجل چيو تہ:

اُونچو تُون عَرش تي, آءُ پُورو مَٿي پُونءِ!

راجا چيو تہ هِن منگتي منهنجي دل اندر درد جا درياهہ وَهائي ڇڏيا آهن, ۽ پوءِ حُڪم ڪري, ٻيجل کي مٿي پاڻ وٽ گُهرائي ورتو. شايد راجا راءِ ڏياچ جي دل جي دري کُلي پئي, اڳئين جنم جي ناتي جو روشن نِشان پِيس ۽ ٻيجل کي عزت سان پاڻ سان گڏ ويهاريائين ۽ چيائينس اي چارڻ! اهڙو بِرہ جو آواز ڪيئن ٿو ڪڍين, جو اسان جون دليون ڪٽيو ٿو وڃين؟ اڙي مڱڻهار! تُون ڀَلين آئين, جيءُ آئين! تہ پوءِ چڱو ڀلا هاڻ الله جي ڏِني مان ڪجهہ ٻڌاءِ! ڳائڻو بہ ڪو اسراري هو تنهن راجا کي چيو تہ, حُضور! مون تہ اوهان کي اجا هڪڙو سُر ٻُڌايو آهي, منهنجي سُر ۾ ڪيترن ئي قسمن جا اسراري آلاپ آهن, جيڪي حُڪم ڪريو سو ٻُڌايان! پر مون کي ٻُڌايو تہ ڏيندؤ ڇا؟ راجا تہ وڏو سخي مرد هو تنهن ٻيجل کي چيو تہ ٻُڌ منهنجا ٻيجل! مُون وٽ تہ مال متاع جي ڪابہ ڪمي ڪانهي, تو کي ايترو تہ ڏيندس, جو بلڪل راضي ٿي ويندين, پوءِ راجا حُڪم ڪيو تہ هن راڳيءَ کي ايترو تہ ڏيو, جو پاڻ چوي تہ هاڻ بس! سو خزاني جا در کُلي ويا, ڪئي تازا گهوڙا, سونن سنجن سان اچي

ويا، پلنگ پتراٽيون، پالڪيون، نوَ لک ناٽي نيل يعني ڪئي ارب ڪرب رُپيا ڏنائونس، پر راجا جي چڙهيءَ جو هڪ سهڻو هاٿي هو، اهو بہ ڏنائونس، راجا چيس راڳي! جيڪي وٺئي سو ڪڻ، ٻيجل راجا راءِ ڏياچ ڏي گهوري نهاري چيو تہ اي راجا! تو ڀانئيو تہ آءٌ ڪو پينو فقير آهيان، جو پئسن لاءِ ٿو تَند هڻان! مرشد لطيف راجا راءِ ڏياچ ۽ ٻيجل جي وچ ۾ ٿيل گُفتگو کي موتين جي مالها وانگر پوئي، هن طرح پيش ڪيو آهي تہ:

مُون وَٽ مَال مَتاع جِي، ڪَمي ڪانهي،
تَو دَس ڏِيان مَڱڻا، رُوح رَچندا دَانُ!

يا

پَائي پَٽ ڪَٽا، مُون تَان مُور نَہ مَڱيا،
تَازي طَنبيلن ۾ گهوڙا گَهر گَهڻا،
هَاٿي ڪَارڻ هيڪڙي، آءٌ ڪَا تَند هَڻان!

ٻيجل، راجا راءِ ڏِياچ سان اڪيون اکين ۾ مِلائي مخاطب ٿي چيو تہ:

پَلئہ پيري پَر، پَالهو پَاند پينار جو!

اي راجا! تُون ظاهر ۾ تہ راجا آهين، پر دل فقيرن واري ٿو رکين، منهنجي اندر جي صدا توکي معلوم آهي تہ آءٌ تو وٽ ڪهڙي ڪم لاءِ آيو آهيان، پر ڪن ڏينم تہ ٻُڌايائين! راجا جون اکيون کُلڻ لڳيون، پَر پَوَڻ لڳس تہ هي مڱڻو تہ ڪو مون کان بہ وڏي دل وارو آهي، پر ڇا لاءِ آيو آهي؟ پُڇي پڪ ڪريان! راجا سِرڪي اڳيرو ٿي ڪَن ڏِنس ۽ مڱڻي بہ سَربات ڪري ڪُجھ ڪَن ۾ چيس، ڳالهہ ٻُڌي راجا مُشڪيو سندس هي مُرڪ ڏاڍي مزيدار ٿي لَڳِي، امير، وزير، اَمراءُ عاقل، وڏا وڏا دانا وينا هُئا، جِن اُهو سڀ ڪُجھ ويني ڏِٺو ۽ سيئي مُنجهي پيا تہ مڱڻو راجا سان ڪهڙيون راز ۽ رَمز جون ڳالهيون پيو ڪري، جو سندس مُنهن تان مُرڪ ئي نہ ٿي لهي، ڇا ماجرا آهي! مايون، دايون، ٻايون ۽ ٻانهيون سڀني اهو رنگ ويٺي ڏٺو پر سمجهہ ۾ ڪُجھ نہ ٿي آين تہ، ڪهڙو راز آهي؟ هڪڙي خبر ٻيجل کي هُئي ۽ ٻي خبر راجا راءِ ڏِياچ کي هُئي، ٻيا سڀ حيرت ۾ حيران هُئا، ڪين ڪا ڪَل ئي

ڪانہ هُئي، تڏهن راجا راءِ ڏياچ، اوچتو ٻيجل جي پيرن تي ڪِري پيو ۽ هٿ جوڙي چيائينس تہ اي ٻيجل! تُنهنجي قدم قدم تان قُربان ٿيان. تو جيڪا ڳالهہ مُون سان ڳَن ۾ ڪئي، تنهن سيني ڪي وِسوَسي ۾ وِجهي ڇڏيو آهي، هاڻ اها ڳالهہ کُلم کُلا چئو تہ سڀ ٻُڌن تہ تو ڪي ڇا کپي؟ تڏهن ٻيجل چيو تہ: 'عثمان نہ گُهري مَگڻو جَا جڪ گُهري جِيءُ! اِهو ٻُڌي سورٺ جي پيرن هيٺان زمين نِڪري وئي، امير وزير، مايون، دايون، ٻايون پريشانيءَ جي عالم ۾ اچي رَڙيون ڪيائون! هوڏانهن راجا راءِ ڏياچ تہ ڪنهن ٻئي حال ۾ داخل هو تنهن جي دل ۾ ذَري برابر بہ ڪو ڊپ ڊاءُ ڪونہ هو ٻيجل سان مُخاطب ٿيندي چيائين تہ اي ٻيجل! تُنهنجي چنگ ۾ توحيد جي تنوار آهي، اُن هيڪڙائي ۽ لاشرڪت جي تنوار تہ مُون کي فَنا ڪري ڇڏيو آهي، آءٌ چوان ٿو تہ مُنهنجي مٿي تي جي ڪوڙئين ڪپار (سِر) هُجن تہ آءٌ هڪڙي هڪڙي سِر کي سئو سئو ڀيرا ڪَپي تُنهنجي حوالي ڪريان، ڇاڪاڻ تہ تُنهنجيءَ تند جي تنوار، مُنهنجي سِر کان گهڻو وڌيڪ آهي، راجا راءِ ڏياچ جي دل جي ڪيفيت کي مرشد لطيف هن طرح بيان ڪيو آهي، چوي ٿو تہ:

وَحدَهُ لاَشَرِيڪَ لَهُ تَندَن اِيءَ تَنوار،
مُون کي تُنهنجِي وار، فِڪر کَٽي فَنا ڪَيو.

يا

مَٿي تي مُنهنجي، جي ڪوڙين هُئن ڪَپار،
تَہ وَاري وَاري وَڍيان، سسي سَئو وَار،
تَہ پڻ تَند تَنوار، تُنهنجي مَٿاهِين مَگڻا!

راجا راءِ ڏياچ ٻيجل سان مخاطب ٿيندي چيو تہ. اي ٻيجل! مون کي سئو سِر هُجن تہ لاهي هِڪ هِڪ ڪري تو کي ڏئي ڇڏيان، پر ڏڙ مٿان سِر هڪڙوئي آهي، جو 'توکي ڏِيندي لَڄ پئي ٿئي،' ڇاڪاڻ تہ تُون اُهو راڳي آهين، جو تو کي جيترو گهڻو ڏِجي، اوترو ٿورو ٿو سمجهان. منهنجي سِر ۾ هَڏي ۽ چَم کان سواءِ ٻيو تہ ڪُجهہ ناهي، اصل هڪ مرچ جيترو بہ مال ڪونهي، اها تِڇ جهڙي شيءِ توکي ٿي گُهرجي، تہ پوءِ آءٌ اهو سِر هڪ ڀيرو نہ.

پر وِيھہ پيرا وَڍي ڏيان! منهنجا اهڙا سئو سِر هڪ پاسي هُجن، ٻئي پاسي تُنهنجي تَند هُجي تہ تارازو جي تند وارو پاسو ڳرو هُوندو. شاهہ سائين، راجا راءِ ڏياچ جي دل جي ڪيفيت جو اظهار هن طرح ڪيو آهي تہ:

جَنهن ۾ مَال نَہ مِري جيترو، تَنهن تُون طَمعدار،
جي اَچئي ڳم ڳپارُ، تَہ وِيھہ پيرا وَڍي ڏِيان.

يا

تَند بَرابر توريان، جي سَئو سِرن پَائي،
تَان اُتَل اَوڏانهن ٿِئي، جَيڏانهن ٻيجل ٻُرائي،
هِي سَڪٽو هَڏ آهي، سر ۾ سَجڻ نَاهہ ڪني!

ٻيجل، راجا راءِ ڏياچ جي اهڙي درياهہ دلي ڏِسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ راجا کي چيائين تہ ’تُنهنجي حالت اِها آهي تہ پوءِ راڳداريآءَ جي راز ٻُڌائڻ لاءِ آءٌ بہ تيار آهيان، سو واڄو هٿ ۾ ڪري وڄائڻ شروع ڪيائين. واڄو بِرهہ جو ڪينرو هو سو هٿ لڳڻ سان ڪِنجهڻ لڳو! اهڙي تند راجا جي اڳيان هَنيائين، جو هُو هر ڳالهہ کان واقف ٿيو، جڏهن قادر مطلق جي هستيءَ کان واقف ٿيو تہ سڀ وَهم گُمان ختم ٿي ويس، وجود وڃائڻ واري رمز لڳيس:

ڪنجهي ڪِيرت ڪينرو، وَاڄو ولائتي،
هَنيائِين تَند حُضور ۾ پَارس پيرائتي،
سُڻندي سلطان کي، ظاهر ٿيو ذاتي،
ڳَيندي ڳَاتِي، وِڌائِين ڳرت ڳپار ۾.

ٻيجل، راجا راءِ ڏياچ جو سِر ڪٽي ويندو هو سُورٺ وَر جي وِڇوڙي سبب سخت پريشان ٿي ۽ سندس زندگي بي مزي بنجي وئي، آخر سورٺ پنهنجي وَر جو وِڇوڙو سهي ڪانہ سگهي ۽ وَر سان گڏ ساڳي چِکيا تي چڙهي اَگنيءَ ۾ سڙي خاڪ درخاڪ ٿي وئي.

[روزاني عبرت حيدرآباد، اربع 19 جنوري 2011ع ۾ ڇپيو.]



# سچل سائينءَ کي مليل پيڙائيءَ جي وِرڇ !

سنڌ جي مُشڪان موچاري مٽيءَ نهايت مردم خيز رهي آهي، جنهن پيڙائي ۽ سچل سرمست جهڙا بزرگ شاعر پيدا ڪيا، سندن شاعري ۽ ٻوليءَ جو ميناج عوامي زندگيءَ جي صحيح عڪاسي ٿو ڪري، سندن فڪر جي وُسعت ۽ جذبي جي سچائيءَ سبب سندن شاعري سنڌ جي هر طبقي ۽ هر حلقي ۾ وڏي ذوق ۽ شوق سان ٻُڌي، پڙهي ۽ ڳائي وڃي ٿي، پر بين الاقوامي سطح تي بہ هينئر سندن شاعريءَ جي چڱي پرکڙ پئجي وئي آهي، سندن شاعريءَ جون ڪيتريون ئي خوشبودار خوبيون ۽ خصوصيتون هڪجهڙيون آهن ۽ ٻئي شاعر وحدت الوجود جا قائل آهن، اُن فِڪر ۽ فلسفي کي پنهنجي راز ۽ انداز سان سجايو ۽ ذهين نشين ڪرايو آهي، ٻنهي شاعرن سنڌ جي اڪثر رومانوي داستانن جي تمثيلن ۾ پنهنجو مقصد بيان ڪيو آهي، ان سان گڏ تمثيلون ۽ تشبيهون پنهنجي ماحول ۽ سماج مان اخذ ڪري سنڌ جي ثقافت، تهذيب ۽ تمدن کي چَمڪائي چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر روشن ڪيو آهي، ۽ ٻئي شاعر پنهنجي معاشي توڙي معاشرتي حالتن کان تمام متاثر نظر اچن ٿا، ٻنهي بُزرگ شاعرن پنهنجي اندر ۾ ليئو پائي خُدا کي ڏِٺو ۽ مِڙني ۾ مالڪ حقيقي کي پَسيو آهي. شاهہ سائين هڪ هنڌ فرمايو آهي تہ:

پِيهي جَان پَاڻ ۾، ڪَيَم رُوحَ رِهَاڻ،
تَہ نَہ ڪَو ڏُونگَر ڏيهَ ۾، نَہ ڪَا ڪيچَن ڪَاڻ،
پُنهون ٿِيَس پَاڻ، سَسئِي تَان سُور هُئا.

ساڳي ڳالهہ سچل سائين، پنهنجي جادو بيانيءَ سان هن طرح ڪئي آهي، چوي ٿو تہ:

پيهي پَروڙِيوم، تَان پُنهون پَاڻ ئِي آهيان،
پَاڻ ئِي مَنجَهان پَاڻ کي، هِي پَڙلاءُ پِيوم،

صَحِيح ڪَن ڪَيوم، تَہ غَير گُمان اُتي ويا!

يا

عَاشق عِشق ۽ مَعشوق، اُھو ئِي ذَاءُ ڏاڍو ڪَيو ڏاھي،
پَنھنجي پَاڻ پَسَائِڻ ڪَارَڻ، نَاھہ لَڪين تو نَاھي،
اُھو اَندر ٻَاھر، ڪِيئَن چَوان اِئين نَاھي!

يا

ذَات صَفات ھڪائي آھي، ٻول نَہ وِجھين ٻولي
سوئي اَندر سوئي ٻَاھر، سوئي تنھنجي چولي،
تَو ۾ مُون ۾ هَر جَاءِ، سَچل سَچ تَو ٻولي،

سنڌي سماج ۾ ظُلم ڏاڍ ۽ بربريت کي ڏسي سندن دل تڙپي ٿي اُتي،
اُن بابت شاھہ سائين ھڪ ھنڌ فرمايو آھي تہ:

ڳَڍي ڳَان ڳُمان مَان، مِيَان مَار مَ مُون،
مُون ۾ آھين تُون، مَتان تُنھنجو ئِي توکي لَڳي.

سچل سائين بہ ساڳي ڳالھہ ھن طرح ڪئي آھي چوي ٿو تہ:

مُون ۾ آھين تُون، تو ۾ آھيان مان،
جِيئَن ٻِجلي بَادل سَان، شَامل آھي سُپرين!

غور ۽ فڪر سان ڏٺو ويندو تہ مٿين ٻنھي شعرن ۾ مقصد ۽ مضمون جي لحاظ سان ھڪ جھڙائي موجود آھي، پر اُن جي باوجود بہ سچل سائين پنھنجي فطري ڏات ۽ شاعرانہ قُوت سان نيت نَيون نَيون راھون گھڙيندي ساڳي مضمون ۽ مقصد کي ھڪ نئين انداز ۾ پيش ڪري شاھہ سائين جي ڳُني جو ڍڪڻ لاھي، جِدت ۽ اِنفراديت کان ڪم وٺي، پُراثر ۽ چِٽو بيان ڪيو آھي، آءٌ ھتي ٻنھي شاعرن جي ھڪ جھڙين خوبين ۽ خصوصيتن سان گڏ، سچل سائين جي جِدت ۽ انفراديت جو تجزيو پيش ڪندس. شاھہ سائينءَ جا رومانوي داستان، مومل راڻو نُوريءَ ڄام تماچي، مارئي، سورٺ راءِ ڏياچ جا قصا شامل آھن. شاھہ سائينءَ جي رسالي ۾ سُر مومل راڻي جو داستان موجود آھي، جيڪو ھڪ عشقيہ داستان مشھور آھي. مومل جنھن ڪمري ۾ راڻي سان رھي، جنھن پلنگ تي راڻي ميندڙي سان ليٽي، جنھن وِھاڻي تي ساڻس گڏ ڪنڌ رکي، مُنھن، مُنھن سان ۽ اکيون، اکين سان مِلائي پريم ۽ محبت جون ڳالھيون ڪري، خوش ٿي گذاريو ۽ راڻي جي وڇوڙي

ڪان پوءِ سخت پريشان ٿي وئي. سچل سائين جي رِسالي ۾ بہ ساڳيو قصو موجود آهي، پر سندس ڪلام جُدا گانہ رنگ ۽ ڍنگ سان چيل آهي. شاهہ سائينءَ جي ڪيل ڳالهہ محتاط انداز سان نظر ايندي، شاهہ سائينءَ مومل جي جذبات، احساسات ۽ جاڳي راتيون گذارڻ ڪاڪ جو ڪانگ اُڏارڻ جو ذڪر سندس ئي زبان، هن طرح بيان ڪرائي آهي تہ:

شَمَع ٻَاريندي شَب، پِرهہ ٻَاڪُون ڳَڏيون،
موٽ مَران ٿِي مينڌرا، راٽا ڳَارڻ رَب،
تُنهنجِي تَات طَلب، ڪَانگ اُڏايم ڪَاڪَ جَا.

سچل سائينءَ جي ساڳي ڪيل ڳالهہ پُراثر نوع نظر ايندي. هن مُومل جي جذبات ۽ احساسن کي مختلف انداز ۾ پيش ڪيو آهي ۽ مُومل کي راڻي سان مُخاطب ٿيندي، هن طرح چَوِرايو اٿس تہ:

هِڪ جُوءِ ٻِي جَوءِ چَڏِين ڪِين جوان،
اُهي ئي اِنسان، جي نَنگن تَان نِثار ٿِيا.

يا

هِڪ جُوءِ ٻِي جَوءِ مَرد نَہ ڇَڏين مينڌرا،
تو پڻ پِرين پَوءِ، ڳوهہ لَڄايو ڪَاڪَ کي.

يا

سُومل سَان سُمهڻ جَا، ڏاڍا ڏِنم ڏُک،
سوڍِي وارا سُک، مِلڻ مُون مُشڪل ٿِيا،

يا

مَرد ٿِي مينڌرا، سوڍا سَڳَ سُڄاڻ،
ڳوهہ لَڄَائين پَاڻ، نَاحق وينو نِينهن کي.

يا

سوڍا هِن سَڙيءَ جو لَهِي وَڃ سَماءُ
ويري وِڏو وِچ ۾، آهي وير وَڌاءُ
مون تي لڳندو ڪو نہ ڪو پيارا پاڻي پاءُ
هيڪر هيڏي آءُ، تہ پِرولي پَڌر ٿِئي.

شاهہ سائينءَ جي رُومانوي داستان نوريءَ ڄام تماچي جي سُر ڪاموڏ ۾ ڪافي بيت چيل آهن، ۽ سچل سائينءَ جي رِسالي ۾ بہ ڪوڙ سارا

بيت مِلن ٿا. شاهہ سائينءَ سُر ڪاموڏ ۾ نُوريءَ جي واتان هن طرح چَوِرايو آهي تہ:

ٿُون سَمُون آءٌ گَندري، مُون ۾ عَيبن جُوءِ،
پَسي رَاڻين روءِ، مَتان مَانگر مَٽئين!

يا

مُهاڻيءَ جي مَن ۾، نَہ گيرب نہ گَاءُ
نيڻَن سِين نَاز ڪَري، رِيجَهايَائِين رَاءُ
سَمو سَپنين مِلاءِ، هيريائين حَرفت سِين.

ٻئي هنڌ وري شاهہ سائين نوري نماڻي جي مائٽن گندرن مهاڻن جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي تہ:

ٻَارا ۽ ڪَارا، مَال جِنين جو مَڪڙيون،
تَماچي جي تَڪئي، اَچن سَويرا،
هِي مَڇيءَ مَارا، سَمي سي سيڻ ڪَيا.

سچل سائين وري نُوريءَ کان هن ريت چَوِرايو آهي تہ:

ٿُون سَمون سَائين، آءٌ مِي مُهاڻي آهيان،
مُون لَڄ رَهائِين، جو پَلئو لَڳي اَوهانجي.

سچل سائين ڪينجهر جي گندرن مُهاڻن جو وڏيڪ ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ: اُهي مهاڻا، جيڪي پيرن اُگهاڙا ۽ ميرن پيرن سان پيا گُهمندا هُئا ۽ پاڻيءَ ۾ پيا ٽُٻڪندا هُئا، سي ڄام تماچيءَ سان مِٽيءَ ڪرڻ کان پوءِ ڏاڍي ٺَٺ ٺَانگر ۽ شان شوڪت سان زندگي گُذارڻ لڳا آهن تہ:

پير اگهاڙا منهن مير، پاڻي پوندي جن هئا
سي اڄ ٻڌيو وتن سر تي چاهہ منجها جيرا
ماڻڪ موتي منهن تي، هئا تنين هيرا
ڪات سپ ڪيرا، سگهڙ سمي ڄام جا

يا

ٿُون سَمون، آءٌ گَندري، ٿُون ڄَامن سَندو ڄَامِ،
ڄَامِ سَما تو سَامِ، نِڌر نُوِري آهي پِي.

نُوريءَ نماڻيءَ راجائي رنگ محلن ۾ رهي ڪري 'ڪِڪي هَاڻيون ڪَاريون، ڇِڇِيءَ هَاڻا ڇَڄ' ياد ڪرڻ، رنگ بہ رنگي هِندورن ۾ لُڏندي پُراڻن

پکن ۾ جُهوپڙين وارا ڏينهن نہ وِسارڻ، نرم بسترن تي ليٽندي سخت کهرا تڏا سَنڀالڻ، رُپين سان رانديون ڪندي ۽ لَعلون لتيندي گڏريل مسڪيني حال کي اکين اڳيان آڻڻ، شاهي سَت رَڇيون ڪائيندي، کِکين وارن ڪَاچن جون، يادگيريون دل ۾ ڏَرڻ، پَٽ راڻيءَ تي ڪري بہ مُهاڻين واريون ڄاريون ۽ مڇين واريون ڪاريون خيال ۾ رکڻ، سُني زندگي ماڻيندي بہ ڏُکن وارو وقت نہ وِسارڻ بي عيب هُوندي بہ پاڻ کي عيبدار سمجهڻ ۽ حَيا ۽ شَرم وِچان سدائين ڳنڍ هيٺ ڪري هلڻ، اُهو آهي اعليٰ سِيرت وارين عورتن جو اُهڃاڻ! جڏهن ڄام تماچي، نُوريءَ کي نوازيو، تڏهن ئي ڄام تماچي ناميارو حاڪم ٿيو. سنڌ ۾ ڪيترائي سما وڏا حاڪم ٿي گُذريا آهن، جن جو ڄام تماچيءَ کان وڌو دبدبو هو پر اُهي ياد بہ ڪونہ آهن، پر اڄ ڄام تماچيءَ جي ياد تازي آهي، سچ تہ نُوريءَ ئي ڄام تماچي کي اهو بنايو. شاهہ سائين هڪ هنڌ فرمايو آهي تہ:

مُئي هَٿ مَڪڙي، ڄَام هَٿ ۾ ڄَار،
سَچو ڏِينهن شِڪار، ڪِينجهر ۾ ڳالهہ هو.

شاهہ سائين پنهنجي سُر مارئي ۾ جيڪا منظر نگاري ڪئي آهي، سا نهايت حيرت ۾ وِجهندڙ آهي. شاهہ سائين، مارئي جي حُب الوطنيءَ جي ڪيفيت کي موضوع بنائي، وطن جي محبت جو مثال پيش ڪيو آهي، يعني مارئي کي وطن جي محبت جي علامت طور پيش ڪيو آهي. مارئي پنهنجن عملن ذريعي اهو ثابت ڪيو تہ غريبن جي سچي محبت ئي سچي دولت آهي، سادگي دلي بهادري، اخلاقي قُرباني ۽ خدا ۾ يروسو، جيڪو وڏن ماڻهن ۾ نہ ٿو مِلي. شاهہ سائين، مارئي جي سِيرت دوران عورت جي اندر جو نهايت عجيب نقش چِٽيو آهي، سندس جذبن جي تصوير پيش ڪندي چيو آهي تہ مارئيءَ جو جِسم ڪوٽ ۾ بند آهي، پر سندس رُوح ملير ۾ هو. سندس تصور ۾ ملير جي زندگي ڦِرندي ٿي رهي ۽ دل جو دل ۾ ٿي چيائين تہ جيڪر، منهنجي ٿري مارُن جي مُلڪ مان ڪو اوتي اچي، مُون کي پنهنجي ملڪي ماروئڙن جون خبرون ٻُڌائي تہ اُنهن خبرن سان عمر ڪوٽ جون پِٽيون بہ جيڪر خوشبودار بنجي وڃن ۽ آءٌ اوتيءَ جا پير اکين سان اُگهي چُمنديس، ڇو جو هُو مُنهنجي ملڪ ملير جي ٿڌڙي واريءَ جي مٿان پير گُهمائي آيو هوندو، سندس ٿر جي واريءَ وارا پير چُمڻ جي لائق ٿي سمجهان. شاهہ سائين

پنهنجي جادو بيانيءَ سان پنهنجن لفظن کي معنيٰ جي معراج تي هن ريت پهچايو آهي، چوي ٿو تہ:

اوٺي! ڳوٺي آڻيين، کو هِتي جو هٿ هير!
تہ کنا جي کوٽن جا، ٿِين سُرها سَير،
آءٌ تہ اَکيين اُگهان، جي پَائر ڏِنئي پير،
اَلله لَنگهہ لَطيف چَئي، لاَءِ مَ ٿُون اَوير،
کوٽيين گهاري کير؟ محلين منجهي مون هِنيون!

يا

اِيءُ نَہ مَارُن رِيت، جو سَيڻ مَٽائين سَون تي،
اَچي عُمر کوٽ ۾، گَنديَس گَانہ کُريت،
پَکن جِي پِريت، مَاڙين سِين نَہ مَٽيان!

مارئي جو رُوحانوي داستان، سنڌ جي تاريخ ۾ ناقابلِ فراموش داستان آهي. سچل سائين، مارئي جي اندر جو احوال نهايت نئين انداز ۾ چِٽيو آهي. سچل سائين بہ ميڊاس بادشاهہ وانگر، جنهن شيءِ کي هٿ لاتو آهي، تنهن کي نِجو سون بنائي ڇڏيو اٿس، مارئي جي جذبن ۽ احساسن جي تصوير کڍڻ سان سچل سائين ڪمال ڪيو آهي، سندس شاعري پڙهندي، وات مان از خود ائين پيو نِڪري تہ خدا تعاليٰ، مارئي جي دل اَلائي ڪيئن جوڙي هُئي؟ هي عمر بادشاهہ وٽ قيدياڻي هُئي، پر هن عضمت جي زرهہ پائي ڇڏي هُئي، هن ڳوناڻي نينگريءَ جي همت، بهادري ۽ وطن لاءِ محبت تہ ڏسو! سچل سائين سندس بيان ڏاڍي اثرائتي انداز ۾ ڪيو آهي، چوي ٿو تہ:

رَات وَري آئِيا، مَاروئڙا مَلير ۾،
جو لَڏم خواب خُوشيءَ مَئون، جَڻ مولا مِلائِيا،
وَري وَسائِيا پَلي پَاڻ پِٺَن جَا!

—

توڙي هوءِ ڇني تا پِي لوءِ لوئي سان وڃان
اچي عمرڪوٽ ۾، ڪنديس ڪين ڪني
سائي سانديم ساهہ سان، جا ڏاڏاڻن ڏني
اها نينديس پاڻ پني، مينهن وسندي سومرا!

سورٺ: سورٺ شاهہ سائينءَ جي هڪ سورميءَ جو نالو آهي، سندس رِسالي ۾ انهيءَ نالي سان هڪ خاص سُر جو نالو آهي، سُر سورٺ. سچل سائينءَ جي رِسالي ۾ بہ سُر سورٺ موجود آهي، ڇاڪاڻ ٿائي گهوٽ ۽ سچل سائين ٻئي راڳ ويراڳ جا عاشق هُئا، ۽ ٻنهيءَ جو سماع سان بيحد پيار هو. شاهہ سائين جي جان جو جيا پو ۽ روح جي راحت راڳ ويراڳ هو. ايتري قدر جو پاڻ زماني مان موڪلاڻي بہ هلندي راڳ سان ڪيائين. سچل سائين جو بہ ساز آواز سان بيحد لڳاءُ هو. طبلي تي هٿ لڳندو هو تہ هُو هڪدم بي خُوديءَ جي عالم ۾ هَليو ويندو هو ۽ اکين مان آب جاري ٿي ويندو هوس، مستي ۽ مدهوشيءَ جي حالت ۾ شعر چوندو ويندو هو. مطلب تہ ٻئي شاعر راڳ ويراڳ جا عاشق هُئا. راجا راءِ ڏياچ بہ راڳ جو وڏو عاشق هو. جنهن راڳ تي سِر ڏنو! شاهہ سائين سُر سورٺ ۾ هڪ هنڌ فرمايو آهي تہ:

سُونهَارا سورٺ وَر، ڳا مُنهنجي ڳر،
ڀَلا ڀيري ڀر، ڀالهو ڀَانڌ ڀنيار جو!

ساڳي ڳالهہ سچل سائين ساڳي سُر ۾ لفظن جي ڦيرڦار ڪري روايت ۾ جِدت ۽ اِنفراديت پيدا ڪري، شاهہ سائين جي ڳُنيءَ جو ڍڪڻ لاٿو آهي، چوي ٿو تہ:

آهي سَدائِين سورٺ جي سُر ۾ سر جو سوال،
تَند نَہ تَنوارين هَڏهين، مَايا مَڏيون مَال،
وَحدت جو وِصال، سَدا سورٺ سُر ۾.

هڪ ٻئي هنڌ سچل سائين پنهنجي جُدا ڳانہ رنگ ۾ فرمايو آهي، جنهن ۾ انسان جي رهبريءَ لاءِ ڄڻ معنيٰ جا موتي سمايل آهن. پاڻ فرمائين ٿا تہ:

مَٽي ري مَنگتي، موتڻ آ مِهڻو،
لَنگهي آ لَهڻو سَچل سِر سَردار جو.

سچل سائين کي پنهنجي مرشد عبدالحق ۾ مڪمل ايمان هو. هن لاءِ ڇيو اٿس تہ هُو ئي هر جاءِ تي حاضر آهي ۽ اهو عبدالحق ئي حق الحق آهي، ڪيس لاءِ پاڻ فرمايو اٿن تہ:

لانَفِي جو ڪَلمُو مُون کي، مُرشد پَاڻ پَڙهايو،
نَابُودِي جي نَشي اَندر، ستگر سر ڪرايو،
هَٿيو ڏَئي هِمت وَارو، سَارو بَار ڪَٽايو،
صَدق سَچل مَان ستگر تان، جَنهن جَانب جوش جَڳايو.

اُن کان پوءِ چوي ٿو تہ:

سِيني ۾ صَنم، سَچل کي سَدا،
بُت جو بُت خُدا، پُوڄَاري جي پرڪئين.

سچل سائين، شاهہ سائينءَ جي چاڙهيل ڪُنيءَ جو ڍڪڻ جو لاٿو تہ اُتان نڪتل خوشبوءِ سان هِنڌ سنڌ واسجي وئي، عام جون اکيون کُلي ويون ۽ سچ پڌرو پَٽ پِيوءِ سيني چيو تہ سچل سارو سچ، سارو سون آهي. سچل عاشق آهي ۽ عاشقن جو اڳواڻ آهي. سچل سرويچن جو سردار ۽ سنڌ جو منصور آهي، هُو حق جو علمبردار آهي،اِها ڳالهہ ڪٽر مَذهبي مُلن مولوين کي ڪانہ وڻي ۽ سندن پيٽ ۾ وٽ پوڻ شروع ٿيا ۽ سچل سائينءَ جي خلاف ڪُفر جون فتوائون ڏِنائون ۽ سيئي عالمانہ فريبڪارين جا هٿيار ڪٽي، سندس پُٺيان پئجي ويا، پر سچل سائينءَ کين مُنهن ٽوڙ جواب ڏئي لاجواب بنايو. مذهبي مُلن ۽ مذهبي پينو پيرن سچل سائينءَ کي، جنهن شدت سان پنهنجي مذهبي ڄار ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، اوترو ئي شدت سان سچل سائين پنهنجو رد عمل ڏيکاري ٿي چيو تہ:

عِشق اَلله دا زورون زور، ڪٽ مُلن جون ٽوڙهون ٽوڙ.

[روزاني عبرت حيدرآباد، چنڇر 13 آگسٽ 2011ع ۾ ڇپيو]



# شاهہ عبداللطيف جي شاعريءَ ۾ عبد جي عظمت!

ڀٽائي گهوٽ سنڌ جي ادبي تاج جو لاثاني گوهر آهي، سندس شاعريءَ جو ڏيهہ توڙي پرڏيهہ ۾ اڀياس ڪيو پيو وڃي، پرڏيهي عالمن ۾ ماهرن سندس شاعريءَ جي واڪاڻ جا وارا نيارا ڪري ڇڏيا آهن، ديسي تہ ٺهيو پر اُنهن پرڏيهي عالمن، شاهہ سائينءَ کي نہ رُڳو سنڌ پاڪ يا بر صغير جو عظيم شاعر ڪوٺيو آهي، پر اُنهن تہ شاهہ سائينءَ کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر ڪري مڃيو آهي. ڊاڪٽر سورلي پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ، اها برابر حقيقت آهي تہ شاهہ سائينءَ کي پاڪستان ۾ قومي شاعر تصور نٿو ڪيو وڃي، پر اهو رُڳو سياسي ۽ تاريخي چَڪر بازين جي ڪري آهي، جن جو شاعري ۽ ادب سان ڪوبہ لاڳاپو ڪونهي، پر وقت گُذرڻ سان سڀ شيون پنهنجي اصلي جاءِ وٺنديون. جهڙيءَ طرح مولانا جلال الدين رومي جي مثنوي متعلق هي مشهور آهي تہ:

مثنوي و معنوي و مولوي، هست قرآن در زبان

تهڙيءَ طرح اسان جي سُهڻي من مهڻي ڌرتي، پهلوي سنڌ جي سدا حيات شاعر ڀٽائي گهوٽ جو رسالو پڻ انسان ذات جي زندگيءَ لاءِ هڪ رهنما اُصولن جو انمول بي بها خزانو ۽ هدايتن جو اڻ کٽ سرچشمو آهي، شاهہ سائين جو رسالو هڪ اهڙو پارس آهي، جو انسان جي ڪُٽ لڳل ڪاري ۽ ميري قلب کي لڳي تہ سون ڪريو ڇڏي، يعني ڪارو قلب روشن ڪريو ڇڏي ۽ اندر جون اکيون کُليو پون. شاهہ سائينءَ جي ڪلام ۾ تمام گهڻيون ۽ سُٺيون صِفتون موجود آهن، جن تي نظر وجهڻ کان پوءِ چڱي ريت اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ پاڻ سنڌي زبان جا وڏا ماهر ۽ پارکُو هُئا ۽ اُنهيءَ لحاظ کان، اهو چوڻ ۾ کو وڌاءُ ڪونہ ٿيندو تہ، سنڌي ٻوليءَ کي جيڪي

ڪُجهہ لطيف ڏنو آهي، اُن کان وڌيڪ ٻي ڪنهن شاعر نہ ڏنو آهي! سنڌي ٻوليءَ جو اَوج ۽ عُروج مُرشد لطيف جي شاعري ڪري ئي آهي، جنهن سان سنڌي قوم اهل ڪتاب بنجي وئي آهي. شاهہ سائينءَ جي ڪلام ۾ خوبين جا ڪافي پهلو آهن، جن کي پرکڻ پروڙڻ، سمجهڻ سمجهائڻ تمام ڏکيو ڪم آهي، خاص ڪري مون جهڙي گهٽ ڄاڻ رکندڙ ماڻهوءَ لاءِ مشڪل ڪم آهي، تنهن هوندي بہ يوسف جي خريدارن جي قطار ۾ هڪ ٻُڍڙي عورت سُٽ جو ڏيرو کڻي اچي بيهڻ وانگر، شاهہ سائينءَ تي لکندڙن جي لِسٽ ۾ شمار ٿيڻ لاءِ آءٌ بہ پنهنجي ڄاڻ آهر ڀٽائي گهوٽ جي شاعريءَ ۾ عبد جي عظمت تي لِکندس. ڏنو ويندو تہ شاهہ سائين سڀني جهان جي انسانن لاءِ فڪر ۽ فيض جي رازن ۽ رمزن کي روشن ڪندڙ آهي، زندگيءَ جي جُدا جُدا آزمائشي مرحلن، لاهين چاڙهين انساني جذبن ۽ احساسن جو ترجمان آهي. هن صوفي بُزرگ، انسان جي ظاهري حُسن ۽ تراش خراش نٽ ناٽگر کان حيران ٿيڻ بدران، سندس باطني حُسن کي اُجاگر ڪرڻ کي ئي پنهنجو اصل مقصد بنايو آهي، ڇو تہ کيس هي پُختو يقين هو تہ اسان سڀني انسانن کي هڪ ڏينهن هلي حقيقي مالڪ جي حُضور ۾ حاضر ٿيڻو آهي، جِتي ظاهري حُسن نہ پر باطني حُسن کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ئي ڪونهي، جنهن لاءِ پاڻ فرمايو اٿن تہ:

سُونهن وِچَايَم سُومرا، ميرو مُنهن ٿِيوم،
وَڃڻ تِت پِيوم، جِت هَلڻ نَاهہ حُسن رِي.

ڀٽائي گهوٽ جا عقيدت مند ساٿيو!

ڀٽائي گهوٽ جي عرس مبارڪ جي موقعي جي نسبت سان سندس شاعريءَ ۾ عبد جي عظمت تي روشني وِجهندي چوندس تہ شاهہ سائين جي شاعري، انساني اعليٰ ڪردارن جو آئينو آهي، جِن ۾ انسان جي رهبريءَ لاءِ معنيٰ جا موتي موجود آهن. هن جي خيال ۾ هستي حرام آهي ۽ نِوڙت نماز

آهي، جن پاڻ کي مٿانهون سمجهي غرور تڪبر ۽ هٺ وڏائي ڪئي، اُنهن کي خدا تعاليٰ لوڙهي ختم ڪيو. اُن لاءِ پاڻ فرمائين ٿا تہ:

هَستي سَڀ حَرام، نِوڙت سَڀ نِماز،
جِنين پَانئِيو پَاڻ، گَيائِين تَوائِي تن کي.

شاهہ سائين سراپا جمال آهي، پيار ئي پيار آهي ۽ نياز ئي نياز آهي، هو جلال واري ڪيفيت کان بلڪل آجو آهي، هو هن ڪائنات جي خالق کي ئي جلال جو لائق سمجهي ٿو ۽ اُن سان گڏوگڏ ڪيس جان جمال پڻ سمجهي ٿو ۽ اُن لاءِ فرمائي ٿو تہ:

پَاڻ ئِي جَلُ جَلال، پَاڻ ئِي جَان جَمَالُ!

شاهہ سائين اُنهيءَ عقيدي کي ئي انسان جي عظمت جو سرچشمو سمجهي ٿو، ڇاڪاڻ تہ جملي جلال ڪُل قُوت ۽ سڄي طاقت جو مالڪ موليٰ جي ذات کي مڃي ٿو. شاهہ سائين اُنهيءَ حقيقت کي هن طرح بيان ڪيو آهي تہ:

ڇَا کي وَڃين ڇو، ٻيلي رَهين ٻِيَن جو
وَٽ ڪَنجُڪ ڪريم جي، جڳ ۾ آهي جو،
سڪيو هوندو سو، جنهن جو عِشق اَللہ سِين.

شاهہ سائينءَ جي جمال جو ٻيو رُخ اهو بہ آهي، جو عبديت ۽ ٻانهپ ۽ هيڻاهين ۾ ئي انسانيت جي عظمت جو ڪمال سمجهي ٿو. جڏهن انسان پنهنجي هوڏ هستي ۽ مستيءَ جي نَفِي ڪري، پاڻ کي آپي کان آجو ڪري جان ڇڏائي ٿو، تڏهن ئي هُو ڪنهن اعليٰ مقام تي پهچي ٿو. جيڪا عبد جي عظمت آهي، جنهن لاءِ پاڻ فرمايو اٿن تہ:

نَابُودِي نيئي، عَبد کي اَعليٰ ڳيو!

اُهو اعليٰ مقام تڏهن ئي حاصل ٿي سگهندو، جڏهن انسان پاڻ کي سچو ٻانهون ثابت ڪندو. شاهہ سائينءَ جي فڪر ۽ نظر ۾ عبد جو شان سڀ

ڪان مٿاهون ۽ اعليٰ آهي. عبد جي عظمت ايڏي تہ وڏي آهي، جنهن جو ڪاٿو ڪرڻ ئي مشڪل آهي، اُنهيءَ لاءِ مرشد لطيف پاڻ فرمايو آهي تہ:

نَہ ڳا اِبتدا عَبد جِي، نَہ ڳا اِنتها!

شاهہ سائينءَ جو جمال نياز نِوڙت پيار محبت ۾ آهي ۽ اُن ۾ ئي سندس جلال سمايل آهي، هُو خودي ۽ خُود پرستيءَ کان گهڻو پري آهي، آزاد ۽ آجو آهي، اُنهيءَ لاءِ سمجهائيندي چيو اٿن تہ:

خُودي ۽ خُدا ڪِين مَاپندا مَن ۾،
جِيئن ٻِن تَرارين جَاءِ، ڳانهي هِڪ مِياڻ ۾.

شاهہ سائين انهيءَ اعليٰ فڪر ۽ اعليٰ عقيدي واري منزل توڙي ڪردار واري عمل جي سطح تي گهڻو مٿاهون آهي، ڪيس پوري ڄاڻ هئي تہ هن سڄي سنسار ۾ سيڪو پاڻ کي سير ٿو سمجهي، ۽ پاڻ کي گهٽ ڪوبہ ڪونہ ٿو سمجهي، سيڪو مان واري تار ۾ ٻُڏل آهي، اهڙي حالت ۾ مُرشد لطيف عام انسانن کي خبردار ڪندي چيو آهي تہ اوهان دولت جي ڍير ۾، ۽ ان جو ڏيک ويک، نٽ ٺانگر ڏسي اتي موهجي نہ پئو پنهنجي جيءُ کي اُن کان اِئين جُدا ڪريو جيئن ڇَائِيءَ کي ڇَجَ ڇَنبڻي داڻن کي صاف ڪندو آهي، تُون صبح کي شام نہ ڇَئو ۽ شام کي صبح نہ ڇئو اهڙيءَ طرح اڄ کي اڄ ڪري سَمَجهہ سُڀاڻ کي سُڀاڻ ڪري سمجهہ. اي موڳا! وقت نہ وڃاءِ، زور سان ڊوڙي هل، ڇو تہ وقت ڪنهن جو انتظار نٿو ڪري!

مرشد لطيف پنهنجي شاعريءَ جي لفظن کي معنيٰ جي معراج تي هن طرح پهچايو آهي، چوي ٿو تہ:

مَتَان ڏِسي موهِجين، دُنيا وَارو ڏَڄ،
جُدا ڪر جِيءُ کي، جِيئن ڇَائِي ڳري ڇَڄ،
مُنيُون پِيڙي پَڄ، وَقت وَڃي ٿو وَيسرا.

شاهہ سائين هَٺ وڏائي ۽ تڪبر کي بلڪل ترڪ ڪرڻ جي تلقين ڪئي آهي، پاڻ وڏائي واري ماڻهوءَ کي ناپسند ڪيو آهي. شاهہ

سائين وٽ اُها هيناهين، اُها نهناهي، اُها نماڻائي ۽ اُهو انساني اخلاق جي عُروج جو جمال ۽ ڪمال موجود آهي، جنهن جي لِکڻ لاءِ دفترن جي درڪار ٿيندي، شاهہ سائينءَ مان ۽ وڏائيءَ جي لائق خُدا کي ٿو سمجهي، عام انسانن کي تَڪبر ۽ وڏائي ڪرڻ کان روڪي ٿو اهڙن وڏائي ڪندڙ ماڻهن لاءِ سندس پيغام هي آهي تہ:

مَان مُون تُون آءٌ، چَارَئِي چِتَان لاَهہ،
تَہ سَندي دَوزَخ بَاهہ، تَو اَوڏِيائي نَہ اَچي.

شاهہ سائين جمالياتي ڪيفيت جا مرڪز ۽ محور آهن، هن پنهنجي مثالي ڪردارن کي اُجاگر ڪرڻ لاءِ پنهنجين سُورميءَ نُوريءَ کان هن طرح چَورايو آهي تہ:

تُون تَماچِي ڄَمَّ ڏَڻِي، آءٌ گَندرِي غَرِيب!

سَسئي کان چَوِرايو اٿس تہ:

هُو جَا پَائِين پيرَ ۾، تَنهن جُتي نَہ جيهي!

سهڻي کان چورايو اٿس تہ:

هِن مُنهنجي حَال جِي، ميهر کي مَعلوم،

مُومَل کان وري هن طرح چورائي ٿو تہ:

ڪَر مَعاف مَدايُون، تَہ سَودا سُکياڻي ٿِيان!

ڏِسجي ٿو تہ سيني سُورمين جي عزت ۽ عظمت، هيناهين هلڻ ۽ نياز نِوڙت سان ئي ٿي آهي. شاهہ سائين ڏنو تہ هي حيوان ناطق جي حيثيت ۾ بہ ٽنگو انسان اِئين ٿو سمجهي تہ آهيان ئي مان. مُون تي ئي لهي اُيري ٿو، سڄي جڳ جهان جو مالڪ مان ئي آهيان! آءٌ سڀ ڪُجهہ ڪري سگهان ٿو! تاريخ جي گواهي آهي تہ انساني سماج ۾ شيطاني ۽ فرعوني ڪردار هميشہ کان هَٺ وڏائي واري آڪڙ مان ئي پيدا ٿيا آهن. ۽ اهڙن وڏائي وارن ڪردارن ۾ وڏي واڌ ٿي آهي، اڳ هڪڙو فرعون هو. هاڻ تہ وِک وِک تي فرعون جو عملي پيروڪار نظر ٿو اچي، جن پنهنجي خُود غرضي ۽

بدڪرداريءَ سان خدا جي ڌرتيءَ کي شيطان جو آکاڙو بنائي ڇڏيو آهي، اِهو ئي سبب آهي، جو عام ماڻهن مان خلوص ختم ٿيندو پيو وڃي، ماڻهو ماڻهو جو ماس پيو کائي، هن دنيا ۾ انسان جي نيڪي ئي رهڻي آهي، هي سَنسار لباس تي ٻڌل آهي، ’هڪ دل هوندو هيڪڙو‘، عام انسانن ۾ حيرت جو حوصلو ئي نہ رهيو آهي، خلوص، پيار، محبت واري مام کي ڪُتي واري نِيت رکندڙ تہ سمجهندو ئي ناهي. شاهہ سائين پنهنجي زباني هن طرح بيان ڪئي آهي، چوي ٿو تہ:

آدمِيَن اِخلاص، مِٺَائي مَاٺو ڪَيو،
هَاڻي ڪَائي سَيڪو سَندو مَاڻهو مَاس،
دِلبر هِن دُنيا ۾، وَڃي رَهندو وَاسُ
پِيو لَوڪ سَڀ لِباس، هِڪ دِل هُوندو هَيڪڙو.

يا

حَوصِلو حَيرت جو، آهي نَہ مَٿي عَام،
سَندي محبت مَام، ڪور پَروڙي ڪِينَڪِي.

شاهہ سائين عشق جي امتحان جون سڀئي منزلون طئي ڪري پار پيو هو. ڪيس ٻي ڪنهن هستيءَ جي ڪا تَات تَنوَار ڪانہ هُئي، دُنيا جي هر شيءِ ۾ هيڪڙائي جو ظهور نظر ٿي آيو، هن جو چوڻ هو تہ جيڪو ماڻهو نفس جو غلام بنجي، اُن جي اِشاري تي ٿو هلي ۽ پاڻ کي بغير شِرڪ جي ٿو ڀَانئي، اهو ئي وڏو شِرڪ آهي، نفس جي غلاميءَ ڇڏي هُئڻ واري هوڏ کي ختم ڪري، پنهنجي پاڻ کي سُڃاڻڻ جو چيو آهي. انسان جڏهن هُئڻ واري هوڏ کي ختم ڪري پاڻ سُڃاڻي ٿو، تڏهن ئي سندس وجود ۾ موليٰ جي ذات جو واسو ٿو اچي، ۽ ڪيس مان هُئڻ واري ڪيفيت ختم ٿيو وڃي، هِي ۽ هُو هڪ ٿي ٿا وڃن. هِي آهي تہ هُو بہ آهي، هِي ناهي تہ هُن ڪان سواءِ هُو بہ نٿو رَهي، هِي هُن جي هُئڻ ڪري ئي آهي، هُو وري هُن ڪان سواءِ ڪونهي، هِي ۽ هُو هڪ ٻئي کان ڌار آهن ئي ڪونہ. انسان جو سر خُدا جو سر ڪري

سمجھڻو آهي، عالم ۽ عارف بہ اِها ئي ڳالهہ ڪندا ويا آهن. جنهن لاءِ شاهہ سائين هن ريت فرمايو آهي، چوي ٿو تہ:

عِين شِرڪ اِيءُ، جي بي شِرڪ پَانئِين پَاڻ کي،
وِڃَائي وُجود کي، پاڻان پَاسي ٿِيءُ،
هيڏانهن ڳونهي هِي، هُو پڻ ڪونهي هُن ريءَ!

يا

اَلاِنسان هُو پڻ ڪونهي، هُن رِيءَ، هِي نَہ هُنان ڌَار،
اَلاِنسان سري وَانا سره پَروڙج پَچار،
ڪَندا وِيا ٺَنوار، عَالم عَارف اهڙي!

برحق لطيف اسم باسما هو. جهڙو هو سندس نالو تهڙو ئي پاڻ لطيف هو. هُو عبداللطيف هو ۽ ساڳي وقت عبد توڙي لطيف هو. عبديت ۽ لُطافت سندس شاعري، فڪر، فلسفي ۽ ڏنل پيغام جا بہ روشن طرف آهن، جنهن جي سوجهري سان ئي مُرشد لطيف جي ڪلام کي سمجهي سگھبو. اِئين برابر آهي تہ سندس ٻولي سنڌي آهي، پر سندس فڪر، فلسفو عالمگير آهي، سندس رسالي ۾ عبد جي عظمت جي تصوير ڏسي سگھجي ٿي.

[روزاني عبرت حيدرآباد، سومر 9 جنوري 2012ع ۾ ڇپيل]



# ڀٽائي باضمير ماڻهن جو شاعر

سنڌ جو جڳ مشهور سنڌي شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي اُهو واحد شاعر آهي، جيڪو سير ۽ سياحت جو وڏ ۾ وڏ شوقين هو. جنهن سنڌ جي سيلانين سان سنڌ جي سِري، وِچولي، لاڙ، ڪوهستان، ريگستان، ڏنڍن، ڍورن، برن بحرن ۽ ماڻرين جو سير ڪري، اُنهن جي سُونهن نِرمل نظارن جو دل جي دُوربيني ۽ باريڪ نظر سان اُونهون اِڀياس ڪري قُرب جي ڪئميرا سان هُو بهو تصوير چِٽي پنهنجي ڪلام ۾ آڻي، اسان اڳيان پيش ڪيو ۽ اُنهن ديس جي قوم پرست ڪاهوڙين، جن کي ڀٽائي گهوٽ ڪيترن نالن سان ياد فرمايو آهي. جهڙو جوڳي، ويراڳي، بيراڳي، لاهوتي، لنگبند، اڪپڙي، نانگا، ساقي، سنياسي، آديسي، گورڙيا، ڪنوٽيا، ڪن چيرڙ، ڪيرتيا، جبروتي، عاشق، فقير وغيره اُهي سيئي، شاهہ سائينءَ وانگر سَسئي جي رُوپ ۾ پُنهل (وطن) لاءِ سُور سَختيون ڏُک، بُک، سردي، گرمي، سِر تي سَهندا رهيا، هنن پنهنجا پيٽ سَٽِين مِٺن چهرن طَعامن تي ڪِين هَيريا هُئا ۽ نہ وري اُنهن طعامن تي وِڪاڻا، هنن جو **ڀلي بُک ڀَرم جي، ڤال نہ وَڃي ڤانُ!** وارو نظريو هو هنن هر سهوليت جي ڳالهہ ڪانہ ٿي ڪئي، هنن کي پلنگ پٿراڻيءَ جي ڪا ضرورت ڪانہ هُئي، هنن جو وِڇاڻو فرش، پنهنجي سنڌ ڌرتي هُئي. شاهہ سائينءَ جو اُنهن ڪاهوڙين سان پِرت جو پيوند اُنهيءَ ڪري هو جو هُو قوم پرست حق جا پرچاري هُئا، حق جي پرچار ڪندڙ هُئا، سنڌ ۽ سنڌي ماروئڙن تي تَن مَن فِدا ڪرڻ وارا هُئا، هنن جي هٿن ۾ قوم پرستيءَ جي ڄاتي هُئي، جنهن جي روشني عام پکيڙيندا ٿي رهيا، هُو شوبازي، ٺڳي، ڪُوڙ، پنهنجن کي ڦُري، ماري پيٽ ڀرڻ واري ڦهري ڪارووائي جي خلاف هُئا، اهڙا چند مثال هِت پيش ڪندس.

سنڌي قوم جي ڳچيءَ ۾ مٽ جيترن ماڻهن جو ڦاهو پيل آهي، جن کي جاگيردار ڀوتار، رئيس، وڏيرا، سردار، زميندار، پير، مير ۽ ٻيو الائجي ڇاڇا سڏيو وڃي ٿو جيڪي حقيقت ۾ مُفت خور ڪچور، حرام خور، زيان خور، نِڪما ۽ وڏ کان وڏ ظالم ۽ قوم دشمن آهن، ٻيو ڪُجهہ نہ آهن، اُهي وحشي

درندا، صدين کان وني، سنڌي قوم مٿان چٽيون ٿيا پيا آهن. جيڪي غريب قوم جي ساري ڪمائي ۽ هَڏن جو نِچوڙ بنا اوگرائيءَ جي هضم ڪندا رهيا آهن ۽ ڪندا رهن ٿا. انهن مفت خور لٽيرن جي هميشہ اها سوچ هوندي آهي تہ سنڌي قوم کي ڪهڙي نالي ۾ لٽجي ڦرجي؟ انهن پنهنجن جي ئي خود غرضيءَ جي ڪري ئي سنڌ مٿان پرمار ڦورو لامارا ڏئي، سنڌي مارو ئڙن جي اَپري جِسم مان ٻُوٽيون ۽ چَم پَٽيندا رهيا آهن. جڏهن بہ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن مٿان ڪنهن ڏارئي ڌاڙيل ڪا مصيبت بَرپا ڪئي آهي، تہ سنڌ جو اُهو غدار جاگيردار، پوتار، رئيس، وڏيرو بيماريءَ جو بهانو بڻائي، ٻاهر ياچ کائي وڃي لِڪو آهي، يا وري مُرِڳو چنيسر، قاضي قادن، وسايو ۽ نائونمل جو عملي پيرو ڪار بنجي، اُن وٽان ڪُجهہ نہ ڪُجهہ حاصل ڪري، اُن جو چڄڳ وڏيو مُريد ۽ دلال بنجي مُڇون وٽي آڪڙجي سِينتجي وري بہ اڏ مُئل ۽ ماريل پنهنجي سنڌي ماروئڙن مٿان اچي ڪڙڪندا آهن، پوءِ ڪنهن کي گار، ڪنهن کي ٻُجو، ڪنهن کي ٺُڪ، ڪنهن کي مُڪ، ڪنهن کي لَت، ڪنهن کي جيل تہ ڪنهن کي ٿاڻو! هرويرو بہ پنهنجي کي ماري ڪُٽي پنهنجو تابعدار پيا بنائيندا آهن، هُو ڏارين اڳيان ٻَالهائي بہ ڪونہ سگهندا آهن، پر پنهنجن لاءِ زهر قاتل ثابت ٿيندا آهن، اهڙن فرعون صِفت ظالمن لاءِ ڀٽائي گهوٽ فرمايو آهي تہ:

هِي مُنهن ڏيئي ٻن، ٿُون وِهُہ کَائِي نَہ مَرين،
ٽَان جي مَلير جَايُون، تو سِين سَڱ نَہ ڳن،
پَوءِ ٿُون ڪِيئَن مَنجهان تِن، پَاڻ ڳوٺَائِين مَارئي.

يا

مَتو آهِين مَچ، ٿُلهو تان ٿُونا هَٽِين،
تَو جَا يَائِين اَچ، تَنهن پَاڻِي پُنا ڏِينهَڙا.

سنڌ اندر پنهنجن پراون جي ڦُرمار ۽ ڏاڍ ڏمر جي خلاف، سنڌ مان ڪيترائي جوڌا جوان پيدا ٿيا آهن، جن کي شاهہ سائين **ڪاهوڙي** جي نالي سان سڏيو آهي، سندس رسالي ۾ هڪ سُر جو نالو ئي ڪاهوڙي آهي، جنهن ۾ ظُلم ۽ بربريت خلاف وڙهندڙ جوڌن جو ذڪر ٿيل آهي، هِن جَهان ۾ جلالي جوڳي بہ آهن تہ جمالي بہ، هنن جي ڪچهريءَ ۾ حق سچ جي نعري کان سواءِ ٻي ڪا ڳالهہ ئي ڪونهي، هنن جي ڪچهري پارس جو ڪم ڪندي آهي، يعني هنن

جي ڪڇھريءَ جو رنگ جنهن کي لڳو سو سون بڻجي ويو. (قوم جو همدرد) پوءِ قوم جي ڀلائيءَ جي سوچ کان سواءِ ٻي ڪا ڳالھہ نہ وڻندس، هنن ماڻهن قوم پرستيءَ جي جيڪا دُونهين دُکائي آهي، سا اُجهامڻ جي آهي ئي ڪانہ، اُنهيءَ کي دائم قائم رکڻ لاءِ پنهنجي پنهنجي ڪوشش ڪندا پيا اچن، اُنهن جي محبت ۽ سچائي اهڙي تہ پياري آهي، جو اُنهن قُربدارن ۽ پلارن کان سواءِ جيئرو رهڻ ئي مُشڪل ٿيو پوي، اُنهيءَ لاءِ مرشد لطيف هن طرح فرمايو آهي تہ:

نُوري ۽ نَارِي، جَوڳِيئَڙا جَهان ۾،
ٻَري جِن ٻَارِي، آءُ نہ جِيئَندِي اُن ري.

يا

جِت نَہ پَکيءَ پير، تِت تِمڪي ٻَاهِڙِي،
ٻِيو ٻَارِيندو ڪير، ڪَاهوڙڪي ڪِير ري!

اهڙا سچا سامي قوم پرست هميشہ حق جا طرفدار هوندا آهن، هُو ظُلم، زيادتي، اِستحصال ۽ پَرماريت جي خلاف جنگ ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهندا آهن، هِنن سچن سامين جي بيراڳڻ، (ڪندري) ظالم پرمار جي خلاف اُڀي هوندي آهي، هر ڌارئي ڌاڙيل کي نظر ۾ رکندا آهن، ڪڏهن بہ ڪنهن ڌارئي ڌاڙيل وِک وڌائي ديس ۾ اچي ظُلم ڪيو تہ ساميءَ جو سوٽو (ڏنڊو) سندس پليت پيشانيءَ ۾ نَڪاءُ ٿو ٿئي، ديس يا ديس واسين تي ظُلم ٿيڻ وقت سامي (قوم پرست) ڪڏهن بہ سُک سان نہ سُتو، اهڙي سامي (قوم پرست) جڏهن هن دُنيا مان لاڏاڻو ڪيو يا ڪنهن ڌارئي ڌاڙيل سان ويڙهہ ۾ شهيد ٿي ٿو وڃي تہ اُن ساميءَ جو شاهہ سائينءَ کي ڏاڍو ڏُک ٿي ٿيو، اُنهيءَ درد مان دانهون ڪري ٿي چيائين تہ اي سامي! تُنهنجي بيٺل مَڙهي، تو کان سواءِ مُون کي ڪنڌا ٿي لڳي، اي جوڳي! تو اها مَڙهي ناهي ڇو؟ جو تُون اُن مان جلد ئي ڪُوچ ڪري (لڏي) وئين، هاڻ تہ تُنهنجي اُها مَڙهي خالي ڏسي، مُنهنجو هِينئون (دل) ڳريو ڳچ ٿيو ٿي پوي. شاهہ سائين کي ديس جي هڏ ڏوکيءَ جي جُدائي سخت ٿي ستايو ۽ اُن ساميءَ کي هن ريت ياد ٿي فرمايو تہ:

سَامِي! مَڙهِي سَنديَاءِ سَامهين مُون سيلھ ٿِي،
سَا تَان ڳوهہ! ڏِياءِ جَان نَاگنا وَئين نِڪري؟

سَچا سَامي وَطن سان پيار ڪندڙ آهن. جيڪي هر وقت ديس ۽ ديسي ماروئڙن جي سُک ۽ ڀلائيءَ لاءِ پيا سوچين ۽ لوچين. اُنهن سامين کي سُنن طعامن جي ڪا طلب ڪانہ ٿي رَهي، ڇو تہ اُنهن جي ديسي ماروئڙن کي سُڪل ماني بہ مشڪل سان ٿي مِلي تہ پوءِ هُو سچا سامي پاڻ ڪيئن ٿا سَٺين، ڇَهرن، مِٺن طعامن جي طلب رکن. هنن کي تہ وڏ مان وڏ پنهنجي ديس واسين جي درد دُور ڪرڻ جو اَونو آهي، جيڪي سَٺين طَعامن، پَلنگ پَٿراٽين، پٽسن، ڏوڪڙن ۽ ٻين سهوليتن جي لالچ رکن ٿا. سي قوم سان سچا نہ چئبا. اُهي لَٻاڙي شوبازي ڪري، ليڊري چمڪائي، قوم کي وڏيڪ دوکو ڏئي، وڏيڪ پَٽڻ ڪائڻ جي ڪوشش پيا ڪن. اهڙن نڱن کي ديس ۽ ديسي ماڻهن جو ڪو اونو ڪونهي، هُو ڪُوڙي عزت جا گداگر، عدل ۽ انصاف جا دُشمن آهن. هُو زور ۽ ظُلم جا حامي آهن. جو پنهنجي ذاتي لالچ لاءِ پُوري قوم کي مُڏي ڪاتي سان ڪُهي، اُنهن جون زبانون ڪپي، ڦٽڪندي ڏسي پاڻ مزن جي معراج ماڻڻ جي ڪوشش پيا ڪن. اهڙن لالچي ۽ مفاد پرست ليڊرن لاءِ شاهہ سائين فرمايو آهي تہ:

گولا جي گِراهہ جَا، جُونا سي جوڳي،
ڦِتلَ سي ڦوڳِي، جَنين سِڪَم سانڍيا.

سچا سامي جوڳي (وطن دوست) اُهي چئبا جي پنهنجي وطن وارن جي، بنا ڪنهن لوڀ لالچ جي خدمت ڪَن. اُنهيءَ کي وات تي ئي نہ آڻين. تہ ڪو اسان ڪم لاءِ هِيئن ڪيو! هُونئن ڪيو! هنن جي دلين ۾ اُها لالچ ڪانہ هوندي آهي تہ اُنهيءَ خدمت جي بدلي ۾ بهشت وغيره مِلي. اهڙن سچن سامين، جوڳين جو بِهشت ۽ دوزخ سان ڪو پري جو واسطو بہ ڪونہ هُوندو آهي، هنن جي دلين ۾ نہ ڪُفر آهي، نہ مُسلماني، هُو ڪنهن بہ ڌرم يا مذهب سان ڪو واسطو ئي ڪونہ رَکن. هنن جي منزل تمام مٿاهين آهي. هنن جو ڪم آهي، پنهنجن ديسي ماروئڙن جي خدمت ڪرڻ. پوءِ اُن ۾ هندو ـ مسلم جو ڪو ويڇو ڪونہ رکن. هنن جو مطلب خدمت خلق افضل عبادت آهي. شاهہ سائينءَ اهڙن جذبن رکندڙن لاءِ هن ريت فرمايو آهي، چوي ٿو تہ:

ڪيهِي ڪَام ڪَاپڙي، ٿَا اهڙي رَوَش رُون،
نَہ ڪَا دِل دَوزخ ڏي، نَہ ڪي بهشت گُهرن،

نَہ ڪو ڪَم ڪُفار سِين، نَہ ڳا مُسلمانِي مَن،
اُيا اِئين چَون، تَہ پِرين ڳجو پَنهنجو.

يا

پُڇي جان پروڄُ، تان پاسي ڪَر پرهيز ڪي،
جَن ڏنو هوتُ، تن دِينُ سڀ دُورِ ڪيا.

سچا سامي، سچا جوڳي، سانيهہ جي ڀلي لاءِ ڪم ڪندڙ اُهي چئبا جيڪي اُڄ بُک ۾ رهي ڪري، ديس ۾ ديسي ماڻهن جي ڀلي لاءِ ڪم ڪن، ڪنهن بہ ڌارئي جي لالچ ۾ نہ اَچن ۽ ڪيڏي بہ وڏي آڇ ٿيئي تہ اُنهيءَ کي ٺُڪرائي ڇڏين، مطلب تہ:

اِيءُ نَہ مَارُن رِيت، جي سَيڻ مَٽَائِين سَون تي!

جا عملي پيروڪار هُجن، هن عظيم مقصد تي اهڙا تہ پُختا بيٺل هُجن، جو ڪابہ طاقت، ڪابہ لالچ، هنن کي پنهنجي مقصد تان هٽائي نہ ٿي سگهي، ڪنهن بہ قومپرست کي، ڪنهن بہ لالچ ۾ اچڻو ناهي، نہ ئي وري ڪنهن لالچ لاءِ سوچڻو آهي، ڇو تہ ڌارئي ڌاڙيل کي اهڙي قسم جا ماڻهو ڏاڍا ڏُکيا لڳندا آهن، پوءِ هُو اهڙن ماڻهن کي ڪيئي لالچون ڏيندا آهن تہ هُو جيئن عظيم مقصد تان هٿ کڻي وڃن، اهڙن ماڻهن کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڌاريو ڌاڙيل ڪيئي هيلا هلائيندو آهي، مال، دولت جون آڇون ٿينديون آهن، سُهڻين سُهڻين ڇوڪرين جون آڇون ٿينديون آهن. شاهہ سائين سَچن سامين کي خبردار ڪندي فرمايو آهي، ڇوي ٿو تہ:

طَمَع جي تَنوَار، متان ڪريين منگڻا،
ڏِڪي ڪندءِ ڏَار، مَاڻَڪ ڏئي مُٺ ۾.

يا

ڳاڪَ نَہ جَهليَا ڳاڀِڙِي، مَوهيَا ڪَنهِن نَہ مَال،
جَي ڇوريَن ڏِنا ڇَالُ، تَہ بہ لَاهوتِي لَنگهي وِيا.

سچو سامي ۽ سچو لاهوتي اُهو آهي، جيڪو پنهنجي مُلڪ ۽ مُلڪي ماڻهن تان هٿ نہ کڻي، ڪيتريون بہ آڇون ٿين، ڪيتريون بہ لالچون مِلن، پر قومپرستيءَ کي سيني ڳالهين کان مٿانهون سمجهي، ديس ۾ ديسي ماڻهن جي لاءِ ڪم ڪندو رهي، اهڙا سچا سامي بلڪل گهٽ ٿا ٿين،

جيڪي سيئي امتحان پاس ڪريو ويٺا هُجن. ڪنهن بہ ڏارئي جي لوڀ لالچ ۾ نہ آيا هُجن. اهڙا جُنگ جوڳي اڄ بہ پنهنجي مقصد ماڻڻ لاءِ تڙپي رهيا آهن. ڪنهن بہ لالچ ۾ نہ ٿا اچن. اُنهن جي ڪچهري وارا محبتي بہ عظيم انسان آهن. جو پنهنجي رهبر جي ڏِنل ڏس تي ثابت قدم رهيا. ڪنهن بہ لالچ لوڀ ۾ نہ آيا. گُروءَ جي گس کان نہ ٿِڙيا. اڄ جو نوجوان الائي ڪاڏي توائي تي ڀٽڪندو ٿو رهي. جي گُروءَ وٽ نہ وڃي سگهي تہ سندس چيلي وٽ وڃي ڪا گهڙي ويهي حقيقت جو سبق حاصل ڪري. ڇو تہ اُنهن جو ڏِنل ڏس ئي هن اُونهي ساگر ۾ ترهي جو ڪم ٿو ڏئي ۽ اُنهيءَ ترهي سان ئي پٽي پائريو اُنهن جُهونن جوڳين لاءِ مرشد لطيف فرمايو آهي. چوي ٿو تہ:

مُون سي ڏِٺا ماءُ، جِنين ڏِٺو پِرينءَ کي،
رَهي اَچجي رَاتڙِي، تِن جُنگَن سَندِي جَاءِ،
تِنين جِي سَاجَاءِ، ترهو مَٿي تَار ۾.

يا

تَان وَنجُن ويهِي آءُ، اَگُڻ کَاهوڙين جي،
جَوش ڏِنائون جِيءُ کي، لِڪائي لَوڪان،
ڏَوڙِين ڪَنهن ڏُکان، سُمهي سُک نَہ مَاڻيو!

[روزاني ڪاوش حيدرآباد ۾ ڇپيو]



# شاهہ عبداللطيف ۽ سنڌ جا سورهيہ

تاريخ جا ورق ورائڻ سان معلوم ٿيندو تہ سنڌ جي سرزمين جنهن جي ذري ذري ۾ پيار ۽ محبت جو راز سمايل آهي، اُن جي ڪُک مان پيرن فقيرن، شاعرن، بزرگن، صوفين ۽ حق پرستن سان گڏ ڪيترائي سُورهيہ ۽ دلير پيدا ٿيا آهن، جن کي هِن ڀَلاري ڀُونءِ پنهنجي جهوليءَ ۾ جهلي حُب الوطني جي لولي ڏئي، سچ ۽ صداقت جو ويس ڍڪائي، ديس ۽ ديسي ماڻهن جي محبت ۾ مست ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن بہ ڪنهن ڌارئي ڌاڙيل لُٽيري، ڦورو ۽ ظالم اولهہ يا اُتر کان اچي هن ديس تي ظلم، زيادتي، خُون خرابو ۽ لُٽ مار سان گڏ، پنهنجو خوني هٿ ڊگهو ڪري ديس ۽ ديسي ماڻهن جي ڳِچيءَ ۾ غلاميءَ جو طوق وِجهڻ تي چاهيو، تڏهن سنڌ جي سُورهيہ اُن ظالم جابر سان ٽَڪر کائي، مادر وطن جي ٽَڇ تي مَلهائِي، هن ڪڏهن بہ اهو ڏسڻ نہ ٿي چاهيو تہ ديس ۽ ديس جا ماروئڙا، ڌارين جي غلاميءَ جي گهاٽي ۾ پيڙبا رَهن ۽ جڏهن بہ مُلڪ ۽ مُلڪي ماروئڙن مٿان اهڙو ڏُکيو وقت ٿي آيو تہ سنڌ جي سُورهيہ سِر جو سانگو لاهي، پنهنجي ڌرتيءَ ماتا کي رت جو نذرانو ڏئي ثابت ڪري ٿي ڏيکاريو تہ هن ديس جا سُورهيہ پنهنجي ديس جي عزت ۽ آزاديءَ لاءِ پنهنجي سِر جي قُرباني ڏئي سگهن ٿا. اج بہ تاريخ جي روشني ۾ هن ڌرتيءَ جي خاڪ پاڪ هينيان ليئو پائي ڏسبو تہ اهڙن اڻڳنگ انسانن جا وڍيل، ٽُڪيل، گهاٽي ۾ پِيڙيل رَتوڇاڻ جسم، پنهنجي ڌرتي ماءُ، سنڌ جي سيني سان ستل نظر ايندا، اَروڙ، ڪوٽڏيجي، نيرون ڪوٽ، ٺٽو مڪلي، مياڻي، سيوهڻ ۽ ٺلٽيءَ جهڙا مشهور هنڌ، سنڌ جي سُهائيءَ جي سَاک پيا ڀرين، اهڙا ڪيترائي انسان ٿي گذريا آهن، جن لوئيءَ جي لَڄ بچائڻ خاطر وڏي ذوق شوق سان پنهنجي جان جي قُرباني پيش ڪري، پنهنجو نالو

شهيدن جي فهرست ۾ داخل ڪرايو. اهڙن سُورهيہ انسانن پنهنجي زندگيءَ جي ڪشتي لَهرن لوڏن، ڳنن ۽ طُوفاني خطرن ۾ وِجهي قوم جي حياتيءَ جا ٻيڙا پار پَئي ڪيا آهن. هِنن هميشہ پنهنجي قسمت بِگاڙي، قوم جي بِگڙيل قسمت پئي سَنواري آهي. قوم جي اهڙن هڏ ڏوکين لاءِ ڪيترن ئي شاعرن سندن شان ۾ وڏا قصيدا ۽ گيت لکيا آهن. پر جهڙيءَ طرح سنڌ جي جڳ مشهور ۽ سداحيات شاعر مرشد لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ قوم جي اهڙن بهادر سُورمن تي روشني وجهي، جيڪو اعزاز بخشيو آهي، اُن جو ٻيو مثال نہ ٿو مِلي. حق سچ تي وڙهندڙ سورهيہ کي، شاهہ سائين هڪ جرنيل جي حيثيت سان جنگ جا طور طريقا، شيردل ٿي وڙهڻ، سُستي، غفلت ڇڏي، چُست چؤبند ٿي لَڙڻ، ڪنهن دشمن جي مَڪاري ۽ چالاڪيءَ کان خبردار ٿيڻ، ڪنهن لوڀ لالچ ۾ اَچڻ کان بَچڻ، گدڙ جي سئو سال زندگيءَ کان شينهن جي هڪ ڏينهن جي زندگيءَ کي بهتر سمجهڻ، وَهم وِسوسن کان پري رهي، مقصد واري ويڙهہ تي ثابت قدم رهڻ، نيڪ مقصد ماڻڻ لاءِ دُنيا جون سڀئي خواهشون ڇڏي ڏيڻ، ظالم جابر اڳيان ڪنڌ نہ جُهڪائڻ، غدار کان نفرت ڪرڻ ۽ سون تي سَيڻ نہ مٽڻ لاءِ بار بار تاڪيد ڪيو آهي، اهڙا ڪي مختصر مثال هِت پيش ڪجن ٿا:

جڏهن بہ ڪو طاقتور، ڏاريو ڏاڙيل، مرشد لطيف جي ڌرتيءَ تي رهندڙ سنهڙي سنڌيءَ سُورهيہ جوان کي ڏسي، پنهنجي طاقت تي ناز ڪري ٿي چيو تہ، هي، جيڪو سنهڙو ڇهبڪ جهڙو آهي! آءٌ ٿلهو متارو آهيان، مُنهنجي تہ مٿس اَک بہ ڪانہ ٿي ٻُڏي، اُهو اسان جهڙن طاقتورن جو ڪهڙو مُقابلو ڪندو؟ اهڙي خوشفهميءَ ۾ مُبتلا ٿيل ڌارئي کي مُرشد لطيف هَڪل ڪري چيو اٿس تہ اي نادان! تُون پاڻ کي ٿُلهو ٿنيرو سمجهي، ۽ مُنهنجي سنڌ جي بهادر کي سنهڙو سمجهي متان پُلجي پوين! واسينگ نانگ جا ٻَچا هوندا تہ سنها آهن، پر سندن ڏنگ نهايت خطرناڪ هُوندو آهي، سندن ڏَنگ سان هاٿي جهڙا ٿُلها ٿنيرا بہ اچي پَٽ وٺندا آهن. هي سنڌ جا سنهڙا جوڌا

جوان واسينگن جي ٻچن جھڙا ڪري سمجھہ! جن جو وار نهايت خطرناڪ آهي، اُنهن جي وار سان وڏا وڏا پهلوان، پنهنجي جڳهہ تان چُري بہ نہ سگهندا آهن. اهڙي سنڌي جوڌي جوان جي مرشد لطيف هن طرح واقفيت ڪرائي آهي، چوي ٿو تہ:

سَنهَان ٻَانءِ مَ سَپ، ويا وَاسِينگَن جَا،
جِنين جِي جَهڙَپ، هَاٿي هَنڌَان نَہ چُري.

۽ جڏهن ديس جا بهادر سپاهي، ڏارين جي سامهون اچي ٿا وِڙهن، تڏهن شاهہ سائين پنهنجن ديس جي بهادرن سان مُخاطب ٿي چوي ٿو تہ اي سورهيہ! جي توهان پنهنجي سوڀ لاءِ ٿا ڪوشش ڪريو تہ دل مان سڀ وَهم وِسوسا ڪڍي ڇڏيو ۽ پالا هَڻ ۽ دُشمن کي پاڪُر هڻي ڏَس، پنهنجي اڳيان ڍال نہ جَهل، تُون دشمن جي تلوار مٿان، پنهنجي تلوار ڦهڪائي، تہ پوءِ تُون سُورمو سڏجڻ ۾ اچين! تون پنهنجو بچاءُ ڍال نہ، پر تَرار سان ڪر! شاهہ سائين پنهنجي سنڌ جي سورهيہ کي هن ريت چيو آهي تہ:

سُورهيہ! مَرين سَوڀ کي تَہ دِل جَا وَهم وِسَار،
هَڻُ پَالاَ وِڙهہ پَاڪُرين، آڏِي ڍَال مَ ڍَار،
مَٿَان تَيغ تَرار، مَار تَہ مَتارو ٿِئين!

وري جڏهن لڙائي وڌي ٿي وڃي ۽ ٻنهي طرفن جا بهادر هڪ ٻئي جي آمهون سامهون بيهي بهادريءَ جا جوهر ٿا ڏيکارين، سندن تراريون، هڪ ٻئي سان لَڳي ڇڻنگون ڇڏڻ ۽ ٺَڪ ٺَڪ جا زوردار آواز ڪرڻ لڳن ٿيون، بهادر هڪ ٻئي کي لَلڪاري، سَڏي هَڪلون ڏئي پاڪُرين پئجي، هِڪ ٻئي کي ڏَس ڏَسان لائي ٿا ڏِين ۽ تَرارين جي زوردار ڌَڪن سان سندن سِسيون، ڌڙن کان ڌار ٿي ڦٿڪڻ، ٽپا ڏيڻ ٿي لڳيون، ڌڙ پڻ سِيين کان ڌار ٿي ڦٿڪندا ٿي رهيا، اُن وقت جنگ جي ميدان ۾ بهادرن جو هُل هنگامو مَتل هو. مرشد لطيف جنگ جي ميدان جي منظر نگاري هن طرح پيش ڪئي آهي، جنهن جو مثال مِلڻ مشڪل آهي، چوي ٿو تہ:

بَهَادر گَڏيَا بَهَادرين، ڪڙَڳ ڪَلُول ڪَن،
وِجَهن ڏِڙ ڏَڙَن تي، هَاڪَاري هَٽن،
ڪِرن ڪَنڌ نَچن، رِڻ گَجيو رَاڙو ٿِيو!

وري جڏهن جنگ جي ميدان ۾ وڙهندڙ سنڌي جوڌي جي زال سان ڪنهن مذاق طور ٿي چيو تہ، تُنهنجو وَر جنگ جي ميدان مان پڇي ويو آهي، تنهن ڪي اُن سنڌي بهادر سپاهيءَ جي زال هن ريت ٿي چوي تہ: مُنهنجو مڙس جنگ جي ميدان مان پڇي! سا ڳالهہ آءٌ مڃي نہ ٿي سگهان! مُنهنجي وَر ڪي جيڪي ويڙهہ ۾ زخم هُوندا، سي بہ سامهون هُوندس، جنهن ڪي سيڪڻ سان فخر محسوس ڪنديس، پر جي اُن ڪي پُٺ ۾ ڌَڪ هُوندا تہ پوءِ اِها ڳالهہ تُنهنجي لاءِ مَرڻ جهڙي آهي، اهڙي بهادر سنڌي سپاهيءَ جي زال جي دل جي ترجماني، مرشد لطيف هن ريت ڪئي آهي تہ:

پِڇو آءٌ نَہ چَوَان، مَاريو تہ وِسهان،
ڪَانڌُ مُنهن ۾ ڌَڪڙَا، سيڪِيندي سُونهَان،
تَہ پڻ لَڄ مَران، جي هُئَنس پُٺ ۾.

مُرشد لطيف پنهنجي سنڌي بهادر سپاهيءَ ڪي وڏيڪ هدايت ڪندي فرمايو آهي تہ: اي سنڌ جا جوڌا جوان! تُون مرد ٿي ميدان ملهائج! ڪڏهن بہ گيدي ڪانئر نہ بنجانءِ! ڪانئر ٿي مرڻ وڏي لعنت آهي. ڏِس! ڳِجهون، جيڪي رات ڏينهن رِڻن ۾ پيون رَهن ۽ پنهنجي ٻوليءَ ۾ هڪ ٻئي ڪان لڙائي جو پيون پُڇن، اُنهن ڍُونڍِ ڪائڪ پکين ڪي بہ سُورهيہ جو گوشت پسند ٿو اچي، ڪانئر ۽ بُزدل جو گوشت اُهي ڳِجهون بہ پسند نٿيون ڪن، بُزدل ۽ ڪانئر انسان جي گوشت ڪائڻ ڪي ڳِجهون بہ عيب ٿيون سمجهن، ڳِجهن ڪي بہ ڪانئر جي گوشت ڪائڻ ڪان نفرت آهي. هُو آهن بہ حرام خور، پر ڪانئر جي گوشت ڪي وڏيڪ حرام سمجهي نٿيون ڪائن. ڪانئر جو گوشت ڪائڻ ڳجهن لاءِ بہ هڪ عيب آهي، ۽ هُو ڳولي ڳولي غيرتمند سُورهيہ جو گوشت ٿيون ڪائن ۽ ڪانئر جي گوشت جي ويجهو ئي نٿيون وڃن ۽ اُن

جو گوشت پَٽ تي ڪِنو پيو ٿئي، اُهي ڊونڊ ڪائڪ ڳِجُهون، ڪانئر جي گوشت کائڻ کان بُک ۾ مري وڃڻ کي بهتر ٿيون سمجهن! مرشد لطيف ان لاءِ اجهو هن ريت چيو آهي تہ:

ڳِجهڙِيَن ڳَارو، رَاتِيان ڏِينهَان رِڻ ۾،
پَٽئيون پُڇن پاڻ، ڪنهن مُنهن ڪيڏارو،
کَائِين ڪِڳ مَارو، ڳانئر پيو ڪِنو ٿِئي.

ڊونڊ ڪائڪ ڳِجهن کي جنگ جي ميدان ۾، جي ڪنهن سُورهيہ جو گوشت نہ ٿي مِليو تہ اُنهن پنهنجو وقت ڏُکن بُکن ۾ گذاري ٿي ڇڏيو. ٿورين گهڻين ڏينهين، جڏهن سُورهيہ پُٽ ساماٽا تہ کين آسرو ٿيو ۽ سندن بُک ڏُک جي تڪليف دُور ٿيڻ لڳي، ڇو تہ کين خبر هُئي تہ اُهي جوڌا جوان، ڌارين کي ديس ۾ نہ سَهندا، کين جنگ ڪري ديس مان تڙي ڪڍندا. هُو حق جي راهہ ۾ سِر گهوري ڇڏيندا ۽ اسان جي بُک لهي پوندي، جنهن لاءِ مرشد لطيف هن ريت فرمايو آهي تہ:

ڳِجَهن ويٺي گَهاريا، ڏِجان ڏُک گَهڻا،
تَنگي لَٿَن تَنوُّڻ جي، سُورهيہ سَاماٽا،
ڳَندا رَامَاٽَا، ڪونئر ڳَليءَ جَا ڳوڙِيا.

ديس جو ڪو بهادر انسان پنهنجي ديس جي حقن لاءِ وڙهندي، ڌارين هٿان شهيد ٿي ويو تہ مرشد لطيف کي اُن جو ڏاڍو ڏُک ٿي ٿيو. جيڪي بهادر گهوڙن تي جنگ وڙهڻ لاءِ ويندا آهن، اُنهن گهوڙن ۽ بهادر جوان سپاهين لاءِ مرشد لطيف چيو آهي تہ:

گَهوڙن ۽ گهوڙَن جِيئَڻ ٿورا ڏِينهَڙَا،
ڳَڏهن مَنجهہ ڳوٺَن، ڳَڏهن رَاهيِ رِڻ جَا.

[روزاني عوامي آواز ڪراچي ۾ ڇپيل.]



حصو پهريون

# ڪي ويجهائي ڏُورِ، ڪي ڏُور بہ اوڏا سُپرين!

مُنهنجي جسماني ماءُ هِڪڙي آهي ۽ رُوحاني ماءُ ٻي آهي، جنهن کي سنڌ يا سنڌوءَ جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. جنهن جي عُمر جو ڪاٿو ڪرڻ مُنهنجي وَس کان ٻاهر آهي، البت موهن جي دڙي جي ڏنل گواهي موجب هزارين سال اڳ، جڏهن دُنيا جا اهي سمورا ملڪ، جيڪي اڄ ترقي يافتہ مُلڪ ٿا سڏجن، اُتان جا ماڻهو انگ اُگهاڙا چَرن ۽ غَارن ۾ وَلرن جي صُورت ۾ رَهندا هُئا. يعني انساني شعور ۽ ساڃاهہ ٻاررن وانگر هٿوراڙيون پئي ڏنيون، تڏهن منهنجي رُوحاني ماءُ پنهنجي سنڌي ٻچن کي سُنن گهرن ۾ سُنا لباس پهرائي سُنا ڪاڏا ڪارائي سُنو صاف پاڻي پياري تاتي نِپائي رهي هُئي، اِها آهي تاريخي حقيقت واري ڳالهہ. پر صحيح عُمر پنهنجي رُوحاني امڙ سنڌوءَ جو اندازو لڳائڻ مُنهنجي وس جي ڳالهہ ڪانهي، جو چوان تہ اُن جي عمر هيتري يا هوتري آهي، بس اِئين ڪٿي چوان تہ. مُنهنجي وَهم ۽ گُمان، سوچ ۽ ويچار کان مٿانهين عُمر واري مُنهنجي جيجل سنڌ! دنيا جي سيني اکرن ۾ ماکيان مِنو اکر ماتا امڙ ۽ ماءُ آهي، تہ پوءِ اُن سان پيار ڪرڻ منهنجو فطري حق آهي، انهيءَ منهنجي ماءُ ڪيترائي ٻار ڄڻي ڪيچ ڪيائين، جيڪي وڏي ڪِروڙن ۾ ٿيا آهن. آءٌ اُنهن کي سنڌي ياءُ جي نالي سان سڏيندو آهيان، اُهي منهنجا ڀائر ڀلي ڪهڙي مُلڪ جي خطي ۾ بہ رهندا هجن، پر آءٌ کين پنهنجي ٻولي، ثقافت، تهذيب، تمدن جي ڪسوٽيءَ تي پرکي سُڃاڻي وٺندو آهيان، پوءِ ڀلي هُو ڏنڏي داڙي، واپار، نوڪري وغيره يا سياسي اُٿل پُٿل جي لحاظ کان ڪٿي بہ رهن ٿا، پر آهن تہ منهنجا ڀائر، مون کان مورسي ڪاوڙجي ڪنهن ڏورانهين ڏيهہ هليا ويا هُجن، پر پوءِ بہ منهنجا ڀائر ئي آهن، اسان جي روحاني امڙ سنڌ آهي ۽ جُڙيل جنهن سان جند آهي، انهن کي آءٌ شاهہ سائينءَ جي بيت جي هن سِٽ وانگر سمجهندو آهيان تہ:

ڪي ويجَهائِي ڏُور, ڪي ڏُور بہ اوڏا سُپرين!

يعني ڪي ويجهي هُئڻ جي باوجود بہ ڏُور آهن, تہ ڪي ڏُور هُئڻ جي باوجود بہ بلڪل ويجها. اصل اکين جي آڏو آهن, اِئين ڪٽي چوان تہ هُو منهنجي سيني ۾ سمايل آهن, اُنهن سڄڻن ڪي وِسارڻ منهنجي وس جي ڳالهہ ڪانهي! ويجها هُجن يا پري هُجن, پر پوءِ بہ مُنهنجا پائر ئي آهن. اسان جي رُوحاني امڙ سنڌ سيڪيولر ذهن جي رَهي آهي, اُن جا صوفي بزرگ شاهہ, سچل, سامي, بيدل ۽ شاهہ عنايت سڀ سيڪيولر ذهن رکندڙ هُئا. اسان جي ذهنن تي امڙ جو اثر رهندو پيو اچي, اسان تي مُلائيت واري تشريح ڪيل مذهب جو اثر گهٽ رهيو آهي ۽ صوفين واري فڪر جو اثر زياده رهيو آهي, اُنهيءَ ڪري مذهبي جهيڙن جهڳڙن ڪي غلط سمجهندا آهيون. سيئي سنڌ ڄاوا هڪ ٻئي کي پنهنجو پاءُ سمجهي گڏجي هلون, انهيءَ ۾ ئي اسان سيني جي ڀلائي آهي. سنڌ ۾ هي چوٽي آهي تہ لنين هٽڻ سان پاڻي جُدا ناهي ٿيندو! ٻي چوٽي آهي ’بہ تہ ٻارهن!‘ اُنهن ننڍڙن ڀهاڪن ۾ ٻَڌي ڪري رهڻ ۽ طاقت جو ڏس ٿو ملي, آءٌ پاڻ کي ۽ سيني سنڌ ڄاون کي ڏاڍو خوش نصيب ٿو سمجهان, ڄ اسان سيني کي اهڙي ماءُ مِلي آهي, جيڪا محبت, غيرت, شرافت, عزت, رواداري, اتحاد, امن, ڀائيچاري, انسانيت لاءِ نفعيمند ۽ زندگيءَ جي رقص جو پيغام ڏيندي رهي آهي, علم, ادب, تهذيب, تمدن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ رهي آهي, جنهن جي لاءِ سيد ڪائنات محسن انسانيت حُضور پُر نُور جي گواهي آهي تہ مون کي **سنڌ ملڪ کان جنت جهڙي ٿڌڙي هير ٿي لڳي,** (يا) حضرت علي عليہ السلام جي گواهي آهي تہ **سنڌ مان علم جو سج اُڀريو آهي!** جنهن جا ڪِرڻا مديني ۾ ٿا پون! سنڌ امڙ جي عظمت لاءِ نبي پاڪ ۽ حق جي امام حضرت علي عليہ السلام جي گواهي کان پوءِ ٻئي ڪنهن نمڪ حرام تيري ميري ڪرڻ وارن جي گواهي جي ڪا ضرورت ڪانهي! منهنجي امڙ سنڌ کي سُڪيو ستابو ڏسي, ڪيترن ئي ملڪن جي بُکين وحشين دين ڌرم جي نالي ۾ حملا ڪري ڪيس لُٽيو ڦُريو ۽ سندس معصوم ٻچن جي نڙگهٽن کي ٿوڙي مروڙي رت ۽ ست کي چُوسي ورتو ۽ سچ جي نڙيءَ ۾ سَنکيو وِجهي, پنهنجي ڪُوڙي انسانيت جي تسڪين لاءِ زندگي کي خوب موت جو ناچ نچايو! انساني ڳوڙهن, چيخن, پُڪارن, روج راڙي, آهہ وَ زاري ظلم زيادتي, بيحيائي, بيهودگي, بيشرمائي, قتل, غارت ۽ تباهي, بربادي تي پنهنجي اقتدار جي مَسند تي ويهي موجون ماڻيندا رهيا,

اهڙيءَ طرح منهنجي سنڌ امڙ ڪيترائي سُور سَنا ۽ ڏُک ڏٺا آهن ۽ پاڻ ڦُرايو آهي، پنهنجا معصوم ٻچا مارايا، ڪُونڌر ڪُهايا آهن ۽ اجا تائين ڪُهائيندي پئي اچي! سنڌ جي تاريخ جو وڏو خون چڪان داستان آهي، جنهن جي پڙهڻ سان سُجاڳ انسانيت جي اکين مان هميشہ رَت جا ڳوڙها ڳڙندا رهيا آهن، امڙ سنڌ جي هن ڦرلٽ خلاف سنڌ جي ڪيترن وِير سُورمن جنگ جوتي ۽ وڙهندي شهادت ماڻيائون، جن ۾ راجا ڏاهر، دودو سومرو، دُولهہ دريا خان، مخدوم بلاول، صوفي شاهہ عنايت، هوش محمد شيدي، پير صبغت الله شاهہ راشدي، هيمون ڪالاڻي، رُوپلو ڪولهي ۽ ٻيا ڪيترائي سارا قابلِ ذڪر آهن، جيڪي ننگن ۽ دنگن تي سِر ڏيئي سَرها ٿيا، اُهي هُئا سنڌ جا سچا ٻچا، جِن کي سنڌ جا سُورهيہ بہ چيو ويندو آهي، باقي ذاتي لالچ ۾ اچي، جن سنڌ جو سودو ڪيو سي ڪوڙا ۽ غدار چئبا! اُنهن ڪُوڙن غدارن جي لسٽ ايتري تہ ڊگهي آهي، جو هن پني جو ميدان پوروئي ڪونہ پوندو، مون کي مضمون لکندي مرشد لطيف جو هڪ بيت دل تي تري آيو آهي، جيڪو سنڌ جي هر ڪُوڙي غدار لاءِ هڪ پيغام آهي تہ:

هِي مُنهن ڏئي ٻن، تُون وِهہ ڪائِي نہ مَرين،
تَان جي ملير جَائِيُون، توسِين سَڱ نَہ ڳَن،
پوءِ تُون ڪِيئَن مَنجَهان تن، پَاڻ ڪوتائين مَارئي.

شاهہ سائينءَ جو مٿيون بيت سنڌ جي هر سوداگر ۽ دلال لاءِ هڪ وڏو پيغام آهي، شال! اُنهن کي مرشد لطيف جو هي پيغام سمجهہ ۾ اچي ۽ توبهہ ڪري سنڌ امڙ جا وفادار بڻجي وڃن، اُنهيءَ ۾ ئي سندن فائدي جو راز سمايل آهي. ڪنهن مفڪر جو قول آهي تہ: ڪنهن قوم جي فطرت کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ اُن قوم جي لوڪ ادب جي وِرثي جو اڀياس ڪري، سندن راڳ ويراڳ کي غور فڪر سان ٻُڌجي ۽ پروڙجي، مفاد پرست ۽ غدار سياستدانن ڏي نہ نِهارجي، نہ وري ڳن ڌرجي. جيڪي ذاتي مفادن لاءِ نئين سِج نئون راڳ آلاپي قوم کي تباهہ پيا ڪن، اج هينئن ٿي ويو! اج هُونئن ٿي ويو! نئين سج منافڪي جو نئون ڪوڙڪو هٽي شڪار پيا ڪن. سنڌ سيڪيولر خيالن جي پئي رهي آهي، سندس صوفي بزرگ بہ سيڪيولر خيالن جا ٿي گذريا آهن، جنهن مان **مرشد لطيف** بہ هڪ آهي، جنهن 1689ع ۾ جنم ورتو، اهو دور

سياسي لحاظ کان سنڌين جو غلامي وارو دور هو. سنڌ جا ڪلهوڙا حڪمران دهليءَ جي مغل حڪمرانن جا ڏن ڀرو ۽ سندن جِي حُضوري ڪرڻ وارا هُئا. اُن وقت دهليءَ جو حاڪم اورنگزيب عالمگير هو. جنهن کي اُن وقت جي ظاهر پرست ۽ ويڪائو مُلن مولوين سندس نالي تي عربي زبان ۾ ’فتويٰ عالمگيري‘ هڪ ڪتاب لکي، کيس محي الدين جو لقب ڏنو هو. يعني دين جو محافظ! اُنهيءَ دين جي محافظ جي حالت وري اِها هُئي، جو هُن پنهنجي پيءُ شاهجهان کي هٿڪڙيون هڻائي قيد ڪري جيل موڪلي، حڪومت تي قبضو ڪيو هو. داراشڪوه، جيڪو سندس وڏو ڀاءُ هو ۽ هڪ تمام سٺو انسان هو. جنهن سان پنهنجي پيءُ جي ڏاڍي دل هُئي، اُن کي قتل ڪرائي، سندس سِر ڌڙ کان ڌار ڪرائي دستر خوان ۾ ڍڪرائي عيد جي موقعي تي تحفي طور جيل ۾ پيءُ ڏي موڪليائين. پڻس هن خوش فهمي ۾ رهيو ته، پُٽ عيد جي ماني موڪلي آهي ۽ هن ڪپڙو هٽايو ته اُن ۾ پنهنجي لاڏلي پُٽ جي مُنڍي ڏٺائين ۽ بيوسيءَ جي عالم ۾ رڙيون ڪري جيل جي ديوارين سان مٿو ٽڪرائي تڙپندو رهيو. جنهن کي ڏسي شايد شيطان به شرم کان ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو هوندو. پر هن کي ڪو پڇتاءَ ڪونه ٿيو ۽ اڃا کان اڳرو رهيو. جو اُن کان پوءِ پنهنجن ننڍن معصوم ڀائرن، مراد، ڪامران ۽ شجاع، جيڪو ڪير پياڪ هو جنهن کي پنهنجن پليت هٿن سان پينگهي ۾ سُتل کي سگهتي مارايائين ۽ صوفي بزرگ حضرت سرمد خلاف مُلن مولوين کان ڪُفر جون فتوائون وٺي بي سبب کيس قتل ڪرايائين. مطلب ته سندس ڏاڙهي بيگناهہ مظلوم ماڻهن جي رَت سان رَنگيل هُئي ۽ اُن مان ٽمندڙ خون شاهہ سائين پنهنجي تيز فهم ۽ ذڪي نگاهہ سان ڏسي رهيو هو. اورنگزيب عالمگير، جڏهن مُئو هو. تڏهن مرشد لطيف جي عمر 16 سالن جي لڳ ڀڳ هُئي ۽ جڏهن حضرت صوفي شاهہ عنايت کي جاگيردارن پوتارن، رئيس، وڏيرن ۽ ميرن پيرن سنڌ جي گورنر اعظم خان پٺاڻ سان ملي مُلن مولوين کي خريد ڪري ،سندس خلاف ڪُفر جي فتويٰ وٺي مريد فقيرن سميت کيس

قتل ڪرايو هو تہ اُن وقت شاهہ سائينءَ جي عمر 28 سالن کي پهتل هُئي، صوفي شاهہ عنايت جي شهادت جو مٿس وڏو اثر ٿيو ۽ ڏُکارو ٿي چيائين تہ:

سَاٿي نَہ پَسان سي، جي هُئم هِينئڙي ٿُوڙيُون،
هَاٽي ڪِنين جي، اَگُڻ وَجي اَوريان.

يا

چَرتي چِڏئي پيرڙا، ڳري هَنج اُڏار،
سَجڻ تُنهنجي سَار، صَديون رَهندي سَاهہ ۾!

يا

مَران مَٿو پِنيان، نِهاريان نيڻان،
سخن جي سَنديان، آءُ تہ جِيئندي اُن ري!

مطلب تہ مرشد لطيف کي حضرت صوفي شاهہ عنايت جي وڇوڙي جهوري وِڌو هو. سچو صوفي ’ابن الوقت‘ نہ پر ’ابو الوقت‘ ٿيندو آهي. شاهہ سائين، صوفي شاهہ عنايت جو صدمو سهي، پنهنجا پير پُختا ڪري پاڻ سنڀالي، اصل پهاڙ بنجي بيٺو جڏهن نادر شاهہ دُراني سنڌ تي حملو ڪري جيڪا تباهي ڪئي هُئي، اُنهيءَ سڄي سياسي سماجي اُٿل پُٿل ۽ ردو بدل واري حالت کي مرشد لطيف حيرت وارين اکين سان چڱي ريت ڏٺو مشاهدو ڪيو تہ ڪيئن ڌاريا ڌاڙيل ديسي ماڻهن سان ظلم زيادتيون ٿا ڪن، سنڌي ماڻهن جي حقن تي ڪيئن ٿا ڌاڙا هڻن؟ خود غرض مُلن مولوين جي پيٽ ۽ پئسي جي لالچ کي فتوائون جاري ڪرڻ واري فتني کي چڱي ريت سمجهندو رهيو.

اهڙين ڳنن حالتن ۾ پنهنجن فقيرن سميت ماتمي لباس پائي اٺي ڪڙو ٿيو هڪ هٿ ۾ تنبورو ٻئي هٿ ۾ ڪڙتال ڪٽي، اڳيان پاڻ پُٺيان سندس فقير الو ميان! ڪندو جيسلمير، ڪاٺياواڙ راجستان، ڪڇ، ٻيج، گرنار، ڪان ٿيندو ملتان، ڪيچ مڪران، پنيور، مطلب تہ سنڌ جي وستي واهڻ، ٿر بر ۾ وڃي طوفاني دورا شروع ڪري ڏنا ۽ پنهنجي هڪ نئين انداز ۾، يعني راڳ ويراڳ رستي پنهنجي سنڌي قوم کي سُجاڳي جا سڏ ۽ مُغل

سامراج خلاف متحد ٿي مقابلي ڪرڻ جو پيغام ڏيندو رهيو. اڳيان پاڻ پُنيان وڏو ولر فقيرن جو. ساز آواز جي ڌم، ڏينهن رات هل هلان، جتي بہ رهيا ٿي، اُتي سنڌي ماڻهن جا ڪٽڪ گڏ ٿِي ٿي ويا، ۽ جتان پئي لنگهيا تہ سنڌي ماڻهن سندن وِڪ وِڪ تي آجيان ٿي ڪئي ۽ 'پيچ پٽائي، ڳر مُلڪ مِنائي!' جا نعرا بلند ٿي ڪيا. مطلب تہ سنڌي قوم کي مرشد لطيف هڪ انوکي رنگ ۾ سمجهائي رهيو هو. جو سنڌي قوم اهڙي سمجهاڻيءَ جو انداز نہ اڳ ڏِٺو هو نہ ٻُڌو هو. مرشد لطيف پنهنجي انداز ۾ سمجهائيندي چيو تہ:

ٿَتِي ٿَڌِي ڳاهہ، ڳانهي وَيل ويهَڻ جِي!

هن اُنهيءَ عمل ۾ سِر ڏڙ جي بازي جي ڳالهہ ڪئي هُئي، هڪ هنڌ چيائين تہ:

سُورهيہ مَرين سَوبَ کي، تہ دِل جَا وَهم وِسَار،
هَڻ ٻَالا، وِڙهہ ٻاڪُرين، آڏِي ڍَال مَ ڍَار،
مَٿَان تيغ تَرار، مَار تہ مَتارو ٿِئين.

شاهہ سائينءَ جي هن بيت تي 'ابن الوقت' جي گماشتن حڪومتي درٻارين خوشامدڙين جا ڪن ڪڙا ٿي ويا. دوڙا پَنجي ويا، چيائون! هي تہ ڪو وڏو بغاوتي آهي! جو پنهنجي شاعريءَ ۾ تراڙيون ٻالا کڻي وڙهڻ، مَرڻ ۽ مارڻ جون ڳالهيون ڪري، سنڌين کي ويڙهہ جون صلاحون ٿو ڏئي! ڪيس فقيرن سميت پڪڙي وِجهوس ڪاٺ ۾ تہ خبر پويس! ڪنهن وري چيو تہ، ڇڏيو يار فقيرن، ملنگن ۽ مَستن کي نہ ستايو. رب الائي ڪهڙين ڳالهين ۾ راضي آهي، اجايو پاڻ نہ پِٽايو! پوءِ بہ مرشد لطيف کي اٽڪل سان مارڻ لاءِ ڪيس زهر ڏنو ويو. ٿاهڙ گهوڙي تي چاڙهي ڪيس مارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، پر چوندا آهن تہ جنهن کي رب رکي، تنهن کي ڪير چکي! ۽ شاهہ سائين سنڌي قوم کي راڳ ويراڳ رستي سمجهائڻ وارو ڪم جاري رکيو. جڏهن نادر شاهہ دراني جي لشڪر کي سنڌ ۾ نُوس نُوس ڪندي ڏٺو تہ وڏي بهادريءَ سان چيائين تہ:

هِي جي آيا هير، سي مُون اڳ نہ ڏِٺا ڳَڏهين!

[روزاني عبرت حيدرآباد، اربع 27 جون 2012ع ۾ ڇپيل.]



حصو ٽيون

# ڪي ويجھائي ڏورڙم ڪي ڏور ٻہ اوڏا سُپرين !

اُن وقت ۾ سنڌين جي پاڻ ۾ نااتفاقيءَ جي ڪري، مُغل سامراج ڪي وَجھہ مِليو ۽ نادر شاھہ دارنيءَ حملو ڪري، سنڌ ڪي خوب لُٽيو ڦُريو، ايتري قدر جو سنڌي ماڻھو ڏُڪر جي گھيري ۾ اچي ويا ۽ ھو بُکن ۾ پاھہ ٿي مرڻ لڳا، چؤطرف ٻِيَنگ واڪا ڪرڻ لڳي، بازاريون ويران ڪارخانا بند، سنڌ جي روزگار کي وڏو ڌڪ لڳو، معاشي ۽ اقتصادي حالتون تمام خراب ٿي ويون، سنڌ جا ماڻھو پيرُون، پَڪا، ڏونرا، لُنب کائڻ تي مجبور ٿيا، سنڌ ۾ ڏُڪر واري حالت کي ڏسي مرشد لطيف چيو تہ:

آڻِين ۽ ڇَاڙِھين، ڏُٽ ڏِھَاڙِي سُومرا!
سَٿا ڪَيو سَيد چَئي، سَائون سُڪائِين،
مَنجھان لُنب لطيف چَئي، ڇَانور ڪَيو ڇَاڙِھِين،
پِلاءُ نَہ پَاڙِين، عمر آراڙِي سِين.

شاھہ سائينءَ جو چوڻ ھو تہ قومن جي بقا قربانين سان ھوندي آھي، اُنھيءَ سان ئي انساني نسل جو سلسلو جاري آھي، اُنھيءَ سان ئي قومن جي بقا آھي، بچاءُ آھي، مطلب تہ قومن ۽ ملڪن جي پِلائيءَ جو راز قربانيءَ ۾ سمايل آھي، سنڌي قوم کي پتنگن سان مشابھت ڏيندي چئي ٿو تہ:

پَتَنگَن پَھہ ڪَيو، مِڙيا مَٿي مَچ،
پَسي لَھس نَہ لُچيا، سَڙيا مَٿي سَچ،
سَندا ڪِچين ڳَچ، ويچارن وِڃَائِيا.

شاھہ سائين ويڙھہ دوران ھڪ جرنيل جي حيثيت سان سنڌي قوم کي دشمنن سان ويڙھہ وڙھڻ، پاڻ بچائڻ وغيره جا طور طريقا سمجھائيندي چيو آھي تہ:

بَهادُر گَڏيا بَهادرين، ڪڙڳ ڪَلُون ڪَن،
وِجهن ڏڙ ڏڙن تي، هَاڪَاري هَٽن،
ڪِرن ڪَنڌ نَچن، رِڻ گَجيو رَاڙو ٿِيو.

شاهہ سائين سنڌ جي جوڌن کي آزاديءَ جي جنگ وڙهڻ لاءِ صلاحون ۽ سُٺا سبق ڏنا ۽ دشمن سان مُهاڏي اٽڪائڻ لاءِ چيو ۽ بُزدل، گيدي ۽ ڪائنر لاءِ نفرت ڏياري، بهادر بنجي سِينو سُپر ڪري، ويڙهہ وِڙهڻ لاءِ چيو ۽ هِمٿايو. ساڳي وقت سنڌ جي حاڪمن کي خبردار ڪندي چيو تہ، اي سنڌ جا حاڪم! سنڌ جون سرحدون محفوظ نہ رهيون آهن، اُتي، سُجاڳ ٿي، ڏاريا ڏاڙيل سنڌ جون سرحدون ٽِپيو سنڌ ۾ داخل پيا ٿين ۽ سنڌ ۾ اچي مانڌاڻ مَچايو اَٿن. مرشد لطيف ٻيڙيءَ جي مشابهت سنڌ سان ۽ ملاح جي مشابهت اُن وقت جي حاڪم سان ڪئي آهي.

اي ملاح! (سنڌ جا حڪمران) سنڌ ۾ اهڙو تہ گوڙشور متل آهي، جو توکي تہ ننڊ ئي ڪرڻ نہ گُهرجي، تو کي تہ هوشيار ٿي رهڻ گهرجي، تون هڪ طرف سنڌ جي حاڪميت جي هَام ٿو هڻين تہ ٻئي طرف حاڪم هُئڻ جي باوجود بہ تُون مانڊ ڪيو اگهور ننڊ ۾ سُتو پيو آهين! سُجاڳ ٿي، اکيون کول، تنهنجي سنڌ ملڪ مٿان نامناسب هوائون پيون لڳن ۽ ظلم جا ڪارا ڪڪر ڇانيل آهن، ترقي ۽ آزاديءَ جون راهون بند ٿينديون پيون وڃن، سنڌ ڌرتيءَ کي ڌارين ڌاڙيلن ٿامون ڪري ڇڏيو آهي، پوءِ بہ تُون ننڊ ۾ آهين، اُنهن ٻنهين ڳالهين جو توکان ضرور پُڇاڻو ٿيندو ۽ توکي اُن جو حساب ضرور ڏيڻو پوندو. ۽ پوءِ مالڪ حقيقيءَ ڏانهن واجهائيندي چوي ٿو تہ، اي مالڪ! اهڙين حالتن ۾، جتي وڏا وڏا ٻيڙا بہ لُڏي ٿا پون، اهڙيءَ حالت ۾ هن ٻيڙي ’سنڌ‘ جو تُون ئِي واهر وسيلو تِجانءِ! باقي هِنن ملاحن (حاڪمن) جو حال ڪونهي، تُون ئي واهر وسيلو آهين، تنهنجو ئي تَڪيو آهي! تون ئي هن مصيبت ۾ گهيريل ٻيڙي (سنڌ) کي ڪڍي پار ڪجانءِ! شاهہ سائين جي لفظن جو مول مٿو هن طرح آهي تہ:

بَندر جَان يَئي، تَان سُڪَاٽِيَان مَ سُمھو،
ڳپر ٿو ڪُن ڳري، جِيئَن مَاٿيءَ مَنجھہ مَھي،
ايڏو سُور سَھي، نِنڊ نَہ ڪَجي نَاڪُئا!

يا

ٻيڙياتا ٻيئي، تو نَہ ڦَٻنديُون ڳَالھيون،
سَڃيون رَاتيون سُمھين، پَر سُڪان ڏيئِي،
صُباح سَپيئي، پَار پُڇنديئِي خَبرُون.

شاهہ سائينءَ کي سنڌ اندر اهڙا ڪُوڙا مَڪار ۽ مُنافق ماڻھو بہ نظر آيا، جيڪي سنڌ جا ٻچا، سنڌ جا والي ڪري، پوءِ بہ اُن سان سچا نہ هُئا، جن نسل درنسل ڏاڍ ۽ غلاميءَ کي پاليو نِپايو هو. ڌاريا حاڪم جيڪي سنڌ تي اچي قابض ٿيا هُئا، تن اهڙن غدار سنڌ دشمن ماڻھن جي وسيلي ئي سنڌ ۽ سنڌي قوم تي، پنھنجو ظلم ڏاڍ مضبوط ڪرڻ شروع ڪيو هو. اُنھن تي ئي ويساهہ ڪري، ڪين پنھنجو ايجنٽ بنائي رکيو هو. هر دور ۾ اهڙا ديسي دلال ٻاهران ڪاهي آيل ظالمن جا ايجنٽ بنجي، پنھنجن تي ظلم جا پھاڙ پٽي ڪيرايا آهن. جن ۾ جاگيردار پوتار رئيس، وڏيرا ۽ مير پير اچي وڃن ٿا. مرشد لطف انھن جا اهڙا ڪُڏا عمل پنھنجين اکين سان ڏسندو رهيو. ڪيس اُنھن ۾ شرم ۽ حيا رحم ۽ ڪرم، ضمير ۽ ايمان، حق ۽ صداقت، غيرت ۽ شرافت جو هڪ ذرو بہ نظر نٿي آيو. اُهي سنڌي قوم لاءِ جلادن ڪان سواءِ ڪُجھہ نہ هُئا. هُو نسل در نسل ضمير فروش هُئا. جن سنڌ تي هر حملي آورن جو ساٿ ڏئي سنڌ ۽ سنڌي قوم جي تباهي ٿي ڪئي. آخر پيتائي گھوٽ سنڌ جي ڀلائيءَ لاءِ رب پاڪ ڪان غلام شاهہ ڪلھوڙي کي گُھري ورتو ۽ اُن جي حڪومت ۾ سنڌ ۽ سنڌي قوم سُک جو ساهہ کنيو. سندس دَور حڪومت سنڌ لاءِ سُنھري دَور ثابت ٿيو. اُن کان پوءِ سنڌ ۽ سنڌي قوم ڪڏهن ڏُک ڪڏهن سُک ۾ رهندي پئي اچي. اِمڙ سنڌ پنھنجن ٻچن کي تہ تاتيو نِپايو. پر هر ايندڙ ويندڙ کي بہ کارايو پِياريو. اُنھيءَ ڪري سندس مهمان نوازي مشھور

آهي! هن کي پنهنجا پيٽ ڄاوا پُٽ کوڙ سارا هُئا. پر هن سڀاجهي ماءُ لکين اَنگ اُگهاڙا پيٽ ٻُکيا. حال ڪان بي حال، فوٽ پاٿ ۽ گند ڪچري ۾ رهندڙ پراون ٻچن کي بہ پنهنجي گود ۾ وٺي تاتيو نِپايو وڏو ڪيو. سنڌي قوم بہ ڪين مٿي جو موڙ سمجهي پنهنجي جهوليءَ سندن اڳيان حاضر ڪئي ۽ پنهنجو پاءُ سمجهيو. پر بقول مرشد لطيف جي تہ:

ڏريان ڏِي ڏَاريا، مِٺ مُئيءَ جَا نَہ ٿِيا!

بلڪل صحيح ثابت ٿيو ۽ سالن پُڄاڻان بہ هُو سنڌ جا ٿي نہ سگهيا!

[روزاني عبرت حيدرآباد، جمعو 29 جون 2012ع ۾ ڇپيل.]



# شاهہ عبداللطيف ۾ سنڌ جا مُفت خور ڦورو!

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي گھوٽ جو جنم 1689ع ۾ ٿيو. اُهو دَور سنڌ ۽ سنڌين لاءِ بلڪل غلاميءَ وارو دَور هو. سنڌ جا حاڪم دهليءَ جي مُغل حڪمرانن جا ڏَن ڀَرُو، چاپلوس ۽ جِي حُضوريءَ ڪرڻ وارا هُئا. شاهہ عبدالطيف لاءِ ائين ڪٽي چئجي تہ هن سنڌ جي غلام ڌرتيءَ تي غلام جي حيثيت ۾ جنم ورتو هو. جڏهن هالا حويليءَ ۾ اکيون کوليون هُئائين، تڏهن پرواري مُلڪ هندوستان (سنڌ بہ جنهن جي ماتحت هئي)، تي هي ظلم ٿيو جو دهليءَ جو حاڪم اورنگزيب عالمگير، جنهن کي اُن وقت جي مُلن مولوين ’محي الدين‘ جو لقب ڏنو هو يعني دين جو محافظ! اُنهيءَ ڀلاري، پنهنجي پيءُ شاهجهان کي قيد ڪري، پنهنجي وڏي ڀاءُ دارا شڪوه ۽ ٻين ڀائرن کي بي گناهہ قتل ڪرائي، حڪومت تي قبضو ڪيو هو ۽ پوءِ وري جلد ئي صوفي بزرگ سرمد کي بہ شهيد ڪرائي ڇڏيو هو. شاهہ سائين تيز فهم ۽ ذَڪي نِگاه سان اُهو ظلم ۽ بربريت جو مانداڻ ڏسي رهيو هو اڳتي هلي، هُن کي سنڌ ۽ سنڌي قوم جي غلاميءَ جو بہ احساس ٿيو هوندو بہ شاهہ سائين جي شاعريءَ جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ شاهہ سائين سنڌي قوم جي ڏُکن سُورن ۾ هر وقت ۽ هر حال ۾ ڀاڱي ڀائيوار رهيو آهي. سنڌ ۽ سنڌي قوم تي جڏهن بہ ڪا مصيبت ٿي آئي تہ شاهہ سائينءَ کان بي اختيار آهون ۽ دانهون نِڪري ٿي ويون، هُن پنهنجن ماروئڙن، سانگيئڙن، جهانگيئڙن جي تڪليف ۽ مصيبت پنهنجي تڪليف ڪري ٿي سمجهي ۽ پوءِ اُنهن ڏُکوئيلن کي دلاسا ڏيڻ، پرچائڻ ۽ ٻُڌن تان ڳوڙها اُگهي، اِهو آٿت ڏيڻ تہ ڏُکن جا ڏينهن بلڪل ٿورا آهن، پرواهہ نہ ڪريو، چاڻ سُک آيا! پنهنجي جُستجو جاري رکو، ماٺ ڪري نہ ويهو، هن ڪاريءَ رات جو ضرور اَنت ايندو، نيٺ تہ سُک جو صبح بہ ٿيندو، متان گھبرايو اٿو، مَتان هينئڙو لاٿو اٿو، پرواهہ نہ ڪريو، اوهان جي ڇوٽڪاري جا ڏينهن بلڪل قريب آهن، ڇو تہ ڏُکن پُٺيان سُک ايندا آهن! اِهو فطرت جو اُصول آهي. سنڌيو! متان گھبرايو اٿو! مُرشد لطيف اهو سڀ ڪجهہ اُنهيءَ ڪري ٿي ڪيو، جو هُو سنڌ جي مِٽيءَ جي پيداوار هو ۽ سڀني سنڌين کي

ساڳي مِٽيءَ جي پيداوار تي سمجهيائين. هن جي نظر ۾ سيئي سنڌي هڪ جسم جا عضوا هُئا. جيئن جسم جي ڪنهن عُضوي کي ڪو درد ٿيندو آهي تہ سڄو جسم تڙپندو آهي. اهڙي ريت مرشد لطيف لاءِ هو هر سنڌيءَ جي تڪليف پنهنجي تڪليف هُئي. اُنهيءَ ڪري هن پنهنجي شاعريءَ ۾ قومي شعور جي سُجاڳي، غيرت، شرافت، محبت ۽ حقيقت جو سبق ڏنو آهي، ۽ مذهبي ڪٽر پڻي کان پري رهڻ جي هدايت ڪئي آهي. هن هر مذهب کان، هر قوم کي وڏيڪ تي سمجهيو. وڏيڪ وري هر ڪري ڪوٺي کي پرکڻ جي تربيت تي ڏني. آءٌ مختصر مثال هِت پيش ڪندس.

اها تاريخي حقيقت آهي تہ سنڌ ۽ سنڌي قوم کي ڏُتڙيل ۽ ڊانوانڊول رکڻ واري ڏوهہ ۾ پراون کان وڏيڪ پنهنجا شامل رهيا آهن. سنڌي قوم کي پستيءَ جي پهاڙن هيٺ دٻائي رکڻ ۽ تنزل ڏي زوريءَ ڌِڪي وجڻ کان وڏيڪ، سياسي اقتصادي ۽ ثقافتي سهونيت ۾ ڏيهي ڌاڙ ڏمرن پراون ظلمن کان کان وڏيڪ پنهنجن غدارن وڏيڪ سرگرم تي ڪم ڪيو آهي. ماضي حال ۽ مستقل کي ڏار نٿو ڪري سگهجي، اُهي سيئي گڏيل ڪڙيون آهن. انهيءَ ڪري وسيع النظري ۽ روشن خياليءَ سان ڏٺو ويندو تہ ٻہ سئو سالن کان ٻہ گهٽو مٿي مرشد لطيف جي وقت جي صورت حال اڄ ٻہ ساڳيءَ حال ۾ نظر پئي اچي، اُن ۾ تر برابر ٻہ فرق ڪونهي آيو! اُن لاءِ مرشد لطيف ڪيترن ئي هنڌن تي اُنهن ظالمن ننگ لُٽيرن ۽ غدارن جي نشاندهي ڪئي آهي. اهڙا ظالم غدار ۽ ڦورو شاهہ سائين جي وقت ۾ هُئا ۽ هينئر ٻہ آهن. رُڳو نالن ۽ چهرن جي مٽ سٽ آهي، باقي سندن ڏنڌو ۽ ڪردار ساڳيو آهي. شاهہ سائينءَ جي وقت ۾ اهي سنڌ ۽ سنڌي قوم جا ويري اُنن گهوڙن تي چڙهي هندستان جي مغل نسوار خور بادشاهن جي پيرن تي ڪري سر سجود ٿي بوٽ چٽيندا هُئا. اڄ وري سنڌ جا غدار ۽ نمڪ حرام بيماريءَ جا بهانا بنائي هوائي جهازن ۾ چڙهي آمريڪا وڃي، انگريزن جي چاپلوسي پيا ڪن. يا سندن ايجنٽ باليءَ جي پڙون پائرن جي جِي حُضوري پيا ڪن. يعني انگريزن جي چاپلوسي کان پوءِ وري انگريزن جي نظرياتي اولاد ڳڙالو تماڪو پيئڻ وارن جي پيرن تي ڪِري، پالتو جانورن وانگر پُڇ لوڏ ڪري کين خوش ڪرڻ جي ڪوشش پيا ڪن!

اوهان کي سنڌ اندر هر طرف کان، چنيسر، قاضي قادن، نائونمل ۽ صوبيدار جا عملي پيروڪار مِلندا. جيڪي شاهہ سائينءَ جي وقت ۾ سنڌ مان لُور لُور ڪري، دهلي وڃي مُغل حڪمرانن اڳيان گيسيون وڃي ٽا سجدا ڪن. اُنهي مٿي جيترن ماڻهن جو سنڌي قوم جي ڳچيءَ ۾ ڦاهو پيل آهي، جن کي جاگيردار، پوتار، رئيس، وڏيرا، سردار، زميندار، مير، پير پيو الائي ڇا ڇا ٽا سڏائن؟ جيڪي حقيقت ۾ مفت خور، ڦورو، زبان خور ۽ وڏ مان وڏ ظالم آهن. اُهي فرعون صفت انسان صدين کان وني سنڌي ماروئڙن مٿان چٽيون ٿيا پيا آهن. اُنهن ظالمن جي خود غرضي، بي حيائي، بزدلي، بي شرمائي، نڪ نرڄائي ۽ غداري جي ڪري سنڌ ڌرتيءَ جي مٿان جڳ جهان جا رولاڪ، ڦورو، استحصالي، پيربار، سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن کي نهايت بيدرديءَ سان پٽيندا ڪائيندا رهيا آهن. اهڙين حالتن کي ڏسي شاهہ سائين کي ڏاڍو ڏک رسندو هو ۽ ڌارين جي اهڙي دلال ۽ غدار کي مخاطب ٿي چوندو هو اي ظالم ڌارين جا دلال! تون چور وانگر سنڌ جي غريب ماروئڙن جو رت پي مچي ٿي پيو آهين ۽ ٿلهو ٿنيرو بنجي غريبن مان جنهن کي تنهن کي وتين ٿو ٿونا هڻندو، ماريندو، پٽيندو، ڪائيندو. اي ظالم ڪنڌ ٿلها، پيٽ وڏا! تون ائين ٿو سمجهين تہ تنهنجي اها بدمعاشي، اها وڏ ماڻهپائي، ظلم زيادتي سدائين لاءِ هلندي رهندي! اي مفت خور ظالم! تنهنجي ظلم جا ڏينهن بلڪل پورا ٿيڻ وارا آهن. چو تہ تاريخ گواهہ آهي تہ هن ڌرتيءَ تي تو جهڙا ڪيترائي فرعون صفت پيدا ٿيا ۽ تو ئي وانگر ها بلڪل تو وانگر! ڪيترن ئي غريبن لاءِ ويل وهايائون، پر اج اُنهن ظالمن جو نالو نشان بہ ڪونهي. تون پلي غريبن سان ظلم ڪر، ڪين ماري وري مار، سن کي مچ ڪري غريب مارائي، تون غريبن کي دڙڪا دهمان ڏئي هيساءِ، چيڙبيگو وهاءِ! بي گناهہ غريبن جي ڳلن تي چماٽون هڻ، پر ياد رک، ٻين ظالمن وانگر تو کي بہ جڏهن گرفت ۾ آندو ويندو تہ پوءِ توکي خبر پوندي، پوءِ تنهنجون اکيون کُلنديون، في الحال توکي محل ماڙين ۽ ڳاڙُون واري اڻ ڪٽ دولت جو نشو آهي، اُنهيءَ نشي توکي اهڙو تہ الوٽ ڪري ڇڏيو آهي، جو غريبن تي توکي ڪو رحم نٿو اچي، اڙي ظالم مسڪينن تي ڪوبہ قياس نٿو ڪرين! دولت جي نشي ۾ ڇڻ انڌو ٿي ويو آهين. جو غريبن مان ڪنهن کي گار، ڪنهن کي لت، ڪنهن کي مُڪ، ڪنهن کي ٺُڪ، ڪنهن کي ٻُجو اصل ائين ڪٽي ڇڏجي تہ ڪاري مروڙءَ وانگر غريبن کي پيو ٿو

مارين! توهان بلڪل دولت جي نشي ۾ آهين. تنهنجي حالت اُن ڪُتي جهڙي آهي، جنهن کي ماس وارو تسٽيو هڏو ملي ويندو آهي، پوءِ آهستي آهستي اُن کي پيو ڪر ٽيندو آهي ۽ ايندي ويندي کي پيو ڏاڙهيندو آهي. تنهنجي حالت بہ هو بهو اُن ڪُتي واري آهي، تو تہ اهڙا ڪيئي هڏا هٿ ڪري پئي ڪاڏا آهن، پر توکي اُهو پُلجڻ نہ گهرجي تہ تو جيڪي غريبن سان ظلم ڪيا آهن، ڇا تن جي تو کي معافي مِلي ويندي؟ ائين هر گز ڪونہ ٿيندو. خدا تو کان غريبن جي ذري ذري جو حساب وٺندو. ڇو تہ اُهو سندس واعدو ٿيل آهي، تو پاڻ کي آباد ڪري غريبن کي برباد ڪيو آهي، اُن جو حساب ڪتاب ضرور ٿيندو. ڇو تہ تو وانگر ان هڏي (دولت) تي هوڏ ۽ تڪبر هلندو پيو ٿو اچي، اُهو هڏو دولت، جيڪا تو غريبن جي رت ست مان ٺاهي آهي، ۽ توهان ان مان مزن جو معراج پيو ٿو ماڻي، سو هڪ ڏينهن ختم ٿيڻو آهي، تو وانگر اُنهيءَ دولت کي گڏي ڪري رکندڙ ۽ مزا ماڻيندڙ غريبن مٿان ظلم ڪندڙ تو جهڙا ظالم جا بُهتان ڪيئي هليا ويا. سندن دولت پوئتي پئي آهي، جنهن تي وري ٻين جو قبضو آهي، جنهن تي جهيڙ جهيڙان لڳي پئي آهي! مرشد لطيف اهڙن ظالم دولت وارن پوتارن سان اجهو هن طرح مخاطب ٿيو آهي، چوي ٿو تہ:

هَڏي مَٿي هَوڏ، ڪَالهونڱر ڪُتن جِي،
هَڏي اُها ئِي لَوڏ، ڪيئي ڇُوسيندڙ چَلي ويا.

—

مَتو آهين مَچ، ٿُلهو تان ٿُونا هَٽي،
تَو جَا پَانئِين اَچ، تَنهن پَاٽي پُنا ڏِينهَڙا.

صوفين جي سرواڻ صوفي شاهہ عنايت، ميران پور جي ويجهو پنهنجي ڳوٺ، جنهن کي موجوده جهوڪ شريف چيو وڃي ٿو. جيڪو ميرپور بٺوري ضلعي ٺٽي ۾ آهي، اُتي اچي پنهنجو آستانو اڏيائين. اُتي انسان ذات جي رهبري، اتحاد، امن، محبت، غربت، شرافت ۽ ’جو ڪيڙي سو کائي!‘ وارو پيغام اچي ڏيڻ شروع ڪيائين. اُن وقت سنڌ ۾ جاگيرداري، پوتار شاهي ۽ وڏيرا شاهيءَ جو راڄ هو جيڪو مُغلن جي هٿ هيٺ هلي رهيو هو. جاگيردار، پوتار، رئيس، وڏيرا، دين ايمان، شرم حيا وِڪڻي اخلاق ۽ خودداريءَ کان دامن خالي ڪري، دهليءَ جي حاڪم موڪليل اعظم خان

پنھنجي ڊگهي ڏاڙهي جي لاءِ بہ مشهور هو. جيئن تہ اهڙي سرڪش کي ٻيون ڪو سمجهائي نہ سگهيو هو، تنهن ڪري شاهہ صاحب کيس هڪ سنڌي ڪافي ۾ نصيحت ڪئي. اِها ڪافي، جنهن جون سٽون هيٺيون آهن، ڪُتي جو ناچ جي نالي سان بہ مشهور آهي:

پٺاڻ، سنڌ جي گورنر جا غلام بڻجي ويا هُئا، هنن جي حالت شاهہ سائينءَ جي هن بيت جي سِٽ سان ٺهڪي ٿي اچي تہ:

وَر سَان رَکين ڪاڻ، ڪَر سَان ڪليو گُهمين!

سڄيءَ سنڌ ۾ جاگيردارن، پوتارن، رئيس وڏيرن ۽ ميرن پيرن باهہ ٻاري ڏني هُئي. وڏيرا شاهي ۽ جاگيردارن چيو ويندو هو غريبت مند کي عداوتي چيو ويندو هو خوددار کي سرڪش چئي ماريو ويندو هو منافقت کي دانائي چيو ويندو هو ڪاري کي هوشيار چيو ويندو هو بيعزتي کي تهذيب چيو ويندو هو چاپلوس کي اخلاق وارو چيو ويندو هو اهڙين مصيبتن ۾ ڪيترن سارن شريف مظلوم ماڻهن ڀڄي اچي صوفي شاهہ عنايت وٽ پناهہ ورتي هُئي، جاگيردارن پوتارن ۽ رئيس وڏيرن جي پيداوار کي ڌڪ لڳو سندن حاڪميت ڊانواڊول ٿيڻ لڳي، اُنهن کي اها ڳالهہ پسند ڪانہ هُئي، جنهن ۾ مير شهداد خان، نور محمد پليجو، حمل جت، يارو ڪلهوڙو، ٻُلڙي شاهہ ڪريم جا پير قابل ذڪر آهن، اُنهن سان مُلا مولوي بہ شامل ٿي ويا هُئا، دهليءَ جي حاڪم جي اجازت سان، سنڌ جي گورنر اعظم خان پٺاڻ سان گڏجي پنهنجي غدارن صوفي شاهہ عنايت تي حملو ڪرايو ۽ ڪيترا مهينا جنگ جاري رهي، اُن ۾ هي ڪيفيت عجيب قسم جي هُئي تہ ڪوبہ صوفي فقير شهيد ٿي ٿيو تہ ڪيس صوفي شاهہ عنايت جي حُڪم موجب دهلن ڌڪڙن، چپڙي تنبور باجي ۽ سُرندي جي سازن، آوازن ۽ توحيد جي بول ڪلامن سان نچندي، ڳُڏندي نهايت خوشيءَ جو اظهار ڪندي دفنايو ٿي ويو اُهو سڀ ڪجهہ اُنهيءَ لاءِ ڪيو ٿي ويو تہ مخالف، پنهنجا پراوا، اُهو سمجهن ۽ دنيا جا ماڻهو ڏسن تہ صوفي حق جي راهہ ۾ پنهنجي سِر جي قرباني ڪِلندي ڳُڏندي، نَچندي ڳائيندي وڄائيندي ڏئي رهيا آهن، سندن خيال هو تہ حق جي راهہ ۾ قرباني نهايت خوشيءَ سان ڏجي تہ بهتر آهي، اُنهيءَ لاءِ روج راڙو ڪرڻ گناهہ آهي! حق جي راهہ ۾ وڙهي مرڻ افضل عبادت سمجهي ويندي آهي، حق جي راهہ ۾ سِر ڏئي اُن تي خوشيءَ جو اظهار ڪرڻ جو هي طريقو پهريان پهريان صوفي شاهہ عنايت شروع ڪيو هو جيڪو اڄ تائين هلندو ٿو اچي، ڪوبہ صوفي لاڏاڻو ڪندو آهي تہ ڪيس راڳ ويراڳ، سازن آوازن سان دفن ڪيو ويندو آهي، آخر 1621ع ۾ وڏي

مڪاريءَ سان صوفي شاهہ عنايت کي مير شهداد گرفتار ڪرايو. شهيد ٿيڻ کان اڳ ۾ صوفين جي سرواڻ حضرت صوفي شاهہ عنايت هي بيت چيو تہ:

سَر دَرِ قدم يار فدا شدچہ بجاشد
اين بارگران بود، ادا شدچہ بجا شد!

معنيٰ حق جي راهہ ۾ سِر قربان ڪرڻ سان زندگيءَ جي بُنيادي جود مون لهي وڃي ٿو، اهو فرض آءٌ هينئر پورو ٿو ڪريان! بس صوفي شاهہ عنايت چئي پورو ڪيو، هوڏانهن جلاد جي تلوار سندس سِر ڌڙ کان ڌار ڪيو. پوءِ تہ ڪيئي فقير پنهنجي مرشد تان ڳُڏي ڳُڏي ڪنڌ ڪپايا، جيڪي بنا غسل، بنا ڪفن جي هڪ کُوهہ ۾ دفن ٿيا. جنهن کي گنج شريف سڏيو ويندو آهي، پوءِ تہ سڄي جهوڪ شريف کي باهہ ڏئي ساڙيو ويو. اُنهيءَ واقعي جو شاهہ سائينءَ تي ڏاڍو اثر ٿيو ۽ ڏاڍي ڏُک مان چيائين. اج اُهي وسنديون ويران ٿي ويون، اوطاقون خالي ٿي ويون، مَڙهيون مڪان خالي ٿي ويا. جنهن جڳهہ تي طالب حق سچ جا ٻول ٻڌائيندا هُئا. سي جڻ لڏي ويا آهن. اُنهن جاين کي خالي سڏي منهنجو من پيو ماندو ٿئي، ۽ وڌيڪ چيائين تہ اُهي خالي جايون مون کي ماري رهيون آهن. اُنهن جي حق پرستيءَ جون ڳالهيون ٻُڌي دل پئي خوش ٿيندي هُئي، سي فقير لڏو ٻڌي الاهجي ڪيڏانهن هليا ويا آهن. اُهي مور ۽ هنج جڻ مري ويا آهن. اُنهن مورن ۽ هنجن جي جاءِ تي ڳُوڙا ڪانئر اچي ويٺا آهن. مرشد لطيف پنهنجي خيالن جو اظهار اجهو هن طرح ڪيو آهي، چوي ٿو تہ:

اَڄ نہ اَوطاقَن ۾ طَالب تَنوارِين،
آديسِي اُٿي وِيا، مَڙهيون مُون مَارِين،
جَي جِيءَ کي جِيارين، سي لاهوتِي لَڏي وِيا!

يا

سَاٿِي نہ پَسان سي، جي هُيَم هِينئَڙي ٽُوٽِيُون،
هَاٽي ڪِنين جي، اَڱڻ وَڃي اَوريَان.

يا

چَر تي چَڙئي پيرڙا، ڪي هَنج اُڏار،
سَجڻ تُنهنجِي سَار، صَديون رَهندي سَاهہ ۾.

جِن غدارن، ڏارين، ڌاڙيلن سان گڏجي، حضرت صوفي شاهہ عنايت کي شهيد ڪرايو ۽ سندس فقيرن کي بيگناهہ شهيد ڪرايو. اُنهن غدار ظالمن کي مخاطب ٿي مرشد لطيف چيو اي گندا غدارئو! اوهان ڌارين جا دلال بنجي، لالچ لوڀ ۾ اچي، سنڌ جا مور مارائي ڇڏيا آهيو ائين ڪرڻ سان اوهان کي ڪو شرم ڪونہ آيو! جو هيڏو سارو ظلم ڪرائي ڇڏيو اُنهيءَ کان سُٺو هو اوهان زهر کائي مرو ها! اوهان پنهنجن سان غداري ڪئي آهي، جنين بہ اُهو گُڏو عمل ڪيو آهي، اُنهن کي سنڌي سڏائڻ جو ڪو حق ڪونهي، اُنهن سان مِٽي مائٽي آهي ڪانہ. جيڪو ڌارين جو دلال بنجي، پنهنجن کي ٿو مارائي! شاهہ سائينءَ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي فرمايو آهي تہ:

هِي مُنهن ڏيئي ٻن، تُون وِهُہ کَائِي نَہ مَرين،
تَان جي مَلير ڄَايُون، توسِين سَڱ نَہ ڳَن،
پوءِ تُون ڪِيئَن مَنجَهان تِن، پَاڻ ڪوٺائين مَارئي!

تاريخ گواهہ آهي تہ بادشاهن ۽ رُوحاني مذهبي اڳواڻن جو پاڻ ۾ پراڻو ڳٽ جوڙ رهيو آهي، جو خليفي با يزيد پنهنجي پيءُ جمشيد کي پئسا ڏئي مارايو. خليفي محمد ثالث تخت تي ويهڻ سان 19 ڀائرن کي قتل ڪرائي ڇڏيو سلطان سليمان، پنهنجي پُٽ مصطفيٰ ۽ پنهنجي دوست وزير اعظم کي قتل ڪرائي ڇڏيو

حجاج بن يوسف گورنريءَ دوران لکين ماڻهو مارايا، جن مان هڪ لک پنجويهہ هزار ماڻهو تہ پنهنجي هٿن سان ماريا هُئائين، اورنگزيب عالمگير پنهنجي پيءُ شاهجهان کي قيد ڪري پاڻ تخت تي وينو ۽ پنهنجي وڏي ڀاءُ دارا شڪوه ۽ ننڍين ڀائرن سان گڏ صوفي بزرگ سرمد کي قتل ڪرائي ڇڏيو تُرڪيءَ جي خليفي سلطان محمد ثاني پنهنجي ننڍڙي کير پياڪ ڀاءُ کي پنهنجن هٿن سان گُهٽا ڏئي مارايو! اُنهيءَ لاءِ تہ متان وڏو ٿي مون کان اقتدار وٺي! ايترن ظلمن جي باوجود بہ فتواباز مُلا مولوي گڏجي چوڻ لڳا تہ 'السطان ظل الله علي الا رض' يعني بادشاهہ زمين تي خدا جو سايو آهن! ۽ ٻين ڪيترن ئي مذهبي مُلن مولوين گڏجي اِها فتويٰ جاري ڪري ڇيو تہ وقت جا بدشاهہ ڪيترا بہ گُنهگار ڇو نہ هُجن. پر قيامت جي ڏينهن سيئي بخشيا ويندا! هوڏانهن وري قرآن شريف ۾ سوره نِمل جي آيت نمبر 34 پاري 19_27 (قال الذين) ۾ آهي تہ: معنيٰ! بادشاهہ جڏهن بہ شهرن ۾ داخل ٿيندا آهن تہ اُنهن شهرن کي تباهہ برباد ڪري ڇڏيندا آهن، عزت وارن کي ذليل ڪري ڇڏيندا

آهن، اُنهيءَ ڪلام پاڪ جي گواهي جي باوجود بہ جن مُلن مولوين پيٽ ۽ پئسي تي بادشاهن جي پُٺڀرائي ڪئي، يا بادشاهي ذهنيت وارن وڏن ماڻهن جي پُٺڀرائي ڪئي ۽ اُن جي عيوض ۾ چندا چوڙيون ۽ سٽيپون مانيون ٽُڪر کائي، اُنهن جي وڪالت ڪندا رهيا. صوفي شاهہ عنايت، مخدوم بلاول، سرمد ۽ ٻين اهڙن عظيم بُزرگن کي، بادشاهن ۽ سندن چاڙتن وٽ لالچ تي وِڪامي مُلن مولوين ڪُفر جون فتوائون جاري ڪري بيگناهہ مارائي ڇڏيائون. پوءِ اهڙن وڪائو فتواباز مُلن مولوين کي مرشد لطيف ڏاڍو ننديو ۽ شرمايو آهي. اي مُلئو! انهيءَ ۾ تون ايمان وارو هرگز نٿو ٿي سگهين، جو ڪلمو پڙهي پاڻ کي ڪلمي گو ٿو ڪوٺرائين. تُنهنجو اندر تہ شِرڪ ۽ شيطانيت سان ڀريو پيو آهي، تو ظاهر ۾ ڏاڙهي بہ رکرائي آهي، نمازون بہ پڙهين ٿو روزا بہ رکين ٿو، تسبيح بہ پيو سورين، جبن ۽ دستارن ۾ ويڙهيو بہ وتين ٿو پر اندر ۾ شيطاني بُت بنيو پيو آهين. سنڌ جي سرزمين ڪيترن ئي بزرگن کي جنم ڏئي پنهنجي گود ۾ پاليو، جن جا مقبرا ۽ مزارون سنڌ جي ڪُنڊ ڪڙڇ ۾ نظر پيون اچن، اهڙن بزرگن ۾ شاهہ سچل، سامي، شاهہ عنايت، مخدوم بلاول ۽ شاهہ حيدر سنائي پنهنجو مٽ پاڻ ئي گذريا آهن. اُنهن بزرگن سنڌي قوم کي حق، سچ ۽ پاڻ ۾ ٻڌي ايڪي جو سبق ڏنو ۽ پيار، محبت، غيرت، شرافت، انسانيت تي ثابت قدم رهڻ لاءِ چيو. ڌارئي ڌاڙيل ۽ استحصاليءَ سان ٽڪر کائڻ جو سبق ڏنو. ڪيترن پيرن وري پاڻ کي ڏن، تعويذن، ڌاڳن، سڳن، ڀِٽ پاراتي ڏيڻ، جِن ڀُوت ڪيڍڻ، بهشت جي دلاسي ۽ دوزخ جي ڌَڙڪي وغيره تائين محدود ڪري ڇڏيو جنهن سان سنڌي قوم جي وڏي ۾ وڏي تباهي ٿي، ۽ ٿيندي پئي اچي، انهيءَ تباهيءَ جو ڪوبہ ڪاٿو ڪرڻ مشڪل ۽ تمام مشڪل ڪم آهي! ساڳيءَ وقت سنڌي قوم کي اُن تباهيءَ کان بچائڻ بہ گهڻو مشڪل آهي! اهڙن نام نهاد پيرن پوين ۽ مذهبي نڱن سنڌي قوم کي مستقل غلاميءَ ۾ رکڻ لاءِ هر ڌارئي ظالم جو ساٿ ڏنو اُن ضمير فروشيءَ ۾ وڏيون وڏيون رقمون وٺي پنهنجا پيٽ ڀريندا رهيا. غريب مسڪين مٽ جي مُوڙهل انسانن کي ڪوڙيون ڪهاڻيون ٻُڌائيندا رهيا. جي منهنجي پڙ ڏاڏي يا پڙ ناني مُئل ٻلي جياري هُئي! اهڙي وڏي ڪُوڙ تي ابوجهہ غريب مريد سبحان الله سبحان الله ڪندا رهيا! ڪنهن چيو منهنجي بابي، ڏاڏي پٽ تي چڙهي، اُن پِٽ کي گهوڙو ڪري ڊوڙايو. وري بہ انڌي عقيدي جا ماريل مريد سبحان الله سبحان الله ڪندا رهيا. ڪنهن چيو تہ منهنجو نانو روزاني فجر جي نماز مديني ۾ پڙهي موٽي ايندو هو تہ پوءِ بہ مريد اُن کي سچ سمجهي سبحان الله سبحان الله ڪندا رهيا! غريب ابوجهہ ماڻهن

ڪي بليڪ ميل ڪري ڪين هيٺ پَٽ تي سُمهاري پاڻ کٽ تي سُمهندا هُئا، جي ماني کائيندا تہ چادر سان جهنڊ جهنڊ جهنڊالو ڪري لِڪي کائيندا، مطلب تہ غريبن سان رُڳو ٺڳي، دوکو پيا ڪندا هُئا، غريبن سان دوکو ڪرڻ ۾ ڪين حيا شرم جو ذور بہ ڪو نہ ايندو عقيدي جا انڌا ۽ جاهل مريد انهيءَ ۾ خوش تہ سائينءَ جي دُعا سان جاڻ لَک پتي ٿيا سون، انهيءَ آسري ۾ سال بہ سال پاڻ پيا ڦُرائيندا، جيئن پوءِ تيئن ويندا قرضن مرضن ۾ مبتلا ٿيندا ۽ ٺڳ پير ويندا ڏينهون ڏينهن لک پتي ۽ ڪروڙ پتي ٿيندا، اهڙن ڦورو پيرن کي مرشد لطيف ڏاڍو ننديو آهي، چيو اٿس تہ:

جَنهن سَنياسِي سَانديو، گَندي ۽ گِراهہ،
اُنهيءَ کان اَللہ اَجا آڳاهُون ٿِيو.

مرشد لطيف صاف صاف فرمايو آهي تہ اهي پير، جيڪي سَٽِيون مانيون کائيندا ٿا وتن ۽ ڏن پَٽ وتندا ٿا وتن، اهي ڪوڙا، مَڪار ۽ ٺڳ آهن، جيڪي غريبن کي ڦُري ٿا کائين، اهي پاڻ کي ڪافي ڪرامت وارا ۽ الله وارا ٿا چوائين، پر هو الله وارا ڪونہ آهن، هو تہ دوکيباز ۽ مڪار آهن، الله وارا سچا اُهي آهن، جيڪي ڪنهن قسم جي لالچ نٿا رکن نہ وري اهڙي قسم جي گُهر ٿا ڪن، هُو غريبن سان پلائي ٿا ڪن ۽ پلائيءَ جون ڪين صلاحون ٿاڏين، اُنهن اڳيان خوبصورت ڇوڪريون اچي ناز نخرا ڪنديون، پر سچا مرشد انهن ڏي نهاريندا بہ ڪونہ ۽ نہ وري ڪنهن پئسي ڏوڪڙ جي لالچ ۾ ايندا، سچا مرشد سچا لاهوتي اهي آهن، جن کي ڪنهن قسم جو طمع نہ هُجي، مرشد لطيف اهڙن مرشدن لاءِ هن ريت فرمايو آهي تہ:

ڳاڪ نَہ جَهليَا ڳاپڙي، مَوهيا ڳنهن نَہ مَال،
جي چَوريَن ڏِنا چَال، تَہ بہ لاَهوتِي لَنگهي وِيا.

ڏٽي شال! سنڌي قوم جي هر فرد کي شيطان طبيعت مُلا جي مَڪر، بدنيت ڏَن اوڳاڙو پير ۽ فرعون صفت جاگيردار پوتار ۽ رئيس وڏيري جي ظُلم کان بچائي.

[جاڳو اخبار ڪراچي، اربع 12 آگسٽ 1992ع ۾ ڇپيل]



# سُر مارئي ۾ حُب الوطني ۽ آزاديءَ جو پيغام

مهراڻ جي جڳ مشهور سرتاج شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ جي شاعريءَ جي مطالعي مان اِها پروڙ ٿي پئي تہ شاهہ سائين هڪ وسيع النظر ۽ روشن خيال شاعر هو. سندس نگاهہ مسلماني واري دَور جي شروع ٿيڻ تائين محدود بلڪل نہ هُئي، هُو مذهبي ڪٽرپڻي کان پاڪ صاف ۽ بلڪل آزاد هو. هُن جي نگاهہ ماضيءَ واري پُراڻي خوشحالي دَور ۽ بهترين تهذيب موهن جي دڙي کان وٺي شروع ٿي ٿئي، جنهن ۾ موهن جي دڙي جون من موهيندڙ ناچڻيون بہ آهن، دراوڙ بہ آهن، برهمڻ بہ آهن، شودر بہ آهن، وئش بہ آهن، کتري بہ آهن، منڊر بہ آهن. شاهہ سائين سنڌ جي مِڙني ماروئڙن جو شاعر آهي، جنهن ۾ هندو بہ آهن تہ مسلمان بہ آهن، ڪارڙا ڪوجهڙا بہ آهن تہ حَسين جميل ۽ سانورڙا بہ آهن. شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ صوفي بہ نظر اچي ٿو تہ جوڳي ۽ سامي بہ نظر اچي ٿو ۽ مَندرن جي گھنڊ گھڙيالن جا آواز ۽ مسلمان صوفي فقيرن جي آستانن مان ناد نفيلن دهلن ڏڪڙن، سُرندي تنبور جا آواز گڏ ٻُڌڻ ۾ اچن. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ سنڌ جي تهذيب، سنڌ جي ثقافت، سنڌ جي غيرت، سنڌ جي شرافت، سنڌ جي محبت، سنڌ جي عزت، سنڌ جي صداقت، سنڌ جي مٽي ۽ سنڌ جي تاريخ جو شاعر هو. تاريخ جي روشنيءَ ۾ ئي ڏٺو ويندو تہ راءِ سهيرس کان وٺي، مهاراجا ڏاهر تائين سيئي هندو راجا نظر ايندا ۽ مسلمانن ۾ دودو سومرو، ڄام نظام الدين، غلام شاهہ ڪلهوڙو، دولهہ دريا خان، مخدوم بلاول، صوفي شاهہ عنايت ۽ هوشوءَ جهڙا ارڏا انسان بہ نظر ايندا. شاهہ سائين فطري طرح سيني سنڌ واسين جو شاعر هو. رُڳو مسلمانن جو شاعر چونداسون تہ پوءِ اسان کي چؤطرف وڏن وڏن جُبن عمامن ۽ دستارن ۾ ويڙهيل، ٻڪريءَ جي کل ۾ لِڪل بگهڙ جو شڪار ڪندڙ نظر ايندا. اُنهيءَ ڪري اسان کي اهو مڃڻ گهرجي تہ شاهہ سائين سنڌ جي

تاريخ، سنڌ جي تهذيب ۽ سنڌي مٽيءَ جو شاعر هو اج بہ پڳت ڪنور رام جي منڙي آواز ۾ جڏهن اهو ڪلام ريڊيو تان نشر ٿيندو آهي تہ: ”آءُ ڳانگا ڳر ڳالهہ، مُون کي تِنِ ماروئڙن جِي!“ يا منظور علي خان جي آواز ۾ شاهہ سائينءَ جا هي ٻول تہ: ”عُمر ديس پنهنجو وِسارڻ ڏکيو آ. مَارُن ري مُنهنجو بدن هي ٻُڪيو آ“ يا سندس آواز ۾ مرشد لطيف جو هي دوهيڙو:

سَچَڻ ۽ سَاٽِيهہ، ڳنهن اَٽاسِيءَ وِسري،
حَيف تِنين کي هَوءِ، وَطن جِنين وِسارِيو!

تہ دل ائين چاهيندي آهي تہ پنهنجن ڏُکن، سُورن، وِڇوڙن ۽ پنهنجن وڏڙن جي غلطين تي، اسان سيئي سنڌ واسي سِري، لاڙ، ڪوهستان، وِچولي وارا ۽ پاڙ کان رُسي وڃڻ وارا سيئي گڏجي روئون ۽ زماني کي رُئاڙِي ماتم ڪريون ۽ چئون تہ ناحق اسان مذهبي ڪٽر پڻي ۾ اڙجي مُرشد لطيف کي وِساري، سندس ڏنل درس کي ڀُلائي، پاڻ سان پاڻهي ظلم ڪيو اج اسان کي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا آهن، جي اسان سيئي سندس دامن مان هٿ نہ ڪيون ها تہ اج اسان سڄي سنڌي قوم کي رت جا ڳوڙها ڳاڙڻا نہ پون ها، نہ وري ڌارين جي گهيري ۾ اچون ها!

شاهہ سائينءَ کي دنيا جي اُونهي آزمودي مان اها پروڙ پئي تہ غريبن ۾ گهٽڻ جي ڪاڻ آهي، جتان سچائي ۽ محبت جا موتي مِلن ٿا. جيڪي جاگيردارن شاهوڪارن سرمائيدارن، پوتارن، رئيس وڏيرن، سردارن ۽ ميرن پيرن کان مِلي نٿا سگهن، هونئن بہ هڪ پيرو شيڪسپيئر شاعر چيو هو تہ: اي انگلستان! مان تنهنجن غدارن سان بہ پيار ٿو ڪريان، ڏنو ويندو تہ اڪثر غدار رئيس، وڏيرا، جاگيردار، پوتار، سرمائيدار، سردار، پير مير ٿيندا آهن، اُن مان صاف ظاهر ٿيو تہ شيڪسپيئر اُنهن وڏن ماڻهن سان محبت جي هَام هنئين آهي، پر مرشد لطيف ڪنهن ماڪو چنيسر، قاضي قادن، نائو نمل ۽ صوبدار جهڙن غدار وڏن ماڻهن سان محبت ڪانهي ڪئي، هن غريب ماروئڙن لاءِ چيو تہ:

جَيها سي تيها، مَارُو مُون مَجيا!

اُنھن جيھن سي تيھن ۾ سيئي غريب، ڪوري، موچي، لوھار، ڪنيار، مڱڻھار، مگتا، ھاري ناري، لنگي، اجرڪ، ڪٿي، لوئي، چُني، پوتي، چولي، شال، پڳ، اوچ گگھو پڙو آتڻ، ايٺ، چرخو تس، تئوتر، جنڊ، تڏو، ھس، ڪنمال، ڪنگڻ، نٿ، بينسر، ٻُولو پنڙ، ٻانھين، پٽيون، ٻاھونتا، ڪڙيون، ڪنمال، تائٿ، چِن، چؤنرا، مَنھہ، چپر، لوڙھا، اڇي ٽا وجن، ڏُٿ ۾ لُلر، لُوٽڪ، مريڙو پُسي، پڪا، پيرون، سِڱر، موٺ، موڪ، چيڙ، ميھا، ڪنيپون، سائون، ڪرنگھہ، چيٽو چونرا، ٻُر، ٻُنڊير، ساوڙي، لنب، آراڙي، ھندانُ، ريڙي، ڇاھيون، ماروئڙن جي مال، رڍن، ٻڪرين، اُٺن، ڏاچين، توڏن، گورن، ڍڳن، ڍورن اُنھن جي ٻچين ۾ پونڊڙ برن، ٻوپ، نڪتا، جھاٻا، ميندڙ، اجوڙا، ڏانوڻ، نيئر، وغيره وغيره ڪي پنھنجن بيتن ۾ آڻي اُنھن کي اڻ مٽ آيتن جي صورت ۾ پيش ڪري، سنڌي ماروئڙن کي مخاطب ٿيندي چيائين تہ:

جَي ٿَو بَيت ڀَانئين، سَي آيَتُون آھِين!

شھيد عبدالرحيم گرھوڙي، شاھہ سائينءَ جي اُنھن اڻ مٽ آيتن سنڌ ۽ اسان سنڌي قوم کي حرمت ۽ مانُ بخشيو آھي، جو اسان اَھل ڪتاب بنجي دنيا ۾ ڄاتا سُڃاتا وڃون ٿا، جنھن لاءِ پاڻ چيائون تہ:

آھي عَبداللطِيف جَو، اَسان تي احسان،
جَنھن جَوڙي قُرآن، سِنڌيءَ ۾ صَحيح ڪَيو.

مرشد لطيف ٻاھر جي ڪنھن بہ فِڪر ۽ فلسفي سان ڪابہ دلچسپي ڪانھي ڏيکاري، نہ وري اھڙين ڳالھين کي سنڌ ۽ سنڌين لاءِ ڪو فائدي وارو سمجھيو. ھن ڏارين جي محل ماڙين، ويس وڳن، ست رَڃين کي تِڇ سمجھي، سون تي سيڻ نہ مٽڻ جو ھڪ اھم سبق ڏنو آھي، پراين محلاتن کي ڇڏي، پنھنجن ڪکاون ڇنن ڇپرن مَنھن ۽ چؤنرن سان چاھت جي تلقين ڪئي آھي ۽ سنڌين کي پاڻ ۾ ميٺ محبت ۾ ھڪ ٿي وڃڻ جو سبق ڏنو آھي، سندس نظر ۾ سيئي سنڌي ھڪ جسم جي عضون برابر ھُئا، ھن جو خيال ھو تہ جيئن جسم جي ڪنھن ھڪ عُضوي کي ڪا تڪليف

ٿيندي آهي تہ سيئي عضوا بي آراميءَ ۾ تڙپندا آهن، تيئن هڪ سنڌيءَ کي
ڪا تڪليف ٿئي تہ سيئي سنڌي اُها پنهنجي تڪليف تصور ڪن، اهڙي
مضبوط ٻانڌاپي لاءِ وڏ مان وڏ تاڪيد فرمايو اٿن، هڪ هنڌ فرمايو اٿس تہ:

وَڳَر ڳيو وَتن، پِرت نَہ ڇِنَن پاڻ ۾،
پَسو پَکِيئَڙن، مَاڻهان مِيٺ گهڻو.

يا

ڳَڍي ڳان ڳمان مَان، مِيان مَارُ مَ مُون،
مُون ۾ آهِين تُون، مَتان تُنهِنجو ئِي تَوکي لَڳي.

يا

پَڙَاڏو سَو سَڏ، وَر وَرائي جَو جَي لَهين،
هُئا اَڳَهين گَڏ، پَر ٻُڏَڻ ۾ ٻَہ ٿِيا.

مرشد لطيف انساني اُصولن ۽ قدرن سان گڏ ٿر جائي مارئيءَ جي
رُوپ ۾ حُب الوطني ۽ آزاديءَ جو جيڪو پيغام ڏنو آهي، تنهن ۾ ثابت ڪري
ڏيکاريو اٿس تہ ساڻيہ لاءِ سِڪ هرو ڀرو دولت مند وڏيرن، رئيس، جاگيردارن،
پوتارن جو وِرثو ڪونهي، وطن جي محبت ۽ آزاديءَ ڍنگر جي ڍار، ڇيڙن ۽
چوٺرن ۾ رهندڙ مسڪين ماروئڙن ۾ پُختگيءَ سان مِلي سگهي ٿي. اڄ مرشد
لطيف جسماني طرح اسان سان گڏ ڪونهي، پر سندس محبت، غيرت،
شرافت، حُب الوطني ۽ آزاديءَ وارو پوکيل ٻج ڦُٽي وڻ بنجي، سنڌ جي چپي
چپي ۾ بهار بنجي ميوو جهليو بيٺو آهي.

مرشد لطيف جو رُوح رڙيون ڪري، سنڌي ماڻهن کي سڏي، اُن
ميوي کائڻ لاءِ تاڪيد ڪندي پيو چوي تہ:

تَتِي ٿَڌِيءَ ڳاهہ، ڳانهي وَيل وَيهَڻ جِي!

اُن ميوي کي حاصل ڪرڻ لاءِ سردي توڙي گرميءَ ۾ سخت
ڪوشش ڪرڻي پوندي، سيني سِنڌين کي هِڪ ٿي مرشد لطيف جي هن
بيت تہ:

سَچڻ ۽ سَاٽيھہ، ڳنهن اَٽاسِيءَ وِسري،
حَيف تِنينءَ کي هَوءِ، وَطن جِنين وِساريو!

جا پڪا شيدائي بنباسون، هن ۾ ئي سنڌي ماڻهن جي چوٽڪاري جو راز سمايل آهي، جنهن جو مختصر بيان هيٺ پيش ڪجي ٿو.

عُمر بادشاهہ ٿر جي غريب ڄائي مارئيءَ جي حُسن جي هاڪ ٻُڌي، کيس ملير مان زوري کڻي اچي عمر ڪوٽ ۾ قيد ڪيو ۽ هن کي رهڻ لاءِ محل ماڙيون، کائڻ لاءِ سَت رَڃيون، پيئڻ لاءِ اُوچا اُوچا خوشبودار کَنا مِنا شربت، پهرڻ لاءِ ويس وڳا ۽ سُمهڻ لاءِ پَلنگ پٿراڻيون ڏِنيون، پر سيني شين کي جُهوپڙين ۾ رهندڙ غريب ڳوٺاڻن اَک کڻي نِهاريو بہ ڪونہ تہ اُهي شيون ڪهڙيون ٿينديون آهن. عُمر بادشاهہ جنهن جي دل ۾ بي ايماني سمايل هُئي، تنهن هن غريب ڄائي مارئيءَ کي پنهنجيءَ ڪرڻ لاءِ ڪيئي هيلا هلايا، پر هُو عمر بادشاهہ جي ڪابہ ڳالهہ ٻُڌڻ لاءِ تيار نہ ٿي، هن غريب ٿر ڄائيءَ کي عُمر جي محل ماڙين کان پنهنجا اَباڻا ڪکاوان جهوپڙا وڌيڪ پيارا هُئا، عمر جي ست رَڃين کان هن کي ملير جو ڏُٿ پيارو هو، کيس عُمر جي کَٽن مِٺن شربتن کان، پنهنجي ملير جي تلائن جو گدو ٿيل پَلر جو پاڻي وڌيڪ پيارو هو، هُن کي عمر جهڙي ظالم حاڪم جي ويس وڳن کان ملير جا پُراڻا کٿا ۽ لوبون پائڻ وڌيڪ پسند هُيون، هن کي عمر جي پلنگ پٿراڻين کان ملير جي ٿڌڙي واريءَ وارو وِڇاڻو وڌيڪ پسند هو، اُنهيءَ ڪري عمر جي ڪوٽ ۾ قيد دوران هُو هيٺ پَٽ تي سُمهندي هُئي، هن اڄ ڪلهہ جي قيدين وانگر وقت جي عُمر بادشاهہ کان پنهنجا ملير ڄاوا ماروئڙا اصل نہ وِسريا، عمر بادشاهہ هن کي سيئي سهولتون مُهيا ڪري ڏنيون هُيون، پر اُنهن کي بلڪل ٺُڪرائي ڇڏيو ۽ پاڻ کي قيدياڻي سمجهي ڏُک سُور سَهندي رهي، هن ڪڏهن بہ عمر بادشاهہ کان ڪنهن بہ شيءِ جي گُهر ڪانہ ڪئي هُئي، هُوءَ هر وقت اوڇنگارون ڏيئي پئي روئندي رَڙندي هُئي، عمر بادشاهہ کيس نِت نَيون نَيون لالچون پيو ڏيندو هو ۽ کيس پَٽ راڻيءَ بنائڻ لاءِ بہ چيو پر ملير

جي مسڪين نياڻيءَ اخلاق جو دامن ھٿان نہ ڇڏيو. پنھنجي سِيل سَتُر بچائڻ لاءِ هِمت جو سندرو ٻڌي بيھي رھي ۽ عمر جي ڪابہ آڇ قبول نہ ڪيائين! سندس اڳيان ھڪ فولاد جي ديوار بڻجي بيھي رھي. عمر بادشاھہ جيڪا بہ ڪيس آڇ ٿي ڪئي سا ھُن ٺُڪرائي ٿي ڇڏي، عمر ڪيس سمجھي وجي ٿڌيون مِٺيون ڳالھيون ٻُڌائي خوش ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، تہ مارئي پنھنجي مُلڪ ملير ڏي مھاڙ ڪري زارو زار روئي رِيھون ڪري ائين ٿي چيو تہ اي عمر بادشاھہ! تنھنجا ھي سڀ سُک پنھنجي لاءِ موت ٿي سمجھان، آءٌ ھڪ غريب مسڪين مارُوئڙي جي مِلڪيت آھيان، آءٌ ڪڏھن بہ ظلم زبردستيءَ سان ھروپرو تنھنجي زال ڪانہ ٿينديس، منھنجي مٿي تي جيڪا مون ڪي پنھنجي مائٽن لوئي پھرائي آھي، سا ڪڏھن بہ ڪانہ لاھينديس، اي سومرا سردار! ھرو پرو تون اشرافن (پاڪدامن) ڪي ڏاڍ ڏمر سان ظلم جا زنجير وِجھي پنھنجو نہ ڪر. ڇو تہ زور جي ميندي لڳڻي ئي ناھي! مرشد لطيف مارئيءَ جي واتان عمر بادشاھہ کي ھن طرح چورايو آھي تہ:

ڪَيو مُھاڙ مَلير ڏي روئي اُڀِي ڇَوءِ
سَھج سُوري ڀَانئِيان، سُومرا سَندوءِ
مِلڪ مَاروءَ جِي آھيان، جَور نَہ ٿِيان جوءِ

يا

ڪَيو مُھاڙ مَلير ڏي اُڀِيائي آھي،
جَا مَٿي ڏِنس مارئين، سَا لوئِي نَہ لاھي،
سُومرا! سا ھي، سُتيءَ وِجھہ نَہ سَنگھرُون.

مارئي جو پنھنجي مُلڪ ملير ۽ مُلڪي ماروئڙن سان اھڙو تہ پيار ھو، جو بادشاھہ جي ڪنھن بہ ذاتي لالچ لوڀ ۾ نہ آئي، ھن ڪي ھر وقت پنھنجي مسڪين ماروئڙن ۽ ھڪ جيڏين سرتين جي سِڪ محبت ستائيندي ٿي رھي، ھن پنھنجي ذاتي لالچ کي مٿو ڪري، مسڪين ماروئڙن کي وِساري ويھڻ کي عيب ٿي سمجھيو، ائين

ڪرڻ سان پاڻ لاءِ هن وڏي لعنت ٿي سمجهي، پيلا ملير ۾ پنهنجي مسڪين ماروئڙن کي وِساري ٻه ڪيئن ها! هي ڄائي نِپني ملير ۾ هُئي، سندس ماروئڙا ٻه ملير ۾ ئي هُئا. هي ملير جي ڏُٽ تي پلجي وڏي ٿي هُئي، هن جي سيني ۾ ملير جي مٽي ۽ ملير جي ماروئڙن لاءِ فطري طرح مُحبت هُئي، ملير جي ڪَک پن لاءِ هن کي عزت هُئي، هن جي دل جون پاڙون ملير جي مِٽيءَ ۾ مضبوطيءَ سان کُتل هُيون. هي ڪا آوارا. هيڏانهن هوڏانهن جي عورت ڪانہ هُئي، جيڪي هر هنڌ هليون وڃن. هن جو جسم ٿر جي مٽيءَ مان ٺهيل هو. انهيءَ نسبت سان هن جي محبت ملير ۽ ملير جي ماڻهن سان اهڙي تہ پختي هُئي، جو عمر بادشاهہ ڪيڏو ٻہ بادشاهہ هو پر پوءِ بہ ڏاريو سوئي ڏاريو هو هن ڏارئي بادشاهہ کان هن کي پنهنجو ٿري وَر پيارو هو ۽ ڏارئي عمر بادشاهہ کي پنهنجي غريب ٿري وَر کان تمام ۽ تمام گهٽ ٿي سمجهيائين. سبب اِهو هو جو هُو ڏاريو هو. ڏارئي وٽ وِڪامجي وڃڻ هُن جي پنهنجي لاءِ وڏو عيب ٿي سمجهيو. انهيءَ ڪري ئي هي غريب، عمر بادشاهہ وٽ ڪانہ وِڪاڻي، مارئي جي اڳيان عمر بادشاهہ ڪا شئي ڪونہ هو. عمر بادشاهہ جي مُقابلي ۾ هن جو ٿري وَر ڪيترو بہ غريب هو پر ڏرتيءَ جي ڳانڍاپي جي ڪري، مارئي کي ٿري مُڙس وڏيڪ پيارو هو. اُن ڪري ئي هن ڏارئي کي ڏاريو سمجهي پنهنجو نہ ڪيو. مارئي ٿي چيو تہ. جهڙي ريت ڪپڙي کي ڪنهن سَنهي سُئيءَ سان ڳنڍي سوگهو ڪبو آهي. اهڙيءَ ريت منهنجو ساهہ ملير جي ملڪي ماروئڙن سان ڳنڍجي سوگهو ٿي ويل آهي. اي عمر سومرا! مُون کي ملير جا گولاڙا ۽ گاهہ (ڏُٽ) ياد پيا ٿا پون. هِت تو وٽ منهنجو فقط خاڪي جسم آهي، باقي منهنجي دل منهنجو رُوح ملير ۾ آهي، مُنهنجو ساهہ پساهہ پنهنجي اَباڻن جي پکن ۾ آهي، سچ ڪري پُڇين تہ تنهنجي هن ڪوٽ ۾ مون مجبور جو خاڪي جسم آهي! مرشد لطيف مارئيءَ جي واتان هيڏي ساري بادشاهہ کي هن ريت چِوِرايو آهي تہ:

وينِي سَاريَان سُومرا گولاڙَا ۽ گاهہ،
هِينئُون مُنهنجو هُت ٿِيو هِت مِٽي ۾ مَاهہ
پَکَن مَنجهہ پَساهہ قَالب آهي ڪوٽ ۾.

مارئي ويچاري پنهنجي ٿري ماروئڙن جي ڳاٺ اوچي ڪرڻ لاءِ ظالم عمر بادشاهہ جون سيئي سُور سختيون سَهندي رهي، مگر اُن جي اڳيان جُهڪي اصل نہ. هن عُمر بادشاهہ اڳيان جُهڪڻ کي عيب ٿي سمجهيو جي مارئي سندس اڳيان جُهڪي ها تہ سڀني ٿري ماروئڙن تي وڏو داغ اچي وڃي ها ۽ عُمر بادشاهہ جو بہ من وڏي وڃي ها. پوءِ ٿر جون ٻيون نياڻيون بہ اهڙي ئي ظُلم جو شڪار بنجن ها. پر مارئي اهڙو پاڻ ملهايو جو عُمر جي ڪنهن بہ لالچ ۾ ڪانہ آئي، هن عُمر جي هر سهوليت کي لت هڻي ٺُڪرائي ڇڏيو نہ وري سندس ڪنهن بہ دڙڪي دهمان ۾ اچي جُهڪي، جيئن مٿس سختيون ٿي ٿيون، تيئن هن ۾ خانداني شرافت ۽ نسلي عظمت، غيرت، شرافت ۽ همت ٿي وڌي، عمر بادشاهہ جهڙي حاڪم وٽ قيدياڻي هُوندي بہ بنا ڪنهن خوف خطري جي حق سچ کان اصل ڪانہ هٽي، ۽ عمر بادشاهہ ٿُون منهنجي جسم کي چيري چيري لوڻ وِجهي ڇڏ، مگر آءٌ ڪڏهن بہ بُرو فعل ڪانہ ڪنديس، ڇو تہ اهڙو بُرو ڪم منهنجي نسل مان ڪنهن نہ ڪيو آهي، نہ وري آءٌ ئي ڪنديس، مُون کي جيسين سِسيءَ ۾ ساهہ آهي، تيسين منهنجي محبت، منهنجي پِريت پنهنجي ٿري غريب وَر سان آهي! شاهہ سائين عمر بادشاهہ کي ٿر جي غريب نياڻيءَ جي واتان اجهو هن ريت چورايو آهي تہ:

جَي لُوڻ لِڱين لائين، چِيري چِيري چَم،
مُون ڪُر اَڳِي نَہ ڪَيو اَهڙو ڪوجهو ڪَم.
جَان جَان دَعوي دَم، تَان تَان پِرت پَنهوار سِين.

ٿر جي مسڪين مارئي، جڏهن کان عمر بادشاهہ جي ڪوٽ ۾ قيد ٿي آئي، تڏهن کان هُن کائڻ پيئڻ گهٽائي ڇڏيو هو هُن کي ڏارئي ڏاڙيل جي

سٽيپي ماني کائڻ کان سخت نفرت هُئي، هن عمر جي ماني ڏي نهاريو بہ ڪونہ ٿي، انهيءَ ڪري جو هن اهو ٿي ٿي سمجهيو تہ ڏارئي ڏاڙيل جي ماني کائڻ سان منهنجي عزت ڪانہ رَهندي، پنهنجي عزت ۽ شان کي وڏو ڌڪ لڳندو. اهڙي ماني کائڻ کان ’پلي ٻُک پَرم جِي، شَال مَ وَڃي شان!‘ تي ثابت قدم رهي ڪري، فاقاڪشيءَ ۾ گذارڻ لڳي، جنهن ڪري سندس چنڊ جهڙو چهرو ڪُومائجڻ لڳو. عمر بادشاهہ کي جڏهن اها خبر پئي تہ مارئي ماني ڪانہ ٿي کائي، سو هن وٽ هلي آيو ڪانئنس پُڇيائين تہ مارئي! تُون هي سُنا ڪاڏا ڇو نٿي کائين؟ مارئي، عمر بادشاهہ کي چيو تہ اي عمر بادشاهہ! مون کي تُنهنجا ڪاڏا اصل ڪونہ ٿا وڻن. عمر بادشاهہ حيران ٿي مارئي کان پڇيو تہ، تنهنجي غريب ماروئڙن جو ڪاڏو منهنجن هنن ڪاڏن کان وڌيڪ سُنو هوندو آهي ڇا؟ مارئي جواب ۾ چيو ها! عمر بادشاهہ مارئي کان پُڇيو تہ، ڀلا ٻڌاءِ تہ اهو ڪهڙو ڪاڏو آهي؟ تہ تنهنجي لاءِ هت تيار ڪرايان! مارئي جواب ۾ چيس تہ، تُون منهنجي لاءِ ڏاريو آهين، تو وٽ آءٌ ويهي تنهنجا ڀوڙ ڀُلاءُ ڪائيندس تہ منهنجي عزت، منهنجي غيرت، منهنجي شرافت کي ڌڪ لڳندو، تنهن ڪري تنهنجا ڪاڏا نہ ڪائيندس! ٻيو تہ مون کي منهنجي ٿري ماروئڙن جو ڪاڏو تنهنجي ڪاڏن کان وڌيڪ عزت وارو آهي ۽ تنهنجو ڪاڏو منهنجي لاءِ ذلت وارو آهي! عمر بادشاهہ، مارئي کان پُڇيو تہ اُهو ڪهڙو ڪاڏو؟ مارئي چيس تہ، اُهو ڪاڏو ڏاڍو شرافت وارو آهي، جو منهنجا مارُو روزاني ڏُٽ آٽي چاڙهي ڪائيندا آهن. سَائون ۽ لُنب، آراڙي ڍيرڪري سُڪائي صاف ڪري، چانورن وانگر چاڙهي ڪائيندا آهن. اُهو ڪاڏو اهڙو تہ لذيذ آهي، جو تنهنجو ڀُلاءُ اُن جو مٽ نٿو ٿي سگهي! مرشد لطيف مارئي جي زباني هن طرح فرمايو آهي تہ:

آٽِين ۽ چَاڙهين، ڏُٿ ڍِهَاڙِي سُومرا،
سَتَا ڪَيو سَيد چَوي، سَائون سُڪَائِين،
مَنجَهان لُنب لَطيف چَوي، چَانوَر ڪَيو چَاڙهِين،
ڀُلاءُ نَہ ڀَاڙين، عُمر! آراڙي سِين.

مارئي جڏهن عمر ڪوٽ ۾ اچي قيد ٿي، تڏهن پاڻ کي قيدياڻي سمجهيو. اڄ ڪلهہ جي قيدين وانگر ڏارئي حاڪم کي ڪنهن بہ سهوليت

جي درخواست ڪانه ڪيائين. هتان جيڪا سهولت هن کي ازخود ملي پئي تہ اُن کي ٺُڪرائي ڇڏيائين. هن ڪان ڪل خوشي موڪلائي وئي هُئي، هن قيد ۾ ويس وڳا ڪين پاتا. غريب ماروئڙن وٽان جنهن لباس ۾ آئي هُئي، اُهو ئي ڪيس پاتل هو. ڏارين جا ويس وڳا هُن لاءِ ڏاريا هُئا. ڏارين جي تهذيب بہ هن کي پسند ڪانہ هُئي. اباڻي لباس ۾ گذارو ڪرڻ ۾ فخر محسوس ٿي ڪيائين. اَباڻو وڳو جي ڪٿان ٽُٽي ٿي پيس تہ اُن کي ٽوپو ڏئي ٿي پاتائين. عمر بادشاهہ هن کي سُٺن سُٺن وڳن پائڻ لاءِ ٿي چيو تہ. مارئي کيس ٿي چيو تہ. اي عمر بادشاهہ! هت اچڻ سان مان مارُن جي ميارڻ بنجي وئي آهيان. تنهنجا ويس وڳا مون جهڙيون ميار واريون ڪيئن ڪنديون. جن جي وَرَن کي ٿر ۾ عام ماڻهو مهڻا طعنا ڏنا هوندا. آءٌ پنهنجي وَر واري آهيان. آءٌ پنهنجي وَر کي ڇڏي ڏيان. پوءِ آءٌ پاڪدامن ڪيئن ليکبس؟ مارُن جا منهنجي ڳچيءَ ۾ جيڪي سڳڙا ٻڌل آهن. اُهي تنهنجي سون ڪان وڌيڪ سمجهان ٿي. آءٌ تنهنجي ڪنهن بہ لالچ ۾ اچڻ واري نہ آهيان. مرشد لطيف اُن واقعي جو مارئيءَ جي واتان هن طرح بيان ٿو ڪرائي تہ:

عُمر! اچا ڪپڙا ڪاڻيارِيُون ڪِيئن ڪَن.
جِن جَا ٿَرن ۾ وَر ٿَا وَيڻ سَهن
هُو جَي حَق پِيَجَن. سَي ڪِيئن سُتيون سُومرا.

عمر بادشاهہ هڪ پيري مارئي کي چيو تہ. اي مارئي! مون جهڙي وڏي بادشاهہ جي گهر ۾ رهڻ جي باوجود بہ تُون روج راڙو ڇو ٿي ڪرين؟ مون تہ سڀ ڪجهہ تنهنجي حوالي ڪري ڇڏيو آهي!

مارئي جواب ڏنس. اي عُمر بادشاهہ! جيئن سمنڊ ۾ رهندڙ سِپيون سمنڊ جي وڏي پاڻيءَ ۾ رهڻ جي باوجود بہ هُو ڪڪرن جي برساتي ڦُڙن لاءِ آتيون هُونديون آهن. جيئن ڪُونجڙيون جبل ۾ ڪاڏي پيتي جي اٽاٽ هوندي بہ جڏهن آباد ڪاڏي پيتي واري هنڌ چوڳي چَڳڻ لاءِ ويندون آهن تہ پوءِ جبل کي نہ وِساريندون آهن. ڇو تہ هُو ڄايون نِپنيون جبل ۾ آهن. هنن جو جبل

سان فطري پيار آھي، سندن ٻچا ۽ ٻيا وَلر بہ انھيءَ جبل ۾ ھوندا آھن. تنھن ڪري ھو پنھنجي اصلي ھنڌ کي نہ وساريندي‌يون آھن. اُنھن کي جبل جي تانگھہ رھندي آھي، منھنجي حالت بہ اُنھن ڪونجن جھڙي آھي، مون کي بہ ھر وقت ٿر ۽ ٿري ماروئڙا ياد آھن. منھنجو ٿر وچڻ جو اقرار ٿيل آھي، آءٌ اڳي پوءِ ٿر ويندي‌س، مون ائين ڪونہ سمجھيو ھو تہ آءٌ تو وٽ قيدياڻي اچي ٿينديس، ھٿن پيرن ۾ ڳڙيون لڳي ويندي‌يون! مون تي پھرا لڳي ويندا. اھو سڀ ڪجھہ منھنجي بي وسي آھي، آءٌ جيڪر قيدياڻي ۽ پھري ھيٺ نہ ھُجان تہ پوءِ آءٌ ماٺ ڪري ڪوٺن ۾ ڪيئن ويھي رَھان. مرشد لطيف مارئي جي زباني ھن ريت بيان ڪرائي آھي تہ:

جَر ۾ سِپُون جِيئن، آھِين اَبر آسري،
جِيئن ڪُونجڙيون سَارين رَوہ کي، مُون تن اندر تِيئن،
ھِت واعدا وَچڻ جَا، ھت نَہ پَانئِيم ھِيئن،
ڳوٺين وِھان ڪِيئن، جي نظر بَندياڻين نَہ ھئان!

يا

وَاجَھائي وَطن کي، آءٌ جي ھِت مُياس،
تَہ ڳور مُنھنجِي سُومرا، ڪَج پَنھوارن پَاس،
ڏِج ڏَاڏَاڻي ڏَيھہ جِي، مَنجَھان وَلڙين وَاس،
مُيائي جِياس، جَي وَڃي مَڙھہ مَلير ڏي.

پوءِ عمر بادشاھہ مجبور ٿي مارئي کي آزاد ڪري ڇڏيو جيڪا پنھنجي ڪاميابي تي ڪِلي خوش ٿي، ملير وڃي پنھنجن ماروئڙن سان مِلي، شال ڏٽي ظُلم جي ھر قيديءَ کي مارئي واري طاقت عطا ڪري، جو ھڪ ڏينھن عمر جي قيد مان نڪري آزاد ٿي لوئي لڄ نيبھہ رکي سگھون!

[روزاني عوامي آواز ڪراچي ۾ ڇپيل]



# لطيف جي ادبي ڪچهري، جهاتيون، ڪالم

سنڌ جو جڳ مشهور سنڌي شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ اُهو واحد شاعر آهي، جيڪو سير ۽ سياحت جو شوقين هو. تنهن سنڌ جي سيلانين، جوڳين سان گڏجي سنڌ جي سِري، وِچولي، لاڙ، ڪوهستان، ريگستان ۽ ڍنڍن، ڍورن، ٻرن، بحرن ۽ ماٿرين جو سير ڪري، اُنهن جي سهڻن نرمل نظارن جو بل جي دُوربني ۽ باريڪ نظر سان اُنهن جي قرب جي ڪئمرا سان هُوبهو تصوير چِٽي پنهنجي ڪلام ۾ آڻي، اسان اڳيان پيش ڪيو ۽ اُنهن ديس جي جوڳين، جن کي شاهہ سائين ڪيترن ئي نالن سان پيش ڪيو آهي، جهڙوڪ ويراڳي، بيراڳي، لاهوتي، ڪاپڙي، نانگا، ساقي، سنياسي، آديسي، لانگوٽيا، لنگبندا، گودڙيا، ڪنوٽيا، ڪنچير، ڪاپڙي، جبروتي، عاشق، ڪيرتيا ۽ فقير وغيره. اُهي شاهہ سائينءَ وانگر سسئيءَ جي رُوپ ۾ ڀُنهل (وطن) لاءِ سُور سختيون، ڏُک ٻُک سِر تي سهندا رهيا، هنن پنهنجا پيٽ سٽين طعامن تي ڪين هيريا. نہ وري اُنهن سٽين چَهرن مِنن طعامن تي وِڪاڻا، هنن جو وِڇاڻو فرش (پنهنجي ڌرتي) هُئي. مرشد لطيف جو اُنهن جوڳين سان پريت جو سرند انهيءَ ڪري هو، جو هُو پنهنجي حق جا پوڄاري هُئا ۽ حق جي پرچار ڪندڙ هُئا، حق سچ تي تن من فِدا ڪرڻ وارا هُئا، هنن جي هٿن ۾ حق سچ جي ڄاتي روشن لاٽ هُئي، جنهن جي روشني عام پکيڙيندا ٿي رهيا، ڪُوڙ باطل ۽ استحصال جي خلاف هُئا، اهڙا چند مثال هِت پيش ڪندس، هن جهان ۾ جلالي ۽ جمالي جوڳي آهن، هنن جي ڪچهري ۾ حق ۽ سچ جي نعري کان سواءِ ٻي ڪا ڳالهہ ڪانهي، هنن جي ڪچهري پارس جو ڪم پئي ڪري، يعني هنن جي ڪچهري جو رنگ جنهن کي لڳو، سو سون بنجي ويو، يعني (قوم جو ڀلو گهرندڙ) پوءِ اُن کان سواءِ ٻي ڪا ڳالهہ ڪيس وڻندي ئي ڪانہ. هنن جي حق سچ جي جيڪا ڌُونهين ڌُکايل آهي، سا اُجهامڻ جي آهي ئي ڪانہ. اُنهيءَ کي دائم قائم رکڻ لاءِ پنهنجي ڪوشش ڪندا پيا اچن. اُنهن جي محبت اهڙي تہ سُني آهي، جو اُنهن قُربدارن کان سواءِ جيئرو رهڻ مشڪل آهي، اُن لاءِ مرشد لطيف هن طرح فرمايو آهي تہ:

نُورِي ۽ نَارِي جَوڳِيَڙا جَهَان ۾،

ٻَري جِن ٻَاري، آۀ نَہ جِيئَندي اُن رِيءَ.

اھي سامي ھميشہ حق سچ جي طرف ھوندا آھن. ھُو ظُلم زيادتي استحصال ۽ پرماريت جي خلاف جنگ ڪرڻ، پنھنجو فرض سمجھندا آھن. ھنن سچن سامين جي بيراڳڻ (ڳُندري) ھر وقت ظالم پرمار جي خلاف ھميشہ اُپي ھُوندي آھي، ھُو ڏارئي ڏاڙيل ڪي نظر ۾ رکندا آھن. ڪڏھن بہ ڪنھن ڏارئي ڏاڙيل ھِنن جي ڌرتيءَ طرف وِک تي وڌائي، ظُلم تي ڪيو تہ ساميءَ جو سوٽو سندس پليٽ پيشاني تي ٺڪاءُ ٿي ٿيو. ديس تي يا ديس واسين تي ظُلم ٿيڻ وقت سامي ڪڏھن بہ سُک سان نہ سُتو. اھڙي سامي جڏھن ھن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو يا ڪنھن ڏارئي ڏاڙيل سان ويڙھہ ۾ شھيد ٿئي ٿِي ويو تہ اُن ساميءَ جو مرشد لطيف کي ڏاڍو ڏُک ٿي ٿيو ۽ درد مان دانھن ڪري ٿي چيائين تہ، اي سامي! تنھنجي بيٺل مڙھي، تو کان خالي ڏِسي، مون کي ڪنڊا ٿي لڳي، ڇو تہ مَڙھيءَ ۾ تُون ڪونہ آھين! اي جوڳي! تو اھا مڙھي ڇو ڇڏي؟ جو تون اُن مان جلدي ڪوچ ڪري وَئين. ھاڻ تہ تُنھنجي اھا مڙھي خالي ڏِسي مُنھنجو ھِينئون ڳَريو ڳَچ پيو ٿِئي! مرشد لطيف کي اھڙي ديس جي ھڏ ڏوکيءَ سامي جي جُدائي سخت ستايو جنھن لاءِ مرشد لطيف پنھنجي اُن ساميءَ کي ھن طرح ياد فرمايو تہ:

سَامي! مَڙھِي سَندياءِ، سَامھون مُون سَيلھ ٿي،
سَا تَان ڳوہ اَڏِياءِ، جَان نَانگا وَئين نِڪري.

يا

آن کي سَاٿي ڏِنَئِي، جَي مُون ويڙھہ وِڃَائِيَا،
رُئَان رَت مَچث، ھَاٽِي تن پِرينءَ کي!

سچا سامي وطن سان پيار ڪندڙ اُھي آھن، جيڪي ھر وقت پنھنجي ديس جي ڀلائيءَ جي پيا ڳالھ ٻولھ ڪَن. ھر وقت اُنھن جي اندر ۾ ديس واسين، ماروئڙن، سانگيئڙن، جھانگيئڙن، ڏوٿيئڙن ۽ ويڙھيچن جي دل ۾ سار سنڀال آھي، ھر وقت سندن سُک ۽ سَھج لاءِ پيا سوچين، ھنن جي مصيبت کي ٽارڻ لاءِ پيا پاڻ پتوڙين. اُنھن کي سُتن طعامن جي ڪا طلب ڪانہ ٿي رَھي، ڇو تہ اُنھن جي ديس جي ماروئڙن کي سُڪل ماني بہ مشڪل سان ٿي ملي، تہ پوءِ ھُو سچا سامي! پاڻ

ڪيئن ٿا سَٺين طعامن جي طلب رکن؟ هنن کي تہ اُنهن ڏوتيئڙن جي درد دُور ڪرڻ جو اونو آهي، جن کي پنهنجي پيٽ پرڻ لاءِ سُنن سَٺين طعامن جي لالچ لوڀ آهي، پنهنجن ذاتي مفادن جي لالچ آهي، اُهي پنهنجيءَ قوم سان سچا نہ چئبا، اُنهن کي پيٽ جا پوڄاري، مطلب پرست چئبو اهڙن ماڻهن کي ڪِني ڦوڳ سان مشابهت ڏبي تہ نيڪ ٿيندو، ظاهري طرح سان ڪيترو بہ نٽ تانگر ڳَن، ڪُوڙيون لَباڙون هَڻن، پاڻ کي وطن جا سڄڻ ڪوٺرائين، پر ائين هرگز ناهي، هر ڪُوڙي عزت جا گداگر، عدل ۽ انصاف جا دشمن، زور ظُلم جا حامي آهن، جو پنهنجي ذاتي لالچ لاءِ پُوري قوم کي مُڏي ڪاتيءَ سان ڪُهي، سندن زبانون ڪٽي کين ڦٿڪندو ڏسي، پاڻ مزن جو معراج پيا ماڻيندا آهن، جن کي پنهنجي قوم ڪڏهن بہ معاف ڪانہ ڪندي، اهڙن لالچي ذاتي مفاد پرستن لاءِ مرشد لطيف هن طرح فرمايو آهي تہ:

گولا جَي گِراهہ جَا، جُونَا سَي جَوڳِي،
ڦَتل سَي ڦَوڳِي، شڪر جِنين سَانڊِيا.

سچا سامي (وطن دوست) اُهي چئبا، جيڪي پنهنجي وطن وارن جي بِنا ڪنهن لالچ لوڀ جي خدمت ڪن، جيڪا خدمت ڳَن، اُنهيءَ کي وري وات تي ئي نہ آڻين تہ ڪو اسان هِيئن ڪيو! هُونئن ڪيو! هنن جي مَن ۾ اها لالچ هر گز ڪانہ هوندي آهي تہ اُنهيءَ خدمت جي بدلي اسان کي بهشت مِلي، اهڙن سچن سامين جو مطلب آهي پنهنجي پائرن جي خُدا ڪارڻ خدمت ڪرڻ، اهڙن سچن سامين جو بهشت ۽ دوزخ سان ڪوبہ واسطو ئي ڪونهي، هنن جي دل ۾ نہ ڪُفر آهي، نڪا مسلماني، هُو ڪنهن بہ ڌرم يا مذهب سان ڪو واسطو ئي ڪونہ ٿا رَکن، هنن جي منزل تمام مٿاهين آهي، هنن جو ڪم آهي پنهنجي ديس واسين جي في سبيل الله خدمت ڪرڻ، پوءِ اُن ۾ هندو مسلم جو ڪو ويڇو ڪونہ رکن، هنن جو مطلب آهي، خدمت، خلق، افضل، عبادت! ڇاڪاڻ هنن جي دل ۾ اها ٻيائي ڪانهي، هنن ٻيائي کي ٻن ڏنو آهي، هنن جو مطلب آهي، خدا وند ڪريم کي راضي رکڻ لاءِ خلق جي خدمت ڪرڻ، اهڙن جذبن رکندڙن لاءِ شاهہ سائينءَ هن طرح فرمايو آهي تہ:

ڳيهي ڳام ڪاپڙي، ٿَا اَهڙِي رَوش رُون،
نَہ ڪَا دِل دَوزخ ڏي، نَہ ڪَي بِهشت گُهرن،
نَہ ڪَو ڪَم ڪُفار سِين، نَہ ڪَا مُسلمانِي مَنُ،

اُيا اِئين چَون، تہ پِرين ڪَجو پَنهنجو.

يا

پُڇي جان ٻروچُ، تان پاسي ڪَر پرهيز ڪي،
جِنِين ڏِٺو هَوت، تِن دِين سَڀ دُور ڪَيا.

يا

ڪَافر تِي تہ اَبهين، بَاب شَرع جَا چَڏ،
مَن مشرڪن ڳَڏ، تہ ويجهو ٿِيين وِصال ڪي.

سچا سامي، سچا جوڳي، ساٿيهہ جي ڀلي لاءِ ڪم ڪندا آهن. جيڪي اُڃ بُک ۾ رهي ڪري، وطن جي ڀلي لاءِ ڪم ڪن. ڪنهن بہ ڏاڙئي جي لالچ ۾ نہ اچن ۽ ڪيڏي بہ وڏي آچ ٿِئي تہ اُنهيءَ کي ٺُڪرائي ڇڏين.

پَاڇَائِي نَہ پَاڙِيَان، سَر تيُون سَسئِي سَاڻ!

جي سبق تي عمل ڪندڙ پنهنجي مقصد تي اهڙا تہ پُختا ٿيندا آهن، جو ڪا بہ هستي، هنن کي پنهنجي مقصد تان هٽائي نٿي سگهي، جيڪي هر وقت قوم، وطن جي نالي ۾ پيٽ جي پُوڄا پيا ڪن، جيڪي هر ويلي تي رُڳو اُن جي پُڄا پيا ڪن، اُهي اَنڌا، جيڪو اهڙي پُڄا پنڌ (مقصد) ماڻڻ جي ڪن تہ جلد ئي پنهنجي مقصد ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن. جنهن جوڳي رَلي (اوڇڻ) ۽ اُن جي پُڄا ڪئي تہ اُن کي سچو سامي نہ چئبو! يعني تہ هُو پنهنجي ذاتي مقصد جو يار آهي، نہ قوم ۽ وطن جو. اهڙن جوڳين کان مقصد (حق) گهڻو پري رهيو. جوڳيءَ جو ڪم آهي طعام جي طلب گهٽ ڪرڻ، مقصد ماڻڻ جي ڪوشش گهڻي ڪرڻ. جن اِئين ڪيو سي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويا، اُنهن تان سَڀئي درد ڏُک ۽ سُور دُور ٿي ويا. اهڙن جذبن جو مرشد لطيف هن طرح بيان ڪيو آهي تہ:

جِيئن تَا پُڇَن اُن ڪي، تِيئن جَي پُڇن پَنڌ،
تہ رِڙهيءَ لَڏَائُون رَند، لَحظي مَنجهہ لَطيف چَئي.

[روزاني هلال پاڪستان، ڪراچي، خميس 5 آڪٽوبر 1978ع ۾ ڇپيو.]



# سُپيرِيَان سِين سَوپ

سنڌ جي ادبي تاج جي لاثاني گوهر، ڀلاري ڀٽ ڌڻي، يعني شاهہ عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ جي پيغام جو، جيڪڏهن تفصيل سان ذڪر ڪبو تہ اُن لاءِ دفترن جي درڪار ٿيندي، جنهن ڪري مون فقط هڪ بيت چونڊيو آهي تہ:

سَپ نَنگيُون ٿِي نِڪرو، لاَلچ چَڏي لَوپ،
سُپيرِيَان سِين سَوپ، نِندُون گندي نَہ ٿِئي!

لاڪيڻي لطيف جي هن بيت کي ذهن جي ڪسوٽي تي پرکي مٿس غور فِڪر ڪري ڏسبو تہ ڳُوڙهي ۾ سمنڊ بند ٿيڻ واري چوٽي جي زنده تصوير نظر ايندي. هن پنهنجي جادو بيانيءَ سان سَنواري سينگاري معنيٰ جي معراج تي پهچايو آهي، جو واقعي جڻ ڳُوڙهي ۾ سمنڊ اُڇلون ماريندي نظر پيو اچي، سبحان الله سندس بصيرت روشن خيالي ۽ وسيع النظريءَ کي ڏسي ڏندين آڱريون اچيو ٿيون وڃن تہ هُو ڪهڙي طرح انسان ذات لاءِ فِڪر ۽ فيض جي رازن ۽ رمزن کي روشن ڪري زندگيءَ جي جُدا جُدا آزمائشي مرحلن ۽ انساني جذبن ۽ احساسن جي ترجماني ٿو ڪري ۽ انساني سَياءُ کي پرکي پروڙي پهاڙن جيڏا مسئلا تمام سادگي ۽ آسانيءَ سان حل ڪيا آهن. اڄ بہ جيڪر سنڌ جا ماروئڙا، سانگيئڙا، ڏوٿيئڙا ۽ جهانگيئڙا پنهنجي مرشد رهبر ڀٽائي گهوٽ جي ڏنل پيغام کي پروڙي اُن تي عمل ڪن تہ جيڪر اُنهن کي ڏُکيا ڏينهن ڏِسڻا ئي نہ پون ۽ جلد پنهنجي عظيم مقصد کي ماڻي سگهن ٿا. مون وٽ جيڪو مرشد لطيف جو بيت زير بحث آهي، سو هي آهي تہ:

سَپ نَنگيُون ٿِي نِڪرو، لالچ چَڏي لَوپ،
سُپيرِيَان سِين سَوپ، نِندُون گندي نَہ ٿِئي!

شاهہ سائينءَ جي هن شعر کي دل جي دُوربيني ۽ باريڪ نظر سان وچي ڏسبو تہ منجهس مقصد جا موتي مِلندا. جن جي قيمت جو ڪاٿو ئي ڪونهي، شاهہ سائين پنهنجي لافاني شاعريءَ ۾ جيجل سنڌ کي لازوال بنائي سنڌي سانگيئڙن کي سنواري سينگاري دُنيا اڳيان ڳاڙهي گهوٽ وانگر نِروار ڪري بيهاريو آهي، شاهہ سائين جي شاعري، سنڌي سانگيئڙن جي شاعري آهي، جنهن ۾ اَڇي ڪاري، هندو مسلم جو تفاوت ڪونهي، رُڳو پيار ئي پيار جو پيغام آهي. شاهہ سائين ڪنهن ظالم جابر استحصالي ڏاڙيل، ڦورو ۽ لُٽيري جي قصيدي خواني ڪانہ ڪئي آهي ۽ نہ وري ڏاڻي رستم سهراب يا گل ۽ بلبل جو بي مقصد ڪو راڳ ڳايو آهي، جڏهن شاهہ سائينءَ جي وقت ۾ ڪٿي ڏاريا ڏاڙيل ۽ لُٽيرا. مسڪين ماروئڙن جو رَت ۽ سَت چُوسڻ لاءِ سنڌ تي مصيبتن جا پهاڙ ڪيرائيندا رهيا. تڏهن شاهہ سائين مايوس ۽ نا اُميد نہ ٿيو ۽ هن مرد مجاهد سينو سُپر ڪري وڏي دليري ۽ همت سان پنهنجي ديس واسين کي حُب الوطنيءَ جو هٿيار ڏئي تلقين ڪري چيو تہ منهنجي ڌرتيءَ جا ماروئڙا! اوهان هِمت نہ هاريو. سُست ۽ ڪانئر نہ ٿيو. توڪل جو ترهو ٻڌي سيئي گڏجي پنهنجي حق حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد جاري رکو. متان همت هاري اَٿو! ۽ اُنهيءَ پنهنجي نيڪ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ سيئي اُٿي کڙا ٿيو. بنا ڪنهن حِجاب جي دنيا جون سيئي لالچون ڇڏي، وِک کي وڌائي اڳيرا ٿيو! پوءِ ڇو نہ اُن لاءِ اوهان کي ننگي ٿي بيهڻ يا لاهي پاهي ٿي بيهڻ جا طعنا مِهڻا ملن! پوءِ بہ ڪنهن لُٽيري ڦوروءَ جي ڪوڙڪائي ڪچ تي پنهنجا ماڻڪ موتي (نيڪ مقصد) نہ وڃايو سنڀالي قدم کڻو! متان ٿوري وقت جي خوشي ۽ آرام لاءِ پنهنجي لَکن جي لال (آزادي) وِڃائي ويهي رهو ۽ پوءِ متان اوهان کي سَڪڻا هٿ هڻڻا پون! تنهن ڪري پنهنجي مقصد کي مٿانهون سمجهو. متان پراين ماڙين جا خواب ڏسي، پنهنجي جُهوپڙي ڊاهڻي پوي ۽ پوءِ اوهان کي مٿي لڪائڻ جي جڳهہ بہ نہ ملي! جي عارضي وقت لاءِ سٺين ۽ لذيذ طعامن تي پنهنجا پيٽ هيرائي

پنهنجي ذُت کي وساري وينا تہ ٿي سگهي ٿو تہ سُپاٽي توهان کي پنهنجي سادي سودي دال روٽي بہ هٿ نہ اچي، تنهن ڪري پين سيني ڳالهين کي ٿِچ سمجهي پنهنجي حقيقي مقصد ماڻڻ جي ڪوشش ڪريو يعني پين جي غلاميءَ کان بچو متان اڳتي هلي اوهان کي ڏُکيا ڏينهن نہ ڏِسڻا پون! مرشد لطيف ديس واسين کي پنهنجي نيڪ مقصد لاءِ جيڪا تلقين ڪئي آهي، سا سندس شعر مان چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر صاف نظر پئي اچي، الله تعاليٰ بہ فرمائي ٿو تہ ايستائين ڪنهن قوم جي تقدير نہ ٿي تبديل ٿئي، جيستائين اُها قوم پنهنجي تقدير پاڻ نٿي بدلائي، هن مان شاهہ سائين جي اُنهيءَ بيت جي تصديق ٿئي ٿي تہ جي تو بيت ڀانئِين، سي آيتون آهين!

هي مرشد لطيف جون اڻ مٽ آيتون، هر انسان لاءِ مشعل راهہ جي حيثيت رکن ٿيون، هر دُکي انسان جي ڇوٽڪاري لاءِ ڪامل نسخي جو ڪم ٿيون ڏين. شاهہ سائينءَ جي ڪلام مان ڪامياب زندگي گذارڻ جو پتو پوي ٿو ۽ اُن تي عمل ڪرڻ سان هِت بہ رَهايائون رَسُ هُت بہ گَڏيا هَوت کي! وارو مثال پورو ٿئي ٿو يعني هِن جهان ۾ بہ ڪاميابي سان زندگي گذاري سگهجي ٿي ۽ پنهنجي مالڪ وٽ پهچڻ وقت بہ سُرخرو ٿي سگهجي ٿو، اُنهيءَ شرط سان تہ انسان حق سچ لاءِ جدوجهد ڪندو رهي ۽ ڪنهن بہ لالچ لوڀ ۾ نہ اچي، ۽ غلاميءَ کان بچي، انهيءَ لاءِ مرشد لطيف وڏ کان وڏ تلقين ڪندي فرمايو آهي تہ:

سَڀ نَنگيُون ٿِي نِڪرو، لالچ ڇَڏي لَوڀ،
سُپيرِيَان سِين سَوڀ، نِندون گَندي نَہ ٿِئي!

[روزاني هلال پاڪستان ڪراچي، جمعو 18 اپريل 1980ع ۾ ڇپيل]



# وطن جي حُب ۾ شاهہ لطيف!

مهراڻ جي ماٿري پنهنجي گود ۾ باڪمال شاعرن بزرگن کي پاليو آهي، اُنهن مان **شاهہ عبداللطيف** اِئين آهي، جيئن گُلن ۾ گلاب جو گل، پنهنجي لازوال خوشبوءِ ۾ ساري سنڌ واسجي پئي، اُنهيءَ ڪري ئي دنيا سنڌ کي چڱي طرح ڄاڻي سُڃاڻي ٿي. شاهہ سائينءَ جي ڪلام ۾ زندگيءَ جون رمزون نهايت چِٽيءَ طرح اُجاگر ٿيل آهن، جن مان وطن جي حُب جو هڪ ذري جيترو ذڪر هِت ڪجي ٿو. شاهہ سائين مارئي جي زباني هيئن ٿو چئي تہ:

سَهسِين سِبيا ڪَنجرِي، لوئي لِيڙُون لِيڙ،
وَاسي وَار نَہ وَيڙهيَا، مُون چَڱُون رَهن چِيڙهہ،
مَاروءَ جي مهاڙ ري، اَندر رَهي اُڪير،
ههڙو حَال حَمير! وَڃي شَاهہ ويڙهہ وَجان!

مارئي ويچاري چوي ٿي تہ مُنهنجي چولي کي سهسين ٽوپا آيل آهن ۽ منهنجي لوئي ليڙون ليڙون ٿي وئي آهي، وارن کي سرهو ڪري چوٽي ٿي ڪريان پَل تہ چَڱُن ۾ چِيڙهہ رَهي ۽ وار مُنجهيل رهن. ماروئڙن جي مُنهن ڏسڻ ڏاران ٻي ڪابہ سِڪ وغيره ڪانہ اٿم، اي حمير سومرا! شل اهڙي حَال سان وطن ملير موٽي وڃي، پنهنجن منڻن ماروئڙن سان مِلان. مرشد لطيف مارئي جي رُوپ ۾ اسان جي پنهنجي ديس ۽ ديسين سان، جن سنڌ سونهاريءَ جي ڪُک مان جنم ورتو آهي، تن کي وڏي اُتساهہ ۽ پيار ڪرڻ جو سبق ڏنو آهي، مطلب تہ مرشد لطيف صاف صاف چيو آهي تہ اوهان سنڌ ڄاوا سڀئي پنهنجي سنڌ سان مارئي واري سڪ ۽ محبت رکو ۽ اوهان کي بہ اهڙيءَ طرح ڏارين کان نفرت ۽ ڌڪار ڪرڻ گهرجي، جهڙي طرح مارئي ويچاريءَ کي ڏارئي کان نقصان پُڄڻو اهڙيءَ طرح اوهان کي بہ هر ڏارئي کان نقصان پهچندو رهيو آهي، ۽ پلي کهڙي رُوپ ۾ بہ اچي، پر ڏاريو ڏاريو ئي آهي،

اوهان جو استحصال ڪندو، نقصان ڏيندو، اوهان اُن مان ڪنهن بہ ڀلائي جي اُميد نہ رکو! اوهان ڀُلجي بہ اُن مان ڀلائي جي اُميد رکندؤ تہ دوکو ضرور کائيندؤ! سنڌي سڀاجهڙا اک کول، ڪُجهہ ڏيان ڏَر!

ڏَريائِي ڏَاريَا، مِٽ مُئي جَا نَہ ٿِيا!

جيڪي اصل کان ئي ڏاريا آهن، سي ڪڏهن بہ اوهان جا مِٽ نٿا ٿي سگهن، جي تو پنهنجن ۽ پراون ۾ فرق نہ سمجهيو تہ پوءِ اِها تنهنجي وڏي ڀُل چئبي، ۽ اُنهيءَ ڀُل جو نتيجو ضرور ڀوڳڻو ئي پوندو! مرشد لطيف مارئي جي زباني هن طرح بيان ڪئي آهي تہ:

ڳَارا ڳَارايَن ۾ سَون اَسَان کي سوءِ،
وَر جَيڏين سِين جَوءِ، فَاقو فَرحت ڀَانئِيَان!

هت مرشد لطيف مارئي جي زباني وطن جي پيار جو اظهار هن ريت ٿو ڪري تہ، اسان کي ڪاراين ۾ ڪارا ڏاڳا ٻڌل آهن، ۽ سون اسان لاءِ ماتم جي نشاني آهي! پنهنجي وطن ۾ هڪ جيڏين سرتين سان ٻُک بہ مون لاءِ نعمت آهي، اُنهن جي صحبت ۾ لَنگهڻ ڪاٽڻ مُون لاءِ فرحت آهي، هت مارئي جو پنهنجي وطن سان ڪيڏو نہ لطيف سائين پيار ڏيکاريو آهي، جو ٻُکن ۽ ڏُکن ۾ بہ پنهنجي وطن ۾ هڪ جيڏين سان گڏ رهڻ کي تمام بهتر ٿي سمجهي، ۽ هن کي پنهنجي وطن (ملير) ۽ اُتي رهندڙ ماروئڙن کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ نٿي وڻي، هر وقت سندس دل ۽ دماغ تي ملير ۽ ماروئڙن جو تصور وينل آهي، ۽ ڏارئي سان ڏاري هنڌ رهڻ هُن لاءِ وڏو عيب هو ۽ ڏارين سان گڏ رهڻ کان هن کي نفرت هُئي، هو چوي ٿي تہ:

سِيل پَيَجڻ جِي سُومرا، مُون کي مَت مَ آڇِج مِير،
ٿورين گهٽين ڏِينهَڙين وِينديَس هُت حَمير،
مَيڻ مَنجهہ مَلير، ڳَنڌ مَٽاهون نَہ ڪَٽان!

اي سومرا حاڪم! مون کي ست ۽ مت پيجڻ جي صلاح نہ ڏج، اي امير! مان ٿورين گهٽين ڏينهن موٽي هُت ملير ويڃٽي آهيان، متان ملير ۾ مُنهن مٽي ڪٽي نہ سگهان! مارئي ويچاري وڏن ڪوٽن ۾ بند هُجڻ جي حالت ۾ پنهنجي

هِمت نہ هاري، هُن کي پڪ هُئي تہ هڪ ڏينهن آءُ هن ظلم جي قيد مان ضرور آزاد ٿيندس، هر ڪنهن کي مارئي جي ڪردار مان سبق حاصل ڪرڻ گهرجي، مرشد لطيف مارئي جي زباني هن طرح بيان ڪئي آهي، چوي ٿو تہ:

اِيءُ نَہ مَارُن رِيت، جيئن سَيڻُ مَٽائِين سَون تي،
اَچي عُمرڪوٽ ۾ ڪَنديَس ڳانہ ڪُريت،
پَکن جِي پِريت، مَاڙين سِين نَہ مَٽيَان.

مرشد لطيف مارئي جي زباني، ڪهڙو نہ سُنو سبق ڏنو آهي، ماروئڙن جو اهو دستور نہ آهي، جو سون جي لالچ تي پنهنجا سيڻ (هم وطني) بدلائي ڇڏين، مان عمر ڪوٽ ۾ اچي اهڙي ڪُڌو رويو اختيار نہ ڪنديس، اَباڻن پَکن لاءِ جيڪا محبت اَٿم، سا محلن ماڙين تي نہ ڇڏينديس، ماروئڙن جا جُهوپڙا مون کي ماڙين کان وڌيڪ پيارا آهن، مارُن جي محبت ۾ پنهنجي وطن سان پيار جي ڪري، مارئيءَ جو نالو روشن آهي، هن کي پنهنجي وطن ملير ۾ ماروئڙن سان اُتساهہ ۾ پيار هو هُو چوي ٿي تہ:

وَاجَهائي وَطن کي، آءٌ جي هِت مُياس،
گَور مُنهِنجي سُومرا، ڪَج پَنهوارَن پَاس،
مُيائِي جِياس، جَي وَڃي مَڙهہ مَلِير ڏي.

عُمر، مارئيءَ کي سخت اَهنج ايذاءُ ڏيڻ لڳو پر مارئي ٽر جائي، عمر جي ڪنهن بہ دڙڪي دهمان، لالچ لوڀ ۾ نہ آئي، رات ڏينهن پنهنجي وطن ملير کي ياد ڪري پئي رُئندي رَڙندي هُئي، آخر مجبور ٿي، عمر بادشاهہ مارئيءَ جي اڳيان هٿيار ڦٽا ڪري کيس آزاد ڪيو جنهن سان ٿري ماروئڙن جو ڳاٽ اُوچو ٿي ويو مرشد لطيف مارئيءَ جي عظمت بيان ڪندي فرمايو آهي تہ:

ڀَلي جَائي مَارئي، جَنهن مَارُو مَلهَايَا،
سُتي سَامَائِي، جَنهن ٻَڌا مَوڙ مَلير کي.

[روزاني جاڳو ڪراچي، تاريخ 29 جولاءِ 1978ع ۾ ڇپيل]

